# لوچڻ سبي لهڻ



پرم آنند آڏواڻي

# فهرست

# مهاڳ

سچن سنتن ۽ ڪامل فقيرن جي حياتين متعلق پڙهڻ سان، اسان کي سڌ ٿي پوي ٿ هو ڪيئن نہ محنتون ۽ ڪشالا ڪري وڃي مالڪ ۾ لين ٿيا آهن ۽ انهن جو مثال اسين سامهون رکي، هنن جي نقش قدمن تي هلڻ جي پيروي ڪري پنهنجو جيون سڦلو ڪريون ۽ ايندڙ نسل لاءِ مثال رکون.

Lives of great men all remind us, We can make our lives sublime,
And before we depart leave behind, Foot prints on the sands of time.

هاڻوڪي زماني ۾ اسين چاهيون ٿا تہ عيش آرام بہ ڪريون ۽ مالڪ بہ ملي، اِها ناشدني آهي، هڪ مياڻ ۾ ٻہ تراروں ڪين ماپي سگهنديون.

**ڪيئن مائينـدا مـن ۾، خـودي ۽ خـدا،**
**ٻـن تـرارين جـاءِ، نـا هي هـڪ ميـاڻ ۾**

مالڪ جي راهہ ۾ مکڻ جي شيخ پچائڻي آهي. پنهنجي رهڻي صاف سچي رکڻي آهي، خودي وڃائي، پيار سان دل تمتار ڪرڻي آهي ۽ محنت ڪرڻي آهي.

**نتـيءَ تـڏيءَ ڪاهـ، نـا هي ويـل وهـڻ جـي،**
**متـان ٿئـي اونداهـ، پيـر نـہ لهـين پـرينءَ جـو.**

خبر نہ آهي تہ اسين دنيا ۾ ڪيترو وقت هونداسين! جوانن اڳيان ٻڍا ۽ ٻڍين ويني جوان، راهہ رباني وني هلندا پيا وڃن. اولاد جي موهہ، عهدي جي لالچ ۽ سستيءَ اهڙو نہ اسان کي قابو ڪيو آهي جو موت ڏي اسان کي وسري ويو آهي. بيمارن کي درد پاڪاريندو ڏسون بہ ٿا، پر پاڻ کي سمجهون ٿا تہ اسين سدائين تندرست هونداسين. اسان جي حياتي هڪ رت جو دورو آهي جا پاڻيءَ جي ٽانڪيءَ وانگر آهي، جنهن جو نل کليل آهي يا پخال مثل آهي، جنهن جي سوراخ مان پاڻي هر وقت پيو نڪري، اها ٽانڪي يا پخال ڪنهن وقت ضرور خالي ٿيندي! ساڳيءَ طرح اسان جي دل پنهنجو دورو بند ڪري ڇڏيندي ۽ اسان جو شرير، جنهن لاءِ جيئري دنيا ۾ ڇا نہ ڪيوسين، سو پٽ تي پيو هوندو!

**ڪايـا ڪـوٽ ڪچـو، آهـي منـارو متـيءَ جـو،**
**آهـي سـاهہ سـرير ۾، تـنهن جـوڙي راس رچـو،**
**جـنهن کـي لـڏو تـن مـون، سـو پيـري ڪـون بچـو،**

## ڪري ٿيو ڪڇو، جڏهن ويو ساهه سرير مون.

ماڻهوءَ جو سرير آهي مٽيءَ جي مٽ پر، جي منجهس ماڻهپو اچي وڃي ته ملائڪن ڪان به مٿي پهچي سگهي ٿو. گل ۾ ٽي گڻ آهن (1) سوپيا (2) ڪوملتا (3) سڳنڌي. هي انساني گل! تون به نئوڙت، ديا ۽ شيوا جا ٽي گڻ ڌارين، ته سرگ جي گلن ڪان به گوءِ ڪٽي وڃين. ماڻهو جيڪڏهن پاڻ سجاڻي ته پرماتما جو روپ ٿي پوي ۽ جيڪڏهن پاڻ کي نه سجاڻي، پر رڳو ڪرتوت سڌاري، ته به ديوتا بڻجي پوي ۽ جي انهن ٻنهي مان ڪجهه به نه ڪري ته هو مٽيءَ جيترو ملهه به نه لهي.

جيڪا گذري سا گذري هاڻي ته پاڻ سنڀاليون. "ويئي سا ويئي، باقي رک رهت سان." سوچ! ته اهو وقت پري ڪونهي، جڏهن تون سيني کي وساري وهندين ۽ اهو به وقت ويجهو پوندو ٿو وڃي، جڏهن تنهنجا پيارا سڀ توکي وساري وهندا.

اي انسان! دير نه ڪر، هڪدم سچي ستگروءَ جي شرن وٺ.

يهه من تو مئلا پيا – يا ۾ بهت وڪار،
بهه من ڪئسي ڌوئيئي – سا ڌو ڪر ويچار،
گر ڌوبي سک ڪا پڙا – صابڻ سرجڻهار،
سرت شلا پر ڌوئيئي – نڪسي رنگ اپار.
(ڪبير صاحب)

يعني هي من ته گندگين سان پرپڊيو پيو آهي، جنهن ۾ ڏاڍا وڪار آهن. جڏهن گرو ڌوٻي ٿي، سرجڻهار جي صابڻ سان من کي، سرت جي پٽيءَ تي ڌوئندو تڏهن ئي من سان انيڪ روپن جا وڪار نڪرندا.

هي انساني جسم ڀاڳ سان مليو آهي، تنهن کي عيش عشرت، شراب، ڪباب ۽ ٻين گندين ڳالهين ۾ برباد نه ڪر.

عام طرح ماڻهو ڪرم ڪانڊ يا شريعت کي، پرماتما کان به وڌيڪ اهميت (Importance) ٿا ڏين. هو سمجهن ٿا ته ڌرم جو مطلب آهي، گرنٿ يا پوٿين ۾ وشواس ۽ پراڻي گذري ويل مهاتمائن ۾ صدق رکڻ. انهن جا پوڄاري، ظاهري ڏيک ۽ اڊمبر تي موهت ٿي، وشواس رکي وينا آهن ته ڪرم ڪانڊ ئي انسان جو مقصد آهن.

اصل ۾ ڌرم جو سچو مطلب آتما جي مڪتيءَ جو آهي، ڌرم شاسترن ۾ لکيل ريتيون، رواج، انهن جي لکندڙن، انهيءَ خيال کان ڏاهيا ته انسان ۾ پريم، تياڳ ۽ روحاني آزادي وڌي. پر فرقي پرستن ۽ ڌرم جي ٺيڪيدارن جي هٿ ۾ اهي ريتيون، رواج هٽڪڙيون بڻجي، جهڳڙن جو ڪارڻ ٿي پيون آهن.

منش جنم جو اصلي مطب آهي، پرماتما جو ميلاپ، سندس پريم ۾ ياد ۾ مگن ۽ خالق سان پيار ڪري. خلقت ۾ سندس جلوو ڏسڻ. پر اڄڪلهه دنيا جي حالت بلڪل ابتڙ آهي.

**دانـــي ڪ چيســـت دنيـــا — دل از خـــدا بريـــدن،**
**جـــز عشـــق اوگزيـــدن — جـــز ذڪـــر اوشـــنيدن.**

يعني تہ هيءَ دنيا ڇا آهي؟ پنهنجي پرم پتا پرماتما کان بيمک ٿي، ٻين سان نينهن لڳائڻ يا ٻين بابت ڳالهيون ۽ واد وواد ڪرڻ. آتما کي پرماتما ۾ لين ڪرڻ ئي سچو ڌرم آهي. اسان جي آتما اگيان جي پردي ۾ قيد آهي، تنهن کي آزاد ڪرڻو آهي. اهڙيءَ طرح آتما روپي قطري يا ڦڙي کي، پرماتما روپي ساگر ۾ ملائڻ جو نالو آهي ڌرم يا مذهب. سنت مهاتما سچي پرمارٿ جي سکيا ڏين ٿا، پر اسين انهيءَ کان بي خبر آهيون.

سنت آگسٽائين، سمنڊ جي ڪناري تي ويهي (DeTrinitate) ڊي ٽرنيٽيٽ نالي ڪتاب بابت سوچي رهيو هو، تہ هو ڇا ٿو ڏسي تہ هڪ ننڍڙو ٻالڪ، هڪ سپي (Shell) ۾ سمنڊ مان پاڻي پري، هڪ سوراخ جو هن واريءَ ۾ اُتي ئا هيو هو، تنهن ۾ پيو اهو پاڻي وجهي! آگسٽائين پڇيس تہ هي ڇا ڪري رهيو آهين؟ چيائين: مان سمنڊ خالي ڪرڻ لاءِ، پاڻي هن ٽنگ ۾ وجهي رهيو آهيان. تنهن تي آگسٽائين چيس تہ تنهنجي سڄي محنت اجائي ويندي! ٻالڪ جواب ڏنو تہ، آخر ڪجهہ تہ منهنجي محنت مان فائدو ٿيندو! اهڙي نموني، جيڪي سمجهن ٿا تہ پرم ستيہ جي سوجهي، عقل ۽ ٻڌيءَ جي ڪوشش سان ملي سگهندي، سي اِنهيءَ ٻالڪ وانگر ڀليل آهن.

سنت مهاتمائون انهيءَ ڳالهہ تي زور ٿا ڏين تہ فقط ساڌنا رستي آتما ۽ پرماتما جو گيان حاصل ٿي سگهي ٿو. انهيءَ کي هو **نقد ڌرم** چون ٿا يعني تہ هن زندگيءَ ۾ ساڌنا ڪر ۽ جيئري ئي انهيءَ جو عيوضو حاصل ڪر، جهڙيءَ طرح روڪڙا پيسا ڏيئي شيءِ خريد ڪبي آهي.

**بخواهد چشم سر معشوق ديدن،**
**ڪلامش را بگوش خود شنيدن.**

يعني جيئري ئي پنهنجي اندرينءَ اک دوران، تون ايشوري پرڪاش ڏس ۽ اندروني ڪنن سان، ڪلام الاهي يا شبد جو آواز ٻڌ.

موت کان پوءِ مڪتي تي ڪهڙو اعتبار آهي؟ انهيءَ نقد ڌرم کي برگسن، **کليل ڌرم** (Open Religion) ڪري سڏيو آهي. اِنهيءَ جي اُبتڙ، اوڌر ڌرم کي برگسن **بند ڌرم** (Closed Religion) ڪري ڪوٺيو آهي.

ريتين رسمن جو مجموعو اهو اوڌر جو ڌرم آهي، جو موت کان پوءِ سرڳ يا ٻئي ڦل جو واعدو ٿو ڪري. اهو زباني جمع خرچ آهي، جنهن تي ڪو بہ اعتبار ڪونهي.

اڄ اسان کي نقد يا ڪليل ڌرم جي ضرورت آهي. جنهن انسان جو ڌيان، آتمڪ اُنتيءَ ڌانهن ٿيندو، سو ئي پنهنجي اندر جو جلوو ڏسي سگهندو.

اسان جي شرير ۾ ڏهه دروازا آهن. پنج ڪرم اندريون ۽ پنج گيان اندريون، جن جو تعلق جسماني ڪمن ڪرڻ ۾ آهي. پر آتما جو اوزار آهي سرت يا ڌيان ۽ سندس گڏ آهي ايڪاگرتا. شبد جي جهنڪار هر وقت انسان جي اندر ٿيندي رهي ٿي، انهيءَ کي ٻڌڻ سان من ايڪاگر ٿئي ٿو. اهو ئي نقد مذهب آهي، جنهن کي سرت شبد يوگ چئجي ٿو. انهيءَ جو ڀيد پورن گروءَ وٽان ملي سگهي ٿو. تنهن ڪري ڪامل مرشد ڳولي، انهيءَ ڪان رستو وٺي، اسان کي هن ئي زندگيءَ ۾ اصل مقصد تي پهچڻ گهرجي.

سنت جي اصل روحانيت جا سچا بادشاهه آهن، تن کي گهٽيءَ گهٽيءَ، شهر شهر ۽ ديس پرديس يعني جتي به هو هجن اتي کين ڳولي، سندس شرڻ وٺي، اڀياس ڪري، هي منش جنم، جو تمام درلڀ ۽ مشڪل ملي ٿو، سو سجايو ڪرڻ گهرجي. سنتن پرماتما کي ڏٺو آهي، در اصل اهي انهيءَ جا روپ آهن.

**نانڪ ڪا پاتشاهه دسي ظاهرا.**

يعني نانڪ پنهنجي بادشاهه يعني مالڪ کي ظاهر ظهور وڃنو ڏسي.

**ادشٽ اگوچر الک نرنجن، سو ديکئا گرمک آکي**

هي اِنسان جو شرير، سچو مالڪ جو مندر آهي. اسين گرمک بڻجي اِنهيءَ مندر ۾ داخل ٿي، هن جو درشن ڪري سگهون ٿا. گرمک جيڪي به اندر ڏسن ٿا، تنهنجو باهر بيان ڪن ٿا. سنتن جو اصل مقصد آهي ته، اُٿو، جاڳو! روحانيت جي رستي تي اڳيان وک وڌائيندا هلو ۽ جيستائين ڪ پنهنجي مقصد تي نه پهتا آهيو، تيستائين آرام نه ڪريو. سنت مت نقد سودو آهي، اوڌر جو سودو نه آهي. جيئري ئي مڪتي حاصل ڪريو. موت ڪان پوءِ ڪهڙو پروَسو آهي! وقت نه وڃايو، ڪوشش ۽ همت ڪري هن ئي جسم ۾ مالڪ جو ديدار ڪريو، پوءِ جو ڪهڙو پروَسو آهي!

توهان جي چرنن جي خاڪ،

**پرمانند — بي — آڏواڻي**
ڪرشنا نواس،
155، تالاب گنگني شڪل (ماڊل هائوس) لکنو — 1

# بيبي رابعہ بصري

## ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري ءَ

هن جو نالو رابعہ هو. رابعہ معنيٰ سهٽي. هوءَ بصري شهر ۾ ڄائي هئي. تنهن ڪري هن کي رابعہ بصري ڪري چون ٿا. هيءَ هڪ اعليٰ درجي جي فقير ٿي گذري آهي. جنهن رات هوءَ ڄائي هئي، انهيءَ وقت سندس مائٽن کي اهو ڪپڙو ڪو نہ هو، جنهن سان ڪٽي ڪيس ڍڪين ۽ نڪي تيل ئي هون، جو ڪٽي ڏيو ٻارين. پٽس کي ڄيائيون تہ ڪٽي ڪنهن پاڙيواري ڪان تيل وني اچ تہ ڏيو ٻاري سوجهرو تہ ڪجي. مگر پٽس جو انجام ڪيل هو تہ ڪنهن ڪان بہ هو ڪڏهن بہ ڪجهہ بہ گهري نہ ونندو. گهر وارن هن کي تيل آڻن لاءِ ڏاڍو زور ڀريو ۽ مجبور ڪيو، تنهن تي لاچار هو ويو. ڪنهن پاڙيواري جي در کي هٿ لائي، واپس گهر موٽي آيو ۽ ڄيائين تہ دروازو بند هو.

رابعہ جڏهن ٿوري وڏي ٿي، تڏهن سندس ماءُ پيءُ موت ڪائنس ڪسي ورتا. اُنهيءَ وقت ملڪ ۾ اچي ڏڪار پيو، تنهن ڪري سندس ڀيڻ بہ رابعہ کي ڇڏي ڪنهن پاسي هلي ويئي. رابعہ کي اڪيلو ڦرندو ڏسي هڪ نيچ ظالم ڪيس غلام ڪري وڪٽي ڇڏيو. جنهن شاهو ڪار ڪيس خريد ڪيو هو سو رابعہ ڪان سخت ڪم وٺندو هو، جنهن ڪري هوءَ ڪم ڪار کي پهچي نہ سگهندي هئي ۽ ڪيس مار ڪائڻي پوندي هئي. پر اُنهيءَ ۾ بہ هوءَ مالڪ جي رضا سمجهي، رتيءَ جيتري بہ پرواهہ نہ ڪندي هئي.

**محبتي مستان رهن پنهنجي حال ۾.**

(سامي)

هڪ دفعي رابعہ ڪيڏانهن ويئي پئي تہ اتفاق سان ڪري پيئي ۽ سندس هٿ ڀڄي پيو. اُنهيءَ وقت هنِ مالڪ جو شڪر ڪيو تہ هي مالڪ! جيتوٽيڪ مان هن وقت بيوَس آهيان، هٿ ڀڳل اٿم، پر مون کي اُنهيءَ جي ڪا بہ پرواهہ نہ آهي، مان تہ تنهنجي رضا تي راضي آهيان.

**جيڪي ڏنائون، سو سيوئي صحت،**
**نہ چئہ آزار اُنکي، نڪي مصيبت،**
**جيڪي ڏنائون، سو سر ڏيئي سهہ جندڙا،**
**۾ چئہ چنائون، اي پڻ ڳنديو سچٽين.**

(شاهہ ڀٽائي)

يعني جيڪو بہ دک تڪليف ٿئي، سو سنو سمجهي ڀوڳڻ گهرجي ۽ انهيءَ کي آزار يا مصيبت نہ سمجهڻ گهرجي. مصيبت ڏسي ائين نہ سمجهہ تہ مالڪ توکي وساريو آهي. ٻاڻ سان ملائڻ لاءِ مالڪ توکي اِها تڪليف ۽ دک موڪليا آهن.

غيب مان اُنهيءَ وقت آواز آيو، "اي رابعا اَفسوس نہ ڪر، توکي اُهو درجو ملندو، جو اڄ تائين ڪنهن کي مشڪل مليو آهي." هوءَ هميشہ گهٽ کائيندي هئي ۽ گهٽ سمهندي هئي ۽ رات جو مالڪ جي ياد ۾ مشغول رهندي هئي.

هڪ ڏينهن، رابعہ جي سيٺ کي رات جو اوچتو جاڳ ٿي. ڪوٺڙي جنهن ۾ هوءَ سمهندي هئي، تنهن جي بتي وسايل هئي، پر سيٺ ڏٺو تہ اها ڪوٺي سوجهري سان روشن ٿي پيئي هئي. رابعہ هڪ ڪنڊ ۾ مالڪ جي ڌيان ۾ بندگيءَ ۾ ويٺي هئي ۽ پئي چيائين، "اي منهنجا خداوندا جي مان غلام نہ هجان ها، تہ هڪ پل بہ تنهنجي بندگيءَ کان غافل نہ رهان ها، پر ڇا ڪريان جو بيوَس آهيان ۽ هڪ اِنسان جي قبضي ۾ آهيان. تنهن ڪري اي محبوبا تنهنجي ياد ۾ دير ٿي ٿي وڃيم."

سـتا اُٿـي جـاڳ، ننـڊ نـہ ڪجـي ايتـري،

سـلطاني سـهاڳ، ننـڊ ڪنـدي نـا ملـي.

(شاهہ ڀٽائي)

جنهن وقت سيٺ اِهي اکر ٻڌا، تنهن وقت هو ڏاڍو شرمندو ٿيو. صبح ٿيندي ئي هن رابعہ کي چيو، "هينئر تون آزاد آهين، توکي جيڏانهن وڻي تيڏانهن وڃي سگهين ٿي، ۽ جي گهر ۾ رهڻ چاهين تہ مان تنهنجي هر طرح شيوا ڪندس." پوءِ هوءَ اتان نڪري ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ رهڻ لڳي. هڪ ڏينهن ڌاڙون اچي انهيءَ ڳوٺ کي ڌاڙو هنيو. هو ڪيترو مال ۽ ڪي ڳوٺ جون ڇوڪريون بہ ڪٽي ويا. اجا هيءَ ننڍي هئي ۽ شڪل ۾ سهڻي هئي، تنهن ڪري ڌاڙون هن کي وٺشيائن وٽ وڪٽي ڇڏيو. جڏهن هوءَ ٿوري وڏي ٿي تہ وڏي وٺشيا (نائڪا) رابعہ کي چيو تہ ڀيڻ! اسان جو جيڪو پيشو آهي تونِ بہ اُهو ئي ڪر. هن ٻيون بہ گهڻيئي انهيءَ پيشي جون ڳالهيون هن کي سمجهايون.

هڪ رات جو رابعہ وٽ هڪ شاهوڪار امير آيو. نائڪا اُنهيءَ سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي، نائڪا جيڪي پيسا طئہ ڪيا هئا سي ڪاڻس ورتي، رابعہ جو ڪمرو بند ڪري ڇڏيائين. رابعہ امير کي چيو تہ اڄ تہ پهرين بندگي ڪريون، ٻي ڳالهہ سپ پوءِ ٿيندي. اُنهيءَ بندگي ڪندي، رابعہ چيو "اي مالڪا هي پليل روح مون تنهنجي دروازي وٽ آندو آهي، هاڻي جيڪي توکي وڻي سو ڪر." بندگيءَ کان پوءِ رابعہ هن کي سمجهائڻ شروع ڪيو تہ، توکي خبر آهي تہ هن بري ڪم جو نتيجو ڪهڙو ٿيندو؟ توکي نرڪ جي باهہ ۾ جلڻو پوندو ۽ انهيءَ کان سواءِ هن کي ٻيون بہ گهڻيئي نصيحتون ڪيائين. انهن ڳالهين امير تي اهڙو تہ اثر ڪيو، روئڻ ۾ اچي ڇتڪيو ۽ اتان ٻاهر هليو ويو. اهڙيءَ طرح جيڪو بہ گراهڪ اتي ايندو هو، سو رابعہ جي تيج واري شڪل ڏسي ۽ هن جي نصيحتن جي اثر ڪري واپس هليو ويندو هو. نائڪا اِنهيءَ ڳالهہ کي تاڙي ويئي. هڪ دفعي هن لڪي ويهي اهو تماشو ڏٺو. هڪ شاهوڪار ماڻهو آيو، دروازو بند ڪيو ويو،

رابعه ۽ انهيءَ شاهوڪار بندگي ڪئي پوءِ رابعه هن کي نصيحتون ڏيڻ شروع ڪيون، هو پوءِ توبه توبه ڪري ٻاهر نڪري هليو ويو.

نائڪا (وڏي ڪيري) رابعه جي قدمن تي ڪري پيئي ۽ معافي گهريائين. رابعه تنهن تي چيس **"مون کي افسوس آهي، جو توکي اها خبر جلد پئجي ويئي، ڪجهه دير سان سڌ پويئي ها ته ٻيا به ڪيترا وڏيڪ ماڻهو، خدا جي راهه ۾ لڳي سڌري پون ها!"** اتان پوءِ هوءَ نڪري ٻئي هنڌ رهڻ لڳي، هڪ ڏينهن هوءَ مڪي لاءِ رواني ٿي، جڏهن مڪي جي ويجهو پهتي ته هن اُتي چيو "اي مالڪ! مان ڪيڏانهن وڃي رهي آهيان، تو ته منهنجي دل قابو ڪري ڇڏي آهي. مان مٽيءَ مان پيدا ٿي آهيان ۽ ڪعبو به ته پٿر جو نهيل آهي، مان پٿر کي ڪيڏانهن ڪنديس؟ تون ئي مون کي مل."

**انــدر ڪعبــو! انــدر قبلــو! انــدر مســجد! انــدر منــدر،**
**انـدر گهـٽ ۾ آهـي رام، ڇـو پيـو ڏيهـه جا ڏونگـر ڏوريـن؟**

ٻئي دفعي جڏهن مڪي آئي ته جهنگل ۾ چا ڏسي ته، ڪعبو سندس آجيان لاءِ اڳيان وڌندو پيو اچي! انهيءَ مهل رابعه چيو "مون کي ڪعبي جي مڪان جي ضرورت نه آهي، پر مون کي ته مڪان جي سچي مالڪ پرماتما جي ضرورت آهي، هن ڪعبي جي عمارت کي ڏسي مان ڇا ڪنديس؟"

**نـاقص (نـيچ) نيـت ڪعبـي واري ـ مـرد گهمـن مسـتانا،**
**ســچل ســتگور ائــين آکيــو ـ حــق لهــن مســتانا.**

(سچل)

هڪ دفعي رابعه جي گهر نوَ(9) مهمان آيا ۽ کاڌو گهرايائون. اوڏيءَ مهل رابعه وٽ فقط ٻه مانيون رکيل هيون. ايتري ۾ هڪ فقير اچي ٻاهر روٽي گهري. هن اُهي ٻئي مانيون اُنهيءَ فقير کي ڏيئي ڇڏيون. مهمان اُهو ڏسي حيرانيءَ ۾ پئجي ويا. انهيءَ وقت اتي هڪ زال(عورت) آئي ۽ رابعه کي چيائين ته فلاڻيءَ زال هي مانيون ڏنيون آهن. هن اُهي مانيون ڳڻيون ته ارڙهن هيون. مانيون مائيءَ کي موٽائي ڏنائين ۽ چيائين "تون ڀلجي ويئي آهين، اهي مانيون منهنجي لاءِ نه ڏنيون ويون آهن." هوءَ واپس هلي ويئي ۽ سچو احوال پنهنجي مالڪڻ سان ڪيائين. هن ٻه مانيون وڌيڪ وجهي، اهي رابعه وٽ موڪليون، هن دفعي رابعه مانيون ڳڻيون ته ويهه هيون، جي هن مهمانن اڳيان رکيون. جڏهن هو کائي واندا ٿيا، تڏهن انهيءَ ڳالهه جو راز رابعه کان پڇيائون. هن جواب ڏنو ته پهرين مون وٽ فقط ٻه مانيون هيون، جي مان نون مهمانن جي اڳيان ڪيئن رکان ها؟ تنهن ڪري اهي مون فقير کي ڏيئي ڇڏيون ۽ مالڪ کي عرض ڪيم ته تو هڪ بدران ڏهه ڏيڻ جو واعدو ڪيو آهي ۽ انهيءَ ڳالهه جو مون کي پڪو ڀروسو آهي، هاڻي اهي ٻه مانيون تنهنجي نالي تي ڏيان. جڏهن مائيءَ ارڙهن مانيون آنديون، تڏهن

سمجهيم تہ اهي ارڙهن مون ڏي ڪڏهن بہ نہ موڪليون ويئون آهن. هر حالت ۾ مون ڏانهن ويھ مانيون موڪلڻ گهربيون هيون.

هڪ دفعي رابعہ مالڪ جي ياد ۾ ويني هئي ۽ پاڻ کي ڪمزور محسوس ڪيائين ۽ اُتي ننڊ اچي ويس.

**سـڪ تنهنجـي سـپرين، ڪپـي ۽ ڪـوري،**
**سـگهان نـہ چـوري ڏاڍو نيـر نيـنهن جـو.**
(شاھ ڀٽائي)

ايتري ۾ هڪ چور اچي چادر کنئي، جڏهن هو دروازي ڏانهن ٻاهر نڪرڻ لاءِ هليو، تہ هن کي دروازو ڏسڻ ۾ ئي ڪونہ آيو. گهڙيئي ڦيريون پاتائين پر دروازو نظر نہ آيس، اوڏيءَ مهل هن چور آواز ٻڌو جو چئي رهيو هو، "رابعہ پاڻ مون کي ارپڻ ڪري ڇڏيو آهي، تون پاڻ کي مصيبت ۾ نہ وجھہ. هت تہ شيطان کي بہ طاقت نہ آهي، جو اچي سگهي، پوءِ تنهنجي ڇا مجال آهي؟ **جيڪڏهن هڪ دوست سمهيو پيو آهي تہ ڇا ٿيو! پيو دوست (مالڪ) جاڳي پيو."** رابعہ جي سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ چور سندس قدمن تي ڪري پيو ۽ معافي ورتائين ۽ سندس مريد ٿيو.

هڪ ڏينهن رابعہ جي شيواڌارڻ کي بصر جي ضرورت ٿي، رابعہ کان پڇيائين تہ ڪنهن پاڙيسريءَ کان وني اچان؟ هن چيو تہ چاليهن سالن کان. انجام ڪيو اٿم تہ ڪنهن کان بہ ڪجھہ گهري ڪين وٺنديس، بصر نہ آهي تہ نہ سهين. قدرت سان هڪ پکي اڏامي اتي آيو ۽ بہ بصر جون ڳنڍيون اچي اُتي ڪيرايائين. رابعہ شيواڌارڻ کي چيو تہ اهو بصر کائڻ ناجائز آهي، پاڻ رُکي ماني کائي ڇڏيائين.

هڪ دفعي رابعہ ڪنهن جبل تي مٿي ويٺي هئي، جتي سندس چوڌاري هرڻ ۽ ٻيا جانورن اچي بيٺا. اوڏيءَ مهل حسن بصري بہ اُتي اچي نڪتو. جنهن کي ڏسي سڀ جانور ڀڄي ويا. هو اِهو تماشو ڏسي حيران ٿي ويو ۽ رابعہ کان انهيءَ جو سبب پڇيائين. ٻيبي رابعہ تنهن تي پڇيس تہ، تو اڄ ڇا کاڌو آهي؟ حسن چيو فلاڻي جانور جو گوشت کاڌو اٿم. تنهن تي هن چيس **"پلا جيڪو ماڻهو، جانورن جو ماس کائيندو، تنهن جي اندر ۾ ڳڳدامن لاءِ ڪهڙي ڪهل هوندي! اهي جانور پوءِ انهيءَ کان ڪيئن نہ پري ڀڄندا."**

ٻئي دفعي رابعہ درياءَ جي ڪناري تي ويني هئي تہ اتي حسن بصري بہ اچي نڪتو. هن درياءَ جي مٿان مصلو (نماز جو تڏو) وڇائي رابعہ کي چيو، "اچ تہ ماڻهن کان پاسيرو نماز پڙهون." تنهن تي هن چيس، "جيڪي تو ڪجھہ ڪيو آهي، سو تہ هڪ مڇي بہ ڪري سگهي ٿي، پر مالڪ کي ملڻ جو اصلي ڪم انهن ٻنهي ڳالهين (پاڻيءَ مٿان وهڻ ۽ ٻاهرين نماز پڙهڻ) کان ٻيو آهي."

**روزا ۽ نمـــازون اهـــو پـــڻ چڱـــو ڪـــم،**
**اِهـو ڪـو ٻيـو فهـم، جـنهن سـان پسـجي پـرينءَ کـي.**
(شاهه ڀٽائي)

حسن بصري — رابعه توکي شادي ڪرڻ تي مرضي آهي؟

رابعه — شادي ته شرير سان ٿيندي آهي، پر مون وٽ شرير ڪٿي آهي؟ مون پنهنجو شرير خدا کي ارپڻ ڪيو آهي ۽ اهو هن جي اڏين آهي ۽ هن جي ڪم ۾ رهي ٿو، شادي ته شرير سان ٿي ٿئي، مان ته پنهنجو وجود ۽ هستي وڃائي چڪي آهيان.

حسن بصري — توکي اِها اوچي پدوي ڪيئن ملي؟

رابعه — مون سڀ مليل شيون وڃائي اُن کي پاتو.

حسب بصري — ايمان جي ڪيفيت ڇا آهي؟

رابعه — مالڪ کي نه بهشت جي اُميد تي پوڄيو اٿم ۽ نه دوزخ جي ڊپ کان، پر هن کي محبت ۽ شوق سان پوڄيو اٿم.

حسن بصري — تون جنهن جي بندگي تي ڪرين تنهن کي تو ڏٺو آهي؟

رابعه — جي انهيءَ کي نه ڏسان ها ته اُنهيءَ جي بندگي ڪين ڪريان ها؟

**ورلـــو ڪـــو پـــوري، رکـــي پريـــت پـــرينءَ ســـان،**
**هـــار جيـــت دک ســـک ۾، کـــري ســـامي صــبوُري،**
**ممـــت وڃـــائي مـــن جـــي، ســـهي ســـر ســوُري،**
**ســـو هـــردم حضـــوُري، پلـــڪ پرا هـــوُن نـــه ٿئـــي**
(سامي)

حسن بصري — تون شيطان کي پنهنجو دشمن سمجهي ڌڪاريندي آهين يا نه؟

رابعه — مان مالڪ جي پيار ۾ ايتري ته مشغول آهيان، جو مون کي شيطان سان دشمني رکڻ يا ڌڪارڻ جي واندڪائي ڪانهي!

حسن بصريءَ جي ستسنگ ۾ رابعه ايندي هئي، جيستائين هوءَ نه ايندي هئي، تيستائين حسن اُپديش شروع نه ڪندو هو. هڪ ڀيري رابعه کي اچڻ ۾ دير ٿي ويئي، ان ڪري هن وعظ شروع نه ڪيو. ان تي ڪنهن ماڻهوءَ چيو ته هت ڪيترا وڏا ماڻهو ۽ بزرگ ويٺا آهن، پر توهان هڪ زال جي نه اچڻ ڪري پنهنجو وياکياڻ شروع نه ڪندا، ته ان ۾ ڪهڙي حرڪت آهي؟ ان تي حسن بصريءَ جواب ڏنو ته، جو شربت مون کي هاٿيءَ جي پيارڻ لاءِ ڏنو ويو آهي، سو ڪئليءَ جي اڳيان ڪيئن رکان؟ منهنجي وعظ ۾ جا تيجسوي (طاقت) اچي ٿي، سا رابعه جي هردي مان اچي ٿي.

هڪ ڏينهن حسن بصري، بيبي رابعه جي گهر آيو. رابعه اُنهيءَ مهل ڪاڌو رڌڻ تي چاهيو ۽ ديڳڙيءَ ۾ ڀاڄي وجهي چڙي هئائين. جڏهن ٻئي مالڪ جون ڳالهيون ڪرڻ ويٺا ته رابعه چيو ته اِهي ڳالهيون ڀاڄي رڌڻ کان وڌيڪ سنيون آهن ۽ ديڳڙي ٻاهه

تي رکي هئي. جڏهن بس ڪيائون ته رابعه سڪل ماني ۽ پاٽيءَ جي گهگهي ڪٽي آئي ۽ سمجهيائين ته پاڇي سڙي ويئي هوندي، پر ديگڙيءَ ۾ ڏنائين ته پاڇي بلڪل تيار ٿي پيئي هئي. پاڇي ۽ سڪل ماني پاڻ به کاڌائين ۽ حسن کي به ڏنائين. هو چوڻ لڳو ته هن مانيءَ ۾ اهڙو عمدو سواد آهي جو مون کي اڳ ڪنهن به کاڌي مان ڪين مليو آهي.

هڪ ڀيري جڏهن حسن بصري رابعه جي گهر پئي آيو ته ڏنائين ته، هڪ امير ماڻهو رابعه جي دروازي وٽ ويٺو آهي ۽ روئي رهيو آهي. حسن اُنهيءَ جو سبب ڪانئس پڇيو. هن جواب ڏنو، ”رابعه لاءِ هڪ شيءِ آندي اٿم. مان انهيءَ خيال کان روئان پيو ته خبر نه آهي ته، هوءَ اها قبول ڪندي يا نه. تون مهرباني ڪري منهنجي سفارش ڪيس ڪج، ته اها شيءِ مون کان وٺي.“ جڏهن حسن اندر ويو، تڏهن رابعه کي اهو نياپو ڏنائين، تنهن تي رابعه جواب ڏنو، **جي ڪو به ماڻهو گناهه ٿو ڪري ته به مالڪ هن کي رزق پهچائي ٿو، ۽ جيڪو به مالڪ جي پيار ۽ محبت ۾ لڳو پيو هوندو، تنهن کي هو ڪاڏو نه ڏيندو ڇا؟** مون ته مالڪ کي پاڻ ارپڻ ڪيو آهي. جڏهن کان انهيءَ راز جي واقفيت ٿي اٿم، تڏهن کان ڪنهن کان به وٺڻ جي خواهش ختم ٿي ويئي اٿم ۽ دنيا جي ڌن دولت کان منهن موڙي ڇڏيو اٿم ۽ پيو مون کي اها به خبر نه آهي ته اهو مال، حلال يعني سچ جي ڪمائيءَ جو آهي، يا نه. هاڻي ٻڌاءِ ته اهو مال هن شخص کان ڪيئن ٿي وٺي سگهان؟“

هڪ ڀيري سوفيان ثورو، بيماري جي خبر وٺڻ لاءِ رابعه وٽ آيو. هن کي بيمار ڏسي ساڻس ڪا ڳالهه ڪرڻ ۾ هچڪ ٿيس، تنهن تي رابعه پاڻ هن کي چيو ته توکي ڪجهه چوڻو هجي ته بلاشڪ چئه.

سوفيان — توهان کي بيمار ڏسي دک ٿيو اٿم. مالڪ کي پرارٿنا ڪريو ته اها تڪليف دور ڪري!

رابعه مسڪرائي چيو ته سوفيان، تون نه ٿو ڄاڻين ته بيماري مون کي مالڪ جي مرضيءَ سان ملي آهي، مالڪ منهنجو رهبر آهي، جنهن جي ورڌ مان پرارٿنا ڪيئن ڪريان؟ مالڪ جي مرضيءَ خلاف ڪو به عرض ڪرڻ، هڪ غلطي آهي.

**تون حبيب تون طبيب تون ڍيئن ڍيه**
**تون ڏيئن تون لاهئين، تون هادي تون رب**
**آهي اِيءَ عجيب جيئن، وَريو ويڄ وهارين.**
(شاهه ڀٽائي)

وري سوفيان رابعه کان پڇيو ته توهان کي سڀ کان وڏيڪ ڪهڙيءَ شيءَ کائڻ جي مرضي آهي؟ انهيءَ تي هن جواب ڏنو، ”تون سمجهُو ٿي به اهڙيون ڳالهيون ٿو ڪرين. ٻارهن سالن کان وٺي مون کي تازين کجين کائڻ تي ڏاڍي دل آهي ۽ توکي خبر آهي ته هن بصري جي شهر ۾ کجيون ڪيتريون نه سستيون آهن. مگر مون اڃا تائين اهي نه کاڌيون آهن. مان مالڪ جي داسي ۽ غلام آهيان. غلام يا ٻانهيءَ کي ڪنهن به

شيءِ جي خواهش نہ ڪرڻ جڳائي، جيڪڏهن ماڻ ڪا بہ خواهش ڪريان ۽ جي مالڪ
کي پسند نہ هجي تہ پوءِ اها ڪفر جي ڳالھ آهي. اسين مالڪ کي ياد ڪرڻ ٿا چاهيون.
مگر اسين خود مالڪ مان خوش نٿا رهون. اها وڏي شرم جي ڳالھ ٿيندي، جو اسين هن
جي رضا تي راضي نٿا رهون ۽ ڪائنس وڌيڪ ۽ وڌيڪ پيا گهرون. جيڪي اسان لاءِ
سٺو هوندو سو سواءِ چوڻ جي هو پاڻ ئي ڏيندو. مالڪ مون کي ٻڌايو آهي تہ جيستائين
زندگي آهي، تيستائين جسم جو هڪ وار بہ هن جي امر جي ضمانت آهي."

**پريان سندي پار جي مڙيئي مٺائي،**
**ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.**
(شاھ لطيف)

يعني جيڪو بہ دک يا سک اچي ٿو تنهن ۾ مالڪ جي پاران چڱائي آهي، جي
اهو دک يا تڪليف سهندين ۽ انهيءَ ڳالھ کي چڱيءَ طرح سمجهندين، تہ پوءِ توکي
ڏسڻ ۾ ايندو تہ انهيءَ دک ۽ تڪليف ۾ تنهنجي ڀلائي آهي.

رابعہ هڪ ڏينهن ڪنهن کان پڇيو "خدا جي عبادت ڇو ٿو ڪرين؟" جواب
ڏنائين "دوزخ جي باھ جي ڊپ کان." وري ٻئي ماڻهوءَ کان ساڳيو سوال ڪيائين،
تنهن جواب ڏنو تہ "بهشت جي سکن لاءِ." رابعہ چيو "بي سمجھ ماڻهو لالچ کان خدا
جي بندگي ٿا ڪن، پر سچا عارف ۽ ڀڳت ائين نہ ڪندا آهن. جي بهشت ۽ دوزخ نہ هجن
تہ پوءِ خدا جي بندگي جيڪر نہ ڪريو؟

هڪ ڀيري هن وٽ بہ فقير آيا ۽ هن فقيرن کي چيو "رب جي ڪا ڳالھ ٻڌايو؟"
هڪ فقير چيو "جيڪو بہ دک رب جي طرفان اچي، انهيءَ کي جيڪو پيار سان سهي
ٿو، سو ئي سچو طالب آهي." رابعہ اهو ٻڌي چيو "انهيءَ ۾ اهنڪار جي بوءِ آهي، انهيءَ
کان اوچي ڳالھ چئو "مالڪ جي طرفان جيڪا بہ تڪليف بيماري، تنگي ۽ دک اچي
تنهن کي سک سمجهي، جيڪو سهي ٿو، اهو ئي سچو ڀڳت آهي." رابعہ تنهن تي چيو
"اهو بہ ٺيڪ نہ آهي. انهيءَ کان بہ وڌيڪ اوچي ڳالھ ٻڌايو." تنهن تي ٻنهي درويشن
چيو تہ "پوءِ تون ئي ٻڌاءِ" رابعہ فرمايو **"مان اُنهيءَ کي سچو فقير ٿي سمجهان، جنهن
کي دک ۽ سک ۾ ڪو بہ فرق ئي ڏسڻ ۾ نہ اچي."**

**سک دک دونو سم ڪر جاني، اور مان اپماننا،**
**هرک سوگ تي رهي اتيتا، تن جگ تت پڇانا.**
(محلہ 9)

هوءَ سدائين پيئي ڳوڙها وهائيندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن سرد آهون
ڀريندي هئي. ماڻهن پڇيس تہ توکي ڪهڙو درد آهي؟ رابعہ جواب ڏنو، "مون کي اندر ۾
اُها بيماري آهي، جنهن جو ڪو بہ علاج نہ آهي، منهنجو روڳ مالڪ جي ديدار سان ئي
دور ٿيندو."

وري پڇيائونس، "جيڪڏهن گنهگار پنهنجن گناهن جي توبهه ڪري ۽ پڇتائي، تہ پوءِ مالڪ وٽ هنجي توبهه قبول پوي ٿي يا نہ؟" ٻيبي جواب ڏنو "ٻندو تڏهن توبهه ڪندو آهي، جڏهن مالڪ کيس توبهه ڪرڻ جي طاقت بخشيندو آهي ۽ هن جي توبهه قبول ڪندو آهي. جيستائين مالڪ انسان کي توبهه ڪرڻ جي طاقت نہ ڏيندو، تيستائين هو توبهه ڪري ڪين سگهندو." وڌڪ چيائين، **"اي انسانو! توهين ٻاهرين اکين جي وسيلي، مالڪ جي منزل تي ڪين پهچي سگهندا ۽ زبان جي طرف ڪان بہ هن جو رستو ويجهو نہ آهي، ڪنن جي رستي بہ مالڪ جي پهچڻ جي راهہ نہ آهي، هٿن ۽ پيرن سان مالڪ در پهچي ڪين سگهبو ۽ اهي سڀ حيرت ۾ رهجي ويندا. پر اصل ۾ سچو معاملو انسان جي دل سان ئي آهي. ڪوشش ڪريو تہ توهان جي دل مالڪ جي پيار ۾ بيقرار ۽ تڙپ ۾ رهي. جيڪو بہ مالڪ ۾ پاڻ وڃائيندو سوئي مالڪ سان هڪ ٿي ويندو، انهيءَ جي ئي دل بي قرار هوندي."**

رابعہ وڌيڪ چيو تہ سچو عارف يا طالب اُهو آهي جو مالڪ کان دل جي گهر ٿو ڪري ۽ جي مالڪ هن کي اُها ڏئي تہ اُها هو کيس موٽائي ڏئي. اُنهيءَ لاءِ تہ هو (طالب) مالڪ جي فراق ۽ قبضي ۾ پڪو رهي.

هِڪ ڀيري رابعہ بهار جي موسم ۾ گهر ويٺي هئي ۽ ٻاهر نہ نڪتي، سندس شيواڌارڻ اچي چيو تہ آءُ! ٻاهر اچي قدرتي نظارا تہ ڏس! تنهن تي رابعہ چيس، **"مان مالڪ کي خودِ ڏسڻ ٿي چاهيان ۽ نہ هن جي ٻاهرينءَ ڪاريگريءَ کي. تون هڪ واريءَ منهنجي دل اندر، اندروني خوبصورتي ۽ نظارن جو ديدار ڪرين، تہ اها ٻاهرين خوبصورتي پلجي وڃينا"** وڌيڪ چيائين **"جيڪو مالڪ جي ڏنل دک تي صبر نہ ٿو ڪري، سو جيڪڏهن اها دعويٰ ٿو ڪري، تہ منهنجو مالڪ ۾ پورو ڀروسو آهي، تہ پوءِ اها سندس ڳالهہ بلڪل غلط ۽ ڪوڙي آهي."**

هڪ دفعي بصري جو هڪ وڏو شيخ رابعہ وٽ آيو ۽ وٺي دنيا جون برايون ۽ گلائون شروع ڪيائين. انهيءَ تي رابعہ چيس، **"تون تہ دنيا کي ٿو پيار ڪرين، جي ائين نہ هجي ها، تہ پوءِ تون دنيا ۽ انهيءَ جي ماڻهن جي ڪا بہ شڪايت يا برائيءَ جو ذڪر ڪين ڪرين ها. چاڪاڻ تہ جو ماڻهو دنيا کي پنهنجو پيارو ٿو سمجهي، سو ئي اُن جو ذڪر ڪندو آهي."**

هڪ ڀيري هڪ سوداگر اَدب سان رابعہ کي چيو تہ، جي مالڪ جي رحمت نہ هجي تہ ماڻهو جيڪر هڪدم مري وڃن ۽ هن کي ڪجهہ ڏيڻ چاهيائين. تنهن تي رابعہ وراڻيو "جيڪڏهن ڪو مالڪ کي برو چئي بہ شڪايت ٿو ڪري، تڏهن بہ مالڪ هن کان روزي نہ ٿو کسي ۽ جنهن انسان جي دل هن جي محبت سان ڀري پيئي آهي، تنهن کي هو رزق بنا ڪيئن رکندو؟ **جڏهن ڪان وٺي مون هن کي سڃاتو آهي، تڏهن ڪان وٺي مون دنيا ڪان منهن موڙي ڇڏيو آهي،"** مرڻ گهڙيءَ تائين هن ڪڏهن بہ نہ چيو تہ مالڪ مون کي هيئن رک يا هوئن رک.

محبتـــــي مســــــتان ٿيــــــڙا ســــــهج ســــــروپ ۾،
ٻنــــا ســـــڪ ســــڄڻ جـــي، ٻــــي ســــڌ رڪـــن ڪانـــــ،
اربيــــائون عجيـــب ڪــــي، تـــن مـــن ڏن پـــت پـــران،
ســــدا رهـــــن غلطـــــان، ســــامي ســــپرين ســــان.

(سامي)

هڪ دفعي هڪ شاهوڪار رابعہ جا پراڻا ڦاٽل ڪپڙا ڏسي چيو "اي بيبي! حڪم ٿئي تہ مان توهان لاءِ ڪپڙا ڪٺي اچان ۽ هيءَ غريبي دور ڪريان." تنهن تي رابعہ چيو، "دنيا جي غريبي دور ڪرڻ لاءِ، ڪنهن ڪان بہ گهرڻ مون کي شرم ٿو اچي. هي سارو جهان مالڪ جو آهي. مان هُن کي ڇڏي ڪنهن ٻئي ڪان ڇو گهران؟ دنيا جي ڪنهن بہ چيز جو سوال مان الله ڪان بہ نہ ڪندي آهيان، جو سڀ جو مالڪ آهي، پوءِ ڇو ڪنهن ماڻهوءَ کي سوال ڪريان، جو ڪنهن بہ چيز جو مالڪ نہ آهي."

ٻاجهـــا ٿون ٻيلــي ڏٽـــي، ٻاجهــــان ٻاجهـــ ٿئـــي،
ســـپر ســــان ســـــٽي، جيڪـــــا چـــــارڻ چـــــت ۾.

يعني مالڪ ري گهريو ٻاجهہ ٿو ڪري ۽ هو سڀ ڪجهہ سمجهي ٿو، مگڻهار اَجا گهربس بہ ڪين، وات سان چئيس بہ ڪين، تہ بہ هو سڀ ڪجهہ سمجهي، اڻ چيل سٽي، سخاوت ٿو ڪري.

هڪ ڀيري ٻرڀا ست ڏينهن، رابعہ پنهنجي ڪوٺڙيءَ جو دروازو نہ کوليو ۽ انهيءَ وچ ۾ ڪا بہ ننڊ ڪانہ ڪيائين ۽ مالڪ جي ڏيان ۾ رتي پيئي هئي. ستينءَ رات هن کي ڏاڍو اڃي بک ستايو. سندس نفس دانهن ڪئي تہ مون کي اجا ڪيستائين پيئي تڪليف ڏيندينءَ؟ انهيءَ وقت اوچتو هڪ ماڻهو اڃي در ڪڙڪايو ۽ ڪاڏي جو پيالو هن کي ڏنائين. هن اهو پيالو ونئي رکيو تہ پهرين ڏئو ٻاريان. ايتري ۾ هڪ ٻليءَ اچي اهو پيالو اونڌو ڪري ڇڏيو. پوءِ ٻيءَ سوچيو تہ چڱو هاڻي پاڻي پي ٿي اُڃ مٽايان. جيئن گهگهي متي ڪٽي پاڻي ٿي پرياڻين تيئن ڏيئو وسامي ويو ۽ گهگهي ڀڄي پئي. وڏيءَ سرد آهہ ۾ چياڻينس تہ اي مالڪ! هيءَ ڪهڙي ماجره آهي، جا مون سان ٿي رهي آهي. آواز آيو تہ رابعہ تون چاهين ٿي چا تہ دنيا جون نعمتون توکي ڏيان ۽ مان پنهنجو غم ۽ سڪ تنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏيان؟ منهنجو غم ۽ ياد ۽ دنيا جون نعمتون سک ۽ آرام، هڪ دل ۾ گڏ نٿا رهي سگهن. اي رابعہ! تنهنجي بہ تہ اها ساڳي مرضي آهي.

مشهور عالم حضرت ولد دينار هڪ ڏينهن رابعہ جي گهر آيو ۽ اُتي ڏنائين تہ هن جي گهر ۾ هڪ ڀڳل پيالو پاڻيءَ لاءِ رکيل آهي ۽ هڪ پراڻو تڏو پيل آهي، جنهن تي هڪ سر رکي آهي، جا رابعہ وهاڻو ڪري ڪم آڻيندي هئي. اهو ڏسي هن بزرگ جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ چياڻينس تہ اي رابعہ! مون کي ڪي شاهوڪار دوست آهن، جي چوين تہ هنن ڪان ڪجهہ تنهنجي لاءِ گهران؟ رابعہ جواب ڏنس تہ چا! فقيرن کي بہ

ڪڏهن مالڪ وساري ٿو؟ انهيءَ سبب ڪري هو غريب آهن ڇا، ته هن رڳو شاهوڪارن کي ياد ڪيو آهي ۽ نه مسڪينن کي؟ هن جواب ڏنو ته ائين نه آهي. سيني جو مالڪ ساڳيو آهي ۽ هو سيني جي سار سنڀال لهي ٿو. تنهن تي رابعه چيو "**جڏهن مالڪ کي سيني جي حال جي پوري پوري خبر آهي، پوءِ انهيءَ ڳالهه جي ڪهڙي ضرورت آهي، جو هن کي ياد ڪرائجي!** جيڪڏهن مالڪ جي مرضي اها آهي ته پوءِ منهنجي به اهائي ساڳي مرضي آهي."

**جيڪـي هجيئـي ڪـري ڇـڏ، هـڪ يـار جـي حـوالي،**
**تنهنجـون مڙيئـي خوشـيون غـم، پـل سـو سـڄڻ سـنيالي.**
**سـنتن سـڀ سـتي وڏائـي ويچـار سـان،**
**راضـي رهـن رضـا ۾، پڙهـي پـريم پڌي.**

(سامي)

جڏهن رابعه جي انت ڪال جو وقت آيو، تڏهن ماڻهن کي هن گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ پنهنجي شيواڌارڻ عابده کي چيائين ته مون کي سنان ڪرائي جبي ۾ ڪفن ڏج. ڪجهه دير کان پوءِ هن جو ڪو به آواز ڪونه آيو. تڏهن سمجهيائون ته هوءَ چولو ڇڏي ويئي. رابعه جي قبر يروسلم ۾ اولائيو پهاڙ تي اڄ به موجود آهي. ماڻهو هن کي "اُم الخير" يعني "ڀلائي جي ماءُ" ڪري پوڄين ٿا.

# خواجہ حسن بصري

خواجہ حسن بصري ڏاڍو خوبصورت هوندو هو ۽ بصري جي شهر ۾ رهندو هو، هو هڪ جواهري هو ۽ حسن مولوي جي نالي سان مشهور هو.

هڪ ڏينهن هو ڪنهن ڪم سانگي روم ويو، اُنهيءَ زماني ۾ روم، **ايشيا مائنر** کي چوندا هوا. اُتي شهر جي وزير سان سندس ملاقات ۽ ڏيٺ ويٺ ٿي. وزير چيس تہ مان هينئر ڪنهن ضروري ڪم سان ڪنهن پاسي وڃي رهيو آهيان، تون بہ مون سان گڏ هلڻ چاهين تہ پلي خوشي سان هل. حسن ۽ وزير ٻئي هڪ جهنگل ۾ پهتا. هن ڏٺو تہ اتي هڪ خوبصِورتِ تنبو لڳل آهي ۽ فوج اُنهيءَ جي سلامي ڪري رهي آهي. تنهن کان پوءِ ڏنائين تہ امير امرا اُنهيءَ تنبوءَ جي اندر ويا ۽ توريءَ دير ۾ واپس ٻاهر نڪري آيا. وري ڏنائين تہ وڏا بزرگ، پڙهيل ۽ فيلسوف تنبوءَ اندر ويا ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ ٻاهر نڪري آيا. اُن کان پوءِ ڪيترين سهڻيون نوجوان زالون، جواهرت سان پريل ٿالهہ ڪڻي اندر ويئون ۽ وري ٻاهر آيون. سڀ کان آخر ۾ بادشاهہ پاڻ تنبوءَ اندر ويو ۽ وري ٻاهر آيو. هيءَ سڄي واردات حسن ويٺي ڏٺي. پر هن جي سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ نہ آيو تہ هي قصو ڇا آهي. تڏهن وزير کان هن انهيءَ ڳالهہ بابت پڇيو.

وزير جواب ڏنس تہ روم جي بادشاهہ جو پٽ مري ويو آهي ۽ اُنهيءَ شهزادي جي قبر هن تنبوءَ اندر آهي. اسين سڀ سال ۾ هڪ ڀيرو هت ايندا آهيون ۽ جيڪي تو ڏٺو سو سڀ ڪري هليا ويندا آهيون. اول فوج هن قبر کي سلام ڪندي آهي ۽ سڀ سپاهي گڏجي چوندا آهن "اي شهزادا! جنهن حالت کي تون پهتو آهين، اها جيڪڏهن جنگ جوٽڻ سان بدلجي سگهي ها تہ اسين سڀ لڙائي ڪرڻ لاءِ تيار هواسين پر هي معاملو اهڙو آهي، جنهن ۾ ڪير بہ لڙائي وغيره ڪري پڄي نہ ٿو سگهي." انهيءَ کان پوءِ وڏا وڏا پڙهيل ۽ فيلسوف اندر ويندا آهن ۽ قبر اڳيان چوندا آهن "اي شهزادا! جيڪڏهن عقل، علم ۽ هوشياريءَ سان تنهنجي موت کي روڪي سگهجي ها، تہ اسين هر طرح سان تنهنجي لاءِ ڪوشش ڪريون ها." انهيءَ کان پوءِ ٻڍا ۽ پيرسن ماڻهو اندر وڃي قبر اڳيان چوندا آهن،" اي شهزادا! جيڪڏهن روئڻ، پٽڻ، منٿ ۽ نيزاري ڪرڻ سان، هيءَ تنهنجي حالت بدلجي سگهي ها، تہ اسين سڀ، پوري ڪوشش ڪريون ها، پر موت ۽ زندگي ٻئي انهيءَ جي هٿ ۾ آهن، جنهن جي اڳيان ڪا بہ سفارش ڪم نہ ٿي ڪري سگهي." تنهن کان پوءِ سهڻيون حسين نوجوان زالون اندر وڃي قبر وٽ چونديون آهن " شهزادا ! جيڪڏهن اسان جي سونهن، سوپيا، جواني، جلوو، زر ۽ مال، توکي موت کان بچائي سگهن ها تہ اسين سڀ ڪجهہ تنهنجي مٿان قربان ڪرڻ لاءِ تيار هيوسين، پر هي سڀ معاملو خداوند ڪريم جي هٿ ۾ آهي، جنهن کي انهن ناسونت ۽ بي جٽادار شين جي رتيءَ جيتري بہ پرواهہ نہ آهي." آخر ۾ بادشاهہ پاڻ خود وڃي اتي

چوندو آهي "اي منهنجا پيارا پٽ! تنهنجي حاصل ڪرڻ لاءِ فوج، پڙهيل، امير، بزرگ، سهڻيون حسين عورتون، سون ۽ جواهرات سڀ ڪجھ مون آندو آهي ۽ مان خود بہ هت موجود آهيان. جيڪڏهن مان تنهنجي هيءَ حالت بدلي سگهان ها، يعني موت کي روڪڻ منهنجي وس ۾ هجي ها، تہ مان بلڪل پوري پوري ڪوشش ڪريان ها، ليڪن انهيءَ سان واسطو پيو آهي، جنهن جي اڳيان تنهنجو پيءُ، جو خود بادشاهہ آهي، سو تہ ڇا! پر سڄي دنيا هن جي اڳيان ڪجھ بہ نہ آهي. ا يندڙ سال تائين توکي سلام آهي."

انگ ازلي آهہ قادر، تو پڙهي ۽ ناتري،
جي ڪري ڪوهينءَ هؤنءَ، توڙي ڪري ڪو هونءَ هينءَ
(گل)

جيڪي بہ اسان جي نصيب ۾ لکيل آهي سو ضرور ٿيندو، ڪير ڪٿي ڪيتري بہ ڪوشش ڪري، پر هوونهاري اصل نہ ٽرندي.

ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ تون، ڪڏهن مڙهہ مقام ۾،
واريءَ سندو ڪوٽ اڏيو اڏيندين ڪيترو؟
(شاهہ ڀٽائي)

رام گيو، راوڻ گيو، جانڪو بهہ پروار،
ڪهہ نانڪ ڪڇ ٿر نهين، سپني جئون سنسار.

حسن اهو سڀ ڏٺي چيو:

هم خدا خواهي وَ هم دنيا دؤن،
اين خيال است و محال است و جنؤن.

يعني تہ جو مالڪ کي بہ چاهي ۽ انهيءَ سان گڏ هن ڪميڻيءَ دنيا کي بہ چاهي ٿو، پر اِهي ٻئي شيون گڏ ڪڏهين بہ حاصلِ نہ ٿينديون. اِهو خيال يعني مالڪ بہ ملي ۽ تنهن سان گڏ دنيا بہ ملي، سا ڳالھ بلڪل اجائي، بيهودي، پاڳلپڻو يا هڪ چريائي آهي.

تو جا پائئين توڙ جي سا وڃي وهاڻي،
ڪنهن سان نيبهہ ڪين ٿئي، ڏن جوين جواني،
اَسوُ اَڪاٽي، جڳہ مڙيئي سپنو.

هي ڀائيَ تون سمجهي وينو آهين تہ ڪا دنيا توسان گڏ هلندي، پر هوءَ توکي ڇڏي ويندي. ڏن جوين ۽ جواني ڪنهن سان بہ نيبهہ نہ آهن. اسو ڀڳت چوي ٿو تہ تنهنجي حياتي هڪ آڪاٽيءَ وانگر اٿيئي ۽ دنيا هڪ سپنو ڪري سمجھ.

اهو حال ڏسي، حسن کي ويراڳ وٺي ويو ۽ هن جي من کي نوڪر لڳي ويئي، پنهنجي ملڪيت غريبن ۾ ورهائي ڇڏيائين. اميرن ۽ شاهوڪارن کي ڇڏي، ايڪانت ۾ رهي مالڪ جي بندگيءَ ۾ لڳو رهيو. انهيءَ ڪان پوءِ، ڪنهن به هن کي کلندو نه ڏٺو، البت پنهنجي محبوب جي فراق ۾ خوب پيو رئندو هو.

حسن بصري، بيبي رابعه جي خاص شاگردن مان هو. هن جي محفل يعني ستسنگ ۾ وڏا وڏا ماڻهو ايندا هئا ۽ ڏاڍي پيڙ لڳي پيئي هوندي هئي. پر جيستائين بيبي رابعه نه ايندي هئي، تيستائين هي وعظ شروع نه ڪندو هو. ڪنهن چيس ته هڪ عورت جي نه اچڻ ڪري توهين وعظ شروع نه ٿا ڪريو سو ڇو. حسن جواب ڏنو ته جو شربت مون کي هاٿين جي پيارڻ لاءِ ڏنو ويو آهي، سو مان ماڪوڙين جي وات ۾ ڪيئن وجهان؟ وري بئي پڇيس ته توهانجي مجلس (ستسنگ) ۾ ڏاڍي پيڙ ٿي ٿئي، انهي مان توهان کي خوشي ٿيندي هوندي؟ حسن فرمايو، "جيڪڏهن ڪو مالڪ جو سچو ڳولائو يا عاشق ستسنگ ۾ ايندو آهي ته البت خوشي ٿيندي اٿم، پر ڪوڙن جي پيڙ ڪري، پاڻ سچن ماڻهن کي تڪليف ٿي ٿئي."

ماڻهن ڪانئس وري پڇيو ته "مالڪ جي پاسي قدم وڌائڻ لاءِ اسين ڇا ڪريون؟ اسان جي دل ته سمهي پيئي آهي، تنهن ڪري توهان جون ڳالهيون اسان جي دل تي اثر نه ٿيون ڪن." حسن جواب ڏنو، "توهان جي دل سمهي ڪانه پيئي آهي، پر اها مري چڪي آهي. سمهيل ماڻهوءَ کي لوڏي جاڳائي سگهجي ٿو، پر مري ويل کي ڪير به جاڳائي نه ٿو سگهي."

هڪ ڀيري بصره ۾ اچي ڏاڍو ڏڪار پيو ۽ مينهن پيو ئي ڪونه. شهر جا ماڻهو حسن وٽ آيا ۽ رحم لاءِ درخواست ڪيائون. خواجه حسن کين چيو، "اي ڀلا لوڪو! جيڪڏهن توهين مينهن ٿا چاهيو ته مون گنهگار کي شهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو."

هڪ ڏينهن هو پنهنجي مالڪ يعني محبوب جي جدائيءَ ۾ روئي رهيو هو ته اوڏيءَ مهل، هڪ شخص سندس گهر هيٺان اچي لنگهيو ۽ اُنهيءَ ماڻهوءَ تي حسن جي ڳوڙهن جا ڦڙا اچي ڪريا. هن ماڻهوءَ مٿي نهاري چيو، "اي ڀلا لوڪ! اِهو پاڻي جو منهنجي مٿان ڪريو آهي، سو پاڪ هو يا نه؟" تنهن تي حسن بلڪل حليمائيءَ سان جواب ڏنو، "اي ڀاءُ! اِهو پاڻي پاڪ نه آهي، اِهو ته مون گنهگار جا ناپاڪ ڳوڙها آهن، تون هاڻي وڃي پنهنجا ڪپڙا ڌوءِ ۽ سنان ڪر."

**اکين کي آهين، عجيب جهڙيون عادتون،**
**سوز پرائي ساڻ جا، وڃيو وهائين،**
**اتي لنوَ لائين، جت حاجت نه هه هٿيار جي.**
(شاه ڀٽائي)

حسن ڪنهن جي به شاديءَ يا خوشي وارن موقعن تي نه ويندو هو، پر مري ويل آدميءَ کي ڪلهو ڏيڻ پنهنجو فرض سمجهندو هو.

هڪ دفعي هو دجله نديءَ جي ڪناري تي گهمي رهيو هو. ته اتي ڏٺائين ته هڪ حبشي (شيدي) ڪنهن زال کي پاسي ۾ وهاري ويٺو آهي ۽ هڪ باٽلي پاسي ۾ رکي اٿس، جنهن مان پاڻ به پيو پيئي ۽ انهيءَ عورت کي به پيو پيئاري! حسن ڀانيو ته هيءُ شخص شراب پي رهيو آهي، جا هڪ تمام بري ڳالهه آهي. دل ۾ چيائين ته هو مون کان ته گهٽ ۾ گهٽ وڌيڪ چڱو آهي! وري دل ۾ آيس ته، نه نه! پر هو پاسي ۾ عورت به ته وهاريو ويٺو آهي، پوءِ مون کان ڪهڙيءَ طرح چڱو ٿي ٿو سگهي؟ ايتري ۾ ڇا ٿو ڏسي ته درياءَ ۾ هڪ ٻيڙي ماڻهن ۽ مال سان ڀري پيئي اچي، جنهن ۾ ست ماڻهو ويٺل هئا. قدرت سان اوچتو اها ٻيڙي اونڌي ٿي پيئي ۽ ٻڏي ويئي. اهو ڏسي انهيءَ حبشيءَ هڪدم وني پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏنو ۽ ٽبيون هڻي، ڇهن ماڻهن کي سلامت ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين. حسن بصري جو اُتي بيٺو هو، تنهن کي چيائين "اي حسن! جيڪڏهن تون مون کان چڱو آهين، ته ڀلا ستين آدميءَ کي ته تون درياهه مان ٻاهر ڪڍي اچ" ۽ وڌيڪ چيائينس، "اي مسلمانن جا امام هيءَ عورت منهنجي ماءُ آهي ۽ باٽليءَ ۾ شراب نه، بلڪ پاڻي آهي. تون ڪنهن جي به ٻاهران حالت ڏسي، هڪدم هن جو اندريون حال سمجهي ڪين سگهندين!" حسن هڪدم هن جي پيرن تي ڪري پيو ۽ عرض ڪيائين، "جهڙيءَ طرح توهين ٻڏندڙ ماڻهن کي اونهي درياهه مان ڪڍي بچايو آهي، اهڙيءَ طرح مون کي هن ايمان ۽ وڏائيءَ جي سمنڊ مان ٻاهر ڪڍ." انهيءَ واقعي کان پوءِ حسن پاڻ کي هڪ ذليل کان به ذليل، گنهگار کان به گنهگار ڪي، پاڻ کان وڌيڪ سٺو سمجهندو هو.

هڪ دفعي، هن ماڻهن کي چيو ته **توهين ٽي ڪم هرگز نه ڪريو، هڪ ته شاهوڪار ۽ وڏن حڪومت ڪندڙ ماڻهن وٽ نه وڃو، ٻيو ته ڪنهن به زال وٽ اڪيلائيءَ ۾ نه وهو، ڀلي هوءَ زال توهان کي مسجد ۾ قرآن پاڙهيندي هجي، ٽين ڳالهه ته پنهنجن ڪنن کي راڳ ۽ اجاين ڳالهين ٻڌڻ جو عادتي نه بڻايو، ڇاڪاڻ ته اِهي ٽيئي ڪم خطري کان خالي نه آهن.**

هڪ بزرگ ڳالهه ٿو ڪري ته، هڪ ڀيري اسين خواجه حسن سان گڏ، صبح جو ڪنهن پاسي پٽي وياسين. رستي تي اسان کي ڏاڍي اڃ اچي لڳي. اسان مان هڪ ڄڻو پرسان کوهه تي ويو، پر اتي پاڻي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ ڪو ڏول ڪونه هو ۽ هو واپس آيو. حسن چيو ته "جنهن محل مان عبادت ڪرڻ وهان، تنهن محل توهين سڀ وڃي پاڻي پيئجو" جڏهين هو بندگي ڪرڻ ويٺو ته ماڻهن ڏٺو ته کوهه جو پاڻي مٿي ڪناري تائين چڙهي آيو هو ۽ سيني پاڻي پي ڍءُ ڪيو. هڪ ماڻهوءَ لوٽو ڀرڻ تي چاهيو ته پاڻي يڪدم تري ۾ هيٺ لهي ويو. اها ڳالهه ٻڌي خواجه حسن چيو **"افسوس! توهان ماڻهن کي مالڪ تي ڀروسو نه آهي، جنهن پاڻي هيٺئر ڏنو، سو پوءِ به ڏيندو."**

هڪ ڏينهن حسن، هڪ مست فقير کي ڏٺو ته هو گپ ۾ ٽاٻا کائيندو پيو وڃي. تنهن تي حسن چيس "اي درويش! قدم جمائي مضبوطيءَ سان هل، متان ڪري نه

پوين.” تنهن تي هن فقير جواب ڏنس، ”پائي! تون پنهنجي سنڀال ڪر، عبادت ۽ بندگيءَ ۾ مضبوط، پڪو ۽ هوشيار ٿي هل. متان معرفت ۽ عشق جي راهه ۾ تنهنجا پير ڪسڪي نه وڃن. منهنجو ڇا آهي. مان ته هڪ غريب ۽ مسڪين فقير آهيان، جي گپ ۾ ڪٽي ڪري پيس ته ڇا ٿيو، منهنجي لاءِ ته ٻئي حالتون ساڳيون آهن!“

هڪ ڏينهن هڪ حسين زال، هن وٽ مٽي اُگهاڙي، پنهنجي مڙس جي دانهن ڪٺي آئي ته ”توهين هن کي سمجهايو ته نيڪ ٿي هلي،“ تنهن تي حسن چيس، ”اي نيڪ بخت! پنهنجي شڪايت پوءِ ڪج، پهرياٽين پنهنجو مٿو ۽ منهن ته ڍڪ.“ اهو ٻڌي هن عورت جواب ڏنو، اي حسن! مان ته خدا جي هڪ بندي (مڙس) جي محبت ۾ اهڙي ته پاڳل ٿي پيئي آهيان، جو مون کي پنهنجي تن ۽ بدن جي سڌ ئي وسري ويئي آهي، پر وڏو ته تعجب مون کي تنهنجو آهي ته تون مالڪ جي محبت ۽ پيار جي دعويٰ ٿو ڪرين ۽ جيڪڏهن تون اڳ مون وانگر پنهنجي مالڪ جي پيار ۽ ياد ۾ رڌو پيو هجين ها ته، پوءِ توکي اصل اها سڌ نه رهي ها ته منهنجي مٿي تي رئو آهي يا نه!“

نيـون نهـوڙي نيـنهن، جـنهن کـي عشـق عجيـب جـي،
سـر ويـئـو درس دريـاءَ ۾، پيـائي سـب پـوڙي،
امـي مـنهن مـوري، کـنهن ڏي ڏسـي کينکـي.
(سامي)

# حضرت ابو بن ادهم

حضرت ابو بن ادهم، جنهن کي حضرت سلطان اِبراهيم بہ ڪري چوندا آهن، سو بلخ جو بادشاهہ هوندو هو. هن جِي سمهڻ جي سيج روز سوا مڻ گلن سان تيار ٿيندي هئي. هڪ رات اوچتو هن جي اک کلي ۽ ڏنائين سندس محلات جي ڇت تي ڪو ماڻهو گهمي رهيو آهي. رڙ ڪري پڇيائينس، "ڪير آهين ۽ هن محل مٿي ڇا ڪري رهيو آهين؟" اُنهيءَ شخص جواب ڏنو، "مان هت پنهنجو گم ٿيل اُٺ ڳولي رهيو آهيان!" بادشاهہ چيس، "اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي، جو بادشاهہ جي محل جي ڇت تي اُٺ اچي سگهي؟" هن آدميءَ جواب ڏنو، "ڀلا اهو وري ڪيئن ٿو ٿي سگهي، جو عيش عشرت جي حياتي گذاريندي ۽ سوا مڻ گلن جي سيج تي سمهندي . ڪنهن کي مالڪ مليو آهي؟" انهن لفظن هن جي دل ۾ هڪ قسم جو خوف پيدا ڪيو ۽ اُتي ئي هن جي من پلٽو کاڌو.

ٻئي ڏينهن جڏهن هوُ پنهنجي تخت تي ويٺو هو تہ هڪ ماڻهو وڏي رعب سان دربار اندر لنگهي آيو، پر ڪنهن کي بہ همت نہ ٿي جو هن کي روڪي سگهي. بادشاهہ هن کان وڏيءَ حيرانيءَ سان پڇيو، "تون ڪير آهين ۽ هت ڇو آيو آهين؟" هن جواب ڏنو، "مان ٿوريءَ دير لاءِ هن مهمان سراءِ ۾ آرام ڪرڻ چاهيان ٿو." بادشاهہ چيس، "هيءَ سراءِ يا مسافرخانو نہ آهي، پر هڪ بادشاهي محل آهي." تنهن تي هن ماڻهوءَ پڇيس، "اي بادشاها! توکان پهرين هن محل ۾ ڪير رهندو هو؟" هن چيو، "منهنجو پيءُ." وري پڇيائينس، "تنهنجي پيءُ کان اڳ هتي ڪير رهندو هو؟ بادشاهہ چيو "منهنجو ڏاڏو" اهڙيءَ طرح ڪيترين پيڙهين تائين پڇي، وري هن ماڻهوءَ بادشاهہ کان پڇيو، "توکان پوءِ هن ۾ ڪير رهندو؟" هن چيو، "منهنجو اولاد." تنهن تي هن شخص چيو، "تورو خيال تہ ڪر، تہ جنهن جڳهہ ۾ هيترا ماڻهو ايندا ۽ ويندا تہ پوءِ اها جاءِ هڪ مسافر خانو نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي؟" ائين چئي اهو ماڻهو اُتان ٻاهر نڪري هليو ويو.

سپني جي سنسار مٿي، ڇو موهيو من مستانو آهي،
گهرتڙ ماڙيون محل نہ پنهنجا، تن من ڌن بيگانو آهي،
جاءِ مسافر ڪر سانباهو، ٿيڻو نيٺ روانو آهي،
دنيا جنهن کي چئجي ٿو، سو پاڻ مسافر خانو آهي

(بيوَس)

بادشاهہ اِبراهيم جي دل ۾ گذريل رات ۽ هن ڏينهن جي واقعن ڏاڍو گهرو اثر ڪيو، محل ۾ اچي ليٽي پيو، پر ڪيس سک نہ آيو. گهوڙي تي سوار ٿي هو جهنگل ڏانهن گهمڻ نڪري ويو. هڪ طرف کان آواز آيس تہ، اِبراهيم! انهيءَ وقت کان اڳ پهرين هينئر جاڳ، جڏهن توکي موت جي وسيلي جاڳايو ويندو.

جاڳ مسافر جيئڙا، تون ننڊ نہ ڪر نادان،
سنجيو بيٺو تنھنجي سر تي، ڦھري ڪال ڪمان،
وڃي وسايا سڀ ڪنھن، مٽيءَ جا تہ مڪان،
اجايا ايمان، 'درمون' ڪر نہ دنيا جا.

انھيءَ ڳالھين ھن جي دل ۾ مالڪ جو خوف ۽ دنيا جي بي بقائيءَ جو، اھڙو تہ اثر ڪيو جو پرماتما جي رحمت سان ھن جون اندريون اکيون کلي پيون. ھن پوءِ تخت ۽ حڪومت کي لت ھڻي، فقيري اختيار ڪئي ۽ شھر کان ٻاھر نڪري ھليو ويو.

ابراھيم پنھنجن ڪيل گناھن کي ياد ڪري پيو روئندو ھو ۽ جھنگلن ۽ پھاڙن ۾ پيو گھمندو ھو. آخر اچي ھندستان ۾ نڪتو. گھٽيءَ ڳولا کان پوءِ اچي ڪاشيءَ ۾ پھتو، جتي ڪبير صاحب رھندو ھو. ڪبير صاحب کي ابراھيم عرض ڪيو تہ "مون کي پنھنجو شاگرد ڪري رکو." ھن چيس تہ "تون بادشاھ آھين ۽ مان ھڪ غريب ڪوري آھيان، تنھنجو مون سان ڪيئن گذارو ٿي سگھندو؟" ابراھيم تنھن تي چيس "مان بادشاھ بڻجي توھان وٽ ڪونہ آيو آھيان، پر ھڪ غريب منگتو ٿي آيو آھيان. رب جي واسطي مون کي پنھنجي پناھ ۾ رکو." زال جي دل نرم ٿيندي آھي، ڪبير صاحب، پتنيءَ لوئيءَ جي سفارش ڪرڻ تي ابراھيم کي پاڻ وٽ رھايو.

ڇھ سال برابر ابراھيم ڪپڙي اُڻڻ ۽ سٽ ڪتڻ جو ڪم ڪيو. مائي لوئيءَ ھڪ ڏينھن ڪبير کي عرض ڪيو، "ھي بادشاھ آھي ۽ اسين غريب ڪوري آھيون. جيڪي بہ اسين ڪائيندا آھيون سو ھيءُ بہ ڪائي صبر ۾ رھندو آھي، ھن تي ڪجھ بخشيش ڪريو." تنھن تي ڪبير چيس، "اجا ھن جو ھردو نرمل نہ ٿيو آھي." لوئيءَ چيو، "اُنھيءَ جي کھڙي ثابتي آھي؟ ھو رکي سکي ڪائي صبر سان اسان جي شيوا پيو ڪري ۽ ڪنھن بہ ڪم لاءِ انڪار نہ ٿو ڪري، پوءِ ھن جو ھردو ڪيئن نرمل نہ آھي؟" تنھن تي ڪبير صاحب چوڻ لڳو "چڱو ھيئن ڪر، گھر جو ٻھر، ڪن، ڪچرو ڪٺي تون ڪڏ تي چڙھي وڃ ۽ مان ابراھيم کي ٻاھر ٿو موڪليان، جڏھن ھو ٻاھر دروازي کان لنگھي تہ تون اھو سڄو گند ڪچرو ھن جي مٿان اُڇلي، پنيان لڪي بيھج ۽ ڪن لائي ٻڌج تہ ھو ڇا ٿو چوي." جڏھن لوئي ويئي، تڏھن ڪبير صاحب ابراھيم کي سڏي چيو، "پٽ! فلاڻي شيءِ وڃي ٻاھران ڪٺي اچ" جيئن ابراھيم اجا دروازي کان ٻاھر لنگھيو ئي مس، تيئن مائي لوئيءَ ، سڄو ٽوڪرو گند جو ڪٺي ابراھيم مٿان وڌو، ۽ پاڻ پنيان لڪي ڪن ڏيئي ٻڌڻ لڳي، تہ ابراھيم ڇا ٿو چوي. ھو چوڻ لڳو "افسوس! صد افسوس!! جي مان بخارا جو بادشاھ ھجان ھا تہ جيڪي چاھيان ھا سو ڪريان ھا!" مائي لوئيءَ ڪبير کي وڃي ٻڌايو تہ ابراھيم ھيئن ٿي چيو. تنھن تي ڪبير صاحب چيو "مون توکي اڳيئي ٿي چيو تہ اجا ھن جو ھردو، نام جي وجھڻ جي قابل نہ آھي."

ڇهه سال ٻيا بہ ائين گذري ويا. هڪ ڏينهن ڪبير چيو تہ ”هاڻ برتن تيار آهي.“ تنهن تي مائي لوئيءَ چيو. ”مان تہ ابراهيم ۾ هينئر بہ ڪجهہ بہ فرق نہ ٿي ڏسان. هو جهڙو اڳي هو. تهڙو هينئر بہ آهي.“ ڪبير صاحب جي گهر ۾ عام ساڌو مهاتما اچي رهندا هوا ۽ ڪيترا ڀيرا ائين بہ ٿيندو هو. جو گهر وارن کي کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ بچندو هو ۽ هو پوءِ فقط ٿورا ڀڳڙا کائي سمهي پوندا هئا. ڪبير صاحب لوئيءَ کي چيو. ”ابراهيم اڳئين وانگر اسان جي حڪم مڃڻ کان انڪار نہ ٿو ڪري. جيڪي بہ اسين هن کي ڏيون ٿا سوکائي سنتوش سان سمهي پوندو آهي. پر جيڪڏهن تون هن ۾ فرق ڏسڻ ٿي چاهين تہ هيئن ڪر. اڳي تو گهر جو ڪن ڪچرو هن جي مٿان وڌو هو. پر هاڻي وري ڪاڪوس جو مٽلو. مؤتر ۽ ٻيون ڪنيون بانس واريون شيون ڪنهن برتن ۾ وجهي رک. جڏهن ابراهيم گهٽيءَ مان لنگهي تڏهن ڪڏ تان هيٺ لهي هنجي مٿان ڪيرائج“.
جڏهن ابراهيم ٻاهر ٿي ويو تہ مائي لوئيءَ سڄو بانس وارو گند ڪٺي هن جي مٿان ڪيرايو. ابراهيم ڪلي ڏنو. خوش ٿيو ۽ منهن ڳاڙهو ٿي ويس. چوڻ لڳو. ”مٿان گند اڇلائڻ وارا! شاباس هجيئي. شل مالڪ تنهنجو ڀلو ڪري! هيءُ سؤٽر من. ڏاڍو اهنڪاري آهي ۽ هنجو اهو ئي علاج آهي.“

صـــبر ۽ شـــڪر ســـين، ڪـــر ڪينـــي ڪـــي قـــتلام،
تـــہ نانگـــا تنهنجـــو نـــام ليڪجـــي لاهـــوتين ۾.
(شاهہ)

يعني صبر ۽ شڪر ڪري پنهنجي اهنڪار کي مار، تہ پوءِ تنهنجو نالو ڀڳتن ۾ ليکيو ويندو.

لوئيءَ سڄو احوال اچي ڪبير صاحب سان ڪيو. تہ ابراهيم هيئن ٿي چيو. تنهن تي هن چيو تہ هاڻي باقي هن ۾ ڪا بہ ڪسر نہ بچي آهي.

ڪبير صاحب جهڙو سنت ۽ وري بخارا جي بادشاهہ جهڙو چيلو. جيئن ڪبير صاحب هن کي نام جي دولت ڏيندو ويو، تيئن تيئن ابراهيم جو روح مٿي چڙهندو ويو. پوءِ ڪبير صاحب هن کي چيو تہ. هاڻي جتي مرضي پويئي اُتي وڃ تنهنجي ڀڳتي پوري مڪمل ٿي ويئي.

پوءِ هو گهمندو اچي نيشاپور نالي شهر جي ويجهو هڪ جهنگل ۾ پهتو. اُتي هڪ تمام خوفناڪ غار هئي. جنهن ۾ برابر نوَ سال هن ويهي بندگي ۽ ڌيان ڪيو. هر جمع جي ڏينهن هو غار کان ٻاهر نڪرندو هو ۽ جهنگل مان ڪاٺيون ڪنيون ڪري، وڪڻي جيڪي ملندو هوس، تنهن جو اڌ خيرات ڪري، باقي اڌ پئسن جون مانيون خريد ڪري، وري اچي غار ۾ ويهندو هو ۽ ايندڙ جمع تائين وري ٻاهر نہ نڪرندو هو. سڪل مانيون پاڻيءَ ۾ پسائي انهن تي گذارو ڪندو هو. جڏهن ماڻهن کي ابراهيم جي اُتي رهڻ جي خبر پئجي ويئي، تڏهن هو اُتان نڪري هليو ويو.

چاليهہ سال ابراهيم ملڪن جا ملڪ ڦرندو رهيو ۽ آخر اچي مڪي جي ويجهو پهتو. هن جي اچڻ جو ٻڌي اتي جا ماڻهو هن جي آجيان ڪرڻ لاءِ هن کي اڳيان ملڻ آيا. ابراهيم کي جڏهن اها خبر پيئي تہ ماڻهو سندس آجيان لاءِ اچي رهيا آهن، تڏهن پاڻ قافلي کان الڳ ٿي اڳيان وڌي آيو، تہ جيئن ڪير کيس ڪو بہ سڃاڻي نہ سگهي. ماڻهو جيڪي اڳيان وڌي آيا هئا، تن ابراهيم کي اُنهيءَ طرف کان ايندو ڏسي، پڇيو تہ "چا! ابراهيم ويجهو آهي؟ اسين سڀ هن جي آجيان لاءِ وڃي رهيا آهيون." تنهن تي هن چيو، "توهين اُن ڪافر بي ايمان کان ڇا ٿا گهرو؟" اهو ٻڌي ماڻهن ونئي هن کي ماريو تہ "تون هڪ ولي ۽ درويش کي ڪافر ۽ بي ايمان ٿو چوين، تون خود ڪافر ۽ بي ايمان آهين." ابراهيم فرمايو تہ "مان بہ تہ اها ساڳي ڳالهہ ٿو چوان، جيڪا توهين چئي رهيا آهيون." جڏهن اُهي ماڻهو هليا ويا، تڏهن هن پنهنجي من کي چيو تہ "اي من! تو پنهنجي ڪئي جي سزا پاتي، مالڪ جو شڪر آهي، جو مون توکي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيڻ نہ ڏنو ۽ تو هاڻي آجيان جو مزو چکيو." هاڻي ابراهيم مڪي ۾ رهڻ لڳو ۽ هميشہ پنهنجي محنت سان ڪمائي، پنهنجو ۽ پنهنجن سائين جو پيٽ پاليندو هو. جنهن وقت هن پنهنجي تخت ۽ تاج کي لت هڻي ڦٽو ڪيو هو، تڏهن هن کي هڪڙو ئي سڪليڊو پٽ هو، جو ٿڃ ڌائيندو هو. جڏهن پٽس جوان ٿيو، تڏهن ماءُ کان پڇيائين، "امان! منهنجو پيءُ ڪٿي آهي؟" ماڻس هن کي سچو احوال ڪري ٻڌايو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ ابراهيم جو پٽ، پنهنجي ماءُ ۽ ڪيترن ماڻهن کي ساڻ ڪري، حج لاءِ مڪي روانو ٿيو. اُتي پهچي کيس معلوم ٿيو تہ ابراهيم جهنگ ۾ ڪاٺيون ڪرڻ ويو آهي. پٽس بہ جهنگ ۾ پهتو. ڇا ٿو ڏسي تہ هڪ ٻڍو ماڻهو ڪاٺين جي ڀري مٿي تي کڻي پيو اچي. پيءُ جي پيار هن جي اندر ۾ اُڇل ڏني، پر هن پاڻ سنڀالي ورتو ۽ آهستي آهستي هن جي پٺيان هلندو بازار ۾ اچي پهتو. ابراهيم بازار ۾ اچي واڪو ڪري چيو، "آهي ڪو ماڻهو جو هيءَ پاڪ شيءِ پاڪ پئسن ۾ وٺي؟" اُتي هڪ ماڻهوءَ اُهي ڪاٺيون خريد ڪيون. انهن پئسن مان ڪجهہ مانيون خريد ڪري هو پنهنجي اڏي تي آيو، پاڻ بہ ڪجهہ کاڌائين ۽ پنهنجن سائين کي بہ ڏنائين ۽ پوءِ هو مالڪ جي ڌيان ۾ ويهي رهيو. سندس پٽ اهو سمورو حال ڏٺو.

هٿن سان هاج ڪر، مک سان نام ڏياءِ،
پگهر جي پورهئي سان، ڪجهہ بکئي جي منهن پاءِ،
پئي سانگ رساءِ، تہ خوش هوندين 'خانؤ' چوي.

هينئر حج جي موسم شروع ٿيڻ واري هئي. ابراهيم پنهنجن شاگردن کي چيو تہ "توهين زالن ۽ خوبصورت ڇوڪرن ڏانهن ڪڏهن بہ نہ نهارجو." قدرت سان ابراهيم جو پٽ ۽ ابراهيم جي زال جيئن ڪعبي جي چوڌاري ڦيرو پئي پاتو. تيئن ابراهيم سامهون گڏجي وين. هن پٽ ڏانهن خوب غور سان نهاريو. شاگردن پڇيس تہ "توهان تہ

چوڪرن ڏانهن نهارڻ جي منع ڪئي هئي، پر هينئر تہ توهين خود هڪ سهڻي چوڪر ڏانهن نهاري رهيا آهيو؟" ابراهيم جواب ڏنو "شايد هيءُ منهنجو پٽ آهي!" جڏهن پٽ پنهنجي پيءُ کي ڏنو ۽ زال پنهنجي مڙس کي ڏنو، تڏهن ابراهيم جي زال بيتاب ٿي ويئي، پنهنجي مڙس کي چنبڙي ايترو تہ رنائين، جو هوءَ بيهوش ٿي ويئي. ابراهيم اُتان وڃڻ ٿي چاهيو، پر پٽس کيس نہ ڇڏيو ۽ جوڙس وني رڙ ڪئي. اُنهيءَ وقت ابراهيم آسمان ڏانهن نهاريو تہ هڪدم سندس زال سندس پاسي ۾ ڪري مري ويئي. ابراهيم جي شاگردن انهيءَ اسرار ڀرئي ڳالهہ جو ڪانئس سبب پڇيو. تنهن تي هن فرمايو تہ "جڏهن مان پٽ کي ڏٺيس تڏهن هن جو پيار منهنجي اندر ۾ جوش مارڻ لڳو ۽ انهيءَ دم درگاهہ مان آواز آيو، "اي ابراهيم! تون مون سان دوستي يعني پيار جو دم ٿو ڀرين، مگر ٻيار ڪرين ٿو ٻئي ڪنهن کي. شاگردن کي هدايت ٿو ڪرين تہ زالن ۽ چوڪرن ڏانهن نہ نهاريو، پر تون پاڻ خود زال ۽ پٽ جي محبت ۾ گرفتار ٿي وئين!" ابراهيم وڏيڪ چيو تہ مون عرض ڪيو، "اي مالڪ! تون منهنجي جان وٺ يا منهنجي زال جي حياتي وٺ" تنهن تي منهنجي زال جي حق ۾ عرض قبول پيو ۽ هوءَ مري ويئي."

**ڏوڪا مت ڪانا جڳہ آئي پياري، ڏوڪا مت ڪانا جڳہ آئي،**
**ڪوئي ميت نہ جانو اپنا، سڀ نڳ ٻڌني ڦانسي لائي.**
(سوامي جي مهاراج)

هڪ دفعي ابراهيم کي، هڪ درويش گڏيو ۽ هن سان تنگدستيءَ يعنيٰ پئسي جي تنگيءَ جي دانهن ڪرڻ لڳو. تنهن تي ابراهيم کيس چيو، "اِئين ٿو معلوم ٿئي تہ چڻ تہ، تو ڪا درويشي مفت ۾ حاصل ڪئي آهي!" درويش هن کان پڇيو، "درويشي بہ ڪا خريد ڪئي ويندي آهي ڇا؟" تنهن تي ابراهيم فرمايو، "ها! مون اها بلخ جي بادشاهي عيوض خريد ڪئي آهي، مگر سمجهان ٿو تہ اها تڏهن بہ مون کي سستي ملي آهي."

هڪ ڏينهن هڪ شاهوڪار، ابراهيم وٽ هزار رپيا ڪٺي آيو ۽ چيائينس تہ اهي مون کان وٺڻ منظور ڪريو، هن فرمايو "مان محتاجن کان ڪجهہ بہ نہ وٺندو آهيان" تنهن تي انهيءَ ماڻهوءَ چيو، "مان تہ محتاج نہ آهيان، بلڪ هڪ دولتمند آهيان." ابراهيم پڇيس تہ مون کي ٻڌاءِ تہ توکي وڌيڪ خواهش آهي يا نہ؟ هن جواب ڏنو تہ ها، اها تہ اٿم. تنهن تي ابراهيم چيس تہ رپيا کڻ ۽ هليو وڃ، ڇاڪاڻ تون محتاجن جو بہ سردار آهين.

سچا فقير پرهيزگار ٿيندا آهن ۽ حق جي ڪمائي ڪري، حق جي شيءِ ڪم آڻيندا آهن. مڪي ۾ هڪ زمزم نالي چشمو آهي، جنهن کي مسلمان پاڪ ڪري ليکيندا آهن ۽ اُنهيءَ مان پاڻي ضرور پيئندا آهن. ابراهيم ڪڏهن بہ اُنهيءَ کوهہ جو پاڻي نہ پيتو، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ مان پاڻي ڪڍڻ وارو ڏول، ڏنل پيتائن مان تيار ٿيندو هو.

هڪ ماڻهو گهڻي مدت تائين ابراهيم جي سنگت ۽ محبت ۾ رهيو هو، سو هڪ ڏينهن هن کان موڪلائي پنهنجي وطن ڏي وريو. موڪلائڻ مهل ابراهيم کي عرض ڪيائين "جيڪڏهن توهان مون ۾ ڪي عيب ۽ برايون ڏٺيون هجن ته مهرباني ڪري مون کي اُهي ٻڌايو." تنهن تي هن چيس "اي دوست! مون هميشه توکي دوستيءَ جي نظر سان پئي ڏٺو آهي، تنهن ڪري پنهنجا عيب ڪنهن ٻئي کان وڃي پڇ."

هڪ دفعي خليفي، ابراهيم کان پڇيو، "تون ڪهڙو ڪم ڪندو آهين؟" ابراهيم جواب ڏنس "جيڪي ماڻهو دنيا چاهين ٿا تن کي مون دنيا سونپي ڏني آهي، جيڪي پرلوڪ جا سک چاهين ٿا، تن کي مون پرلوڪ ڏيئي ڇڏيو آهي. پر مون هن دنيا ۾، صرف مالڪ جي بندگي اختيار ڪئي آهي ۽ هن دنيا کان پوءِ، مون مالڪ جو ديدار پسند ڪيو آهي."

هڪ ڏينهن هڪ حجام جڏهن ابراهيم جا وار ڪتي رهيو هو ته اوڏيءَ مهل، هن جو هڪ مريد اُتي اچي نڪتو. ابراهيم چيس "تو وٽ ڪجهه هجي ته هن حجام کي ڏي" مريد هڪ ڳوٿري ڪڍي حجام کي ڏني. ايتري ۾ هڪ فقير اُتي آيو ۽ اچي ڪجهه گهريائين. حجام تنهن تي هڪدم اُها ڳوٿري ڪڍي هن کي ڏني. اهو ڏسي مريد عجب ۾ پئجي ويو ۽ حجام کي چيائين، "اي دوست! اِها ٿيلهي ته نقديءَ سان ڀريل هئي." حجام جواب ڏنس، "اي ڪنجوس! مون کي خبر آهي ته شاهوڪاري دولت سان نه، پر دل سان ٿيندي آهي." تنهن تي مريد وراڻيو، "پر هن ڳوٿريءَ ۾ ته روپيا ۽ گنيون ڀيل هيون." اهو ٻڌي حجام چيو، "جنهن ماڻهوءَ کي مان ڪجهه ڏيندو آهيان، تنهن جي قدر جي مون کي سڌ هوندي آهي."

هڪ دفعي ڪن ماڻهن ابراهيم کان سوال ڪيو، "توهان جو بادشاهت کي ٺوڪر هڻي درويشي اختيار ڪئي، پر هاڻ ٻڌايو ته انهيءَ کان پوءِ توهان کي ڪڏهن خوشي بہ نصيب ٿي آهي؟"

هن فرمايو ته هيٺين موقعن تي مان ڏاڍو خوش ٿيو آهيان.

هڪ دفعي مان ٻيڙيءَ ۾ وڃي رهيو هوس، منهنجا ڪپڙا ميرا ۽ وار وڏا هئا، اهو ڏسي ٻيا ماڻهو جيڪي ٻيڙيءَ ۾ هئا، سي مون تي ٺٺوليون ڪرڻ لڳا. انهن ۾ هڪ مسخرو بہ هو، جنهن هر هر اچي مون کي ڌڪ پئي هنيا ۽ وار ڇڪي چونڊڙيون پئي پاتيون. اُنهيءَ مهل مان پنهنجي اُنهيءَ ذات تي خوش پئي ٿيس. اُنهيءَ وقت اوچتو اچي طوفان لٿو ٻيڙيءَ واري چيو ته، جي ڪنهن ماڻهوءَ کي درياءَ ۾ اُڇلائي ٻڪ ڏيندا، ته پوءِ طوفان بند ٿي ويندو ۽ سيني جون حياتيون بچي پونديون. هنن مون کي ڪن کان پڪڙي درياءَ ۾ اُڇلائڻ تي چاهيو، پر اچا منهنجي ڪن کي هٿ لاتائون مس، ته طوفان بند ٿي ويو. جنهن مهل ماڻهن مون کي ڪن کان پڪڙيو هو، تنهن وقت مون کي ڏاڍي خوشي ٿي.

ٻئي دفعي مان هڪ مسجد ۾ سمهڻ لاءِ ويس، پر ماڻهن مون کي اُتي سمهڻ نه ڏنو ۽ ڌڪ هڻي مون کي گهيلي ڏاڪڻ تان ڌڪو ڏيئي ڪيرائي ڇڏيائون. جيئن جيئن مان ڏاڪڻ تان هيٺ ڪرندو پئي ويس، تيئن تيئن منهنجي مٿي کي ڌڪ لڳندا پئي ويا ۽ هر هڪ ڏاڪي تي نوڪر لڳڻ مهل، مون لاءِ مالڪ جو نئون نئون راز کلندو پئي ويو. انهيءَ وقت چيم ته اجا اهي ڏاڪا وڌيڪ هجن ها، ته مالڪ جا ٻيا وڌيڪ راز کلن ها.

هڪ دفعي هڪ ماڻهوءَ ابراهيم کي نوڪريءَ ۾ رکڻ لاءِ چيو، ابراهيم نالو پڇيس، نوڪر چيس ته "جنهن نالي سان مون کي سڏيندا اُهو ئي منهنجو نالو آهي." وري پڇيائينس ته "ڪيترو پگهار وٺندين؟" چيائين ته "جيڪو توهين ڏيندا." ابراهيم پڇيس ته "ڪهڙو ڪم ڪندين؟" هن چيو ته جيڪو ڪم ڪرائيندا. وري پڇيائينس ته "ڇا پهريندين؟" چيائين ته "جيڪي پاڻ لاءِ ڏيندا." وري سوال ڪيائينس ته "ڇا کائيندين ؟" نوڪر چيو ته "جيڪي به کارائيندا." وري پڇيائينس ته "ٻي ڪا تنهنجي خواهش ؟" هن جواب ڏنو ته "مان نوڪر ٿيس ته پوءِ منهنجي خواهش ڪهڙي!" هن جون اِهي ڳالهيون ٻڌي، ابراهيم جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ چوڻ لڳو ته دنيا ۾ ورتڻ جو ڍنگ مون کي هينئر، هن سيکاريو آهي. هي ماڻهو دنيا جي واسطي سڀ ڪجھ قربان ڪري رهيو آهي ۽ مان پنهنجي مرضيءَ موجب هلي رهيو آهيان. ڪهڙو نه چڱو ٿئي، جو مان به هر وقت پاڻ کي مالڪ جو نوڪر سمجهي، دنيا جو ڪم ڪار ڪريان! جيڪي مالڪ ڏئي سو واه واه، جيڪي ڪري سو به واه واه، دم دم شڪر.

هڪ ڀيري اِبراهيم، سنان ڪرڻ لاءِ ڪنهن حمام ۾ ويو. هن جا ڦاٽل ڪپڙا ڏسي، ماڻهن هن کي اندر اچڻ کين ڏنو. تنهن تي هن چيو "جيڪڏهن ڪنهن کي خالي هٿين شيطان جي گهر به نه ٿا اچڻ ڏين، ته پوءِ مالڪ جي گهر بندگيءَ جي ثمر کان سواءِ ڪهڙيءَ طرح اچڻ ڏيندا؟"

ڪن ماڻهن ابراهيم کان پڇيو ته "اسين مالڪ کي وينتي ڪريون ٿا مگر هو اسان جو عرض نه ٿو اونائي، انهيءَ جو ڪهڙو سبب آهي؟" هن جواب ڏنو "توهان کي مالڪ جي سڌ به آهي، پر توهين هن جو حڪم نه ٿا مڃو. سنتن ۽ درويشن کي سچاڻو به ٿا، پر هنن جي چوڻ تي نه ٿا هلو. هنن جون پاڻيون ۽ لکيل ڪتاب پڙهو به ٿا، پر انهن تي عمل نه ٿا ڪريو. توهين سمجهو به ٿا ته دوزخ گنهگارن لاءِ آهي، پر انهيءَ ڳالھ جو ڪو به خوف نه ٿا ڪريو. شيطان کي پنهنجو دشمن سمجهي به، هن کان پري نه ٿا ڀڄو، بلڪ هن سان دوستي يعني پيار ڪريو ٿا. توهان کي خبر به آهي ته موت ايندو ۽ ڇڏيندو ڪونه، پر توهين هن کان ٻچي ڪو به آخرت جو ثمر نٿا ناهيو. پنهنجن پيارن، مائٽن، دوستن ۽ ٻين جو موت اکين سان ڏسي به انهيءَ مان ڪو به سبق نٿا پرايو ۽ براين ۽ ٻچڙن ڪمن کي نه ٿا ڇڏيو، بلڪ ٻين جي عيب جوئي ٿا ڪريو. جيڪو اهڙي قسم جو نجس ۽ ڊيٺ هوندو، تنهن جو عرض مالڪ ڪيئن قبول ڪندو؟ اهڙي ماڻهوءَ جي وينتي ڏٺي ٻڌي ٿو، پر اونائي نه ٿو."

**مــــــــــوت ســــــــــــي ڊرت رهـــــــــــــو دن رات،**
**اِڪ دن پـــاري پيـــڙ پرينگـــي، جـِـو ڪـــودينگي ڏر ڏر لات،**
**وه دن ڪـــي تـــم يـــاد بســـاري، اب پـــوڳن ۾ رهـــو پـــلات.**
(سوامي جي)

رات ڏينهن موت جو ڊپ ڪر. موت جو ڏينهن تنهنجي لاءِ ڏاڍو ڏکيو ۽ خوفناڪ وقت آهي. انهيءَ ايندڙ موت جي وقت کي تون وساري ڀوڳن ۾ غافل ٿي وينو آهين.

هڪ ڏينهن ابراهيم، دجله نديءَ جي ڪپ تي گودڙي وڇائي سبي. ته هنجو وزير اُتي اچي نڪتو. اُن وقت ابراهيم جي شڪل بدلجي ويئي هئي. ڪٿي بادشاهي لباس ۽ ڪٿي ڦاٽل ڪپڙا! تڏهن به وزير هن کي سڃاڻي ورتو. پڇيائينس ته "توهين ابوبن آدم آهيو؟" چيائين ته "هائو." وزير چيس ته، "مان توهان جو وزير آهيان. توهان جي وڃڻ ڪان پوءِ، مون توهان جي پٽ کي پالي وڏو ڪيو. هينئر به توهين هلي بادشاهي ڪريو ۽ آرام سان حياتي بسر ڪريو. بلخ جي بادشاهي ڇڏي توهان کي ڇا حاصل ٿيو آهي؟ اهو ٻڌي ابراهيم کي جيڪا سئي هٿ ۾ هئي سا ڪٽي پاڻيءَ ۾ ڪيرايائين ۽ وزير کي چيائين "پهرين تون منهنجي سئي پاڻيءَ مان ڪڍي اچ. ته پوءِ مان توکي سوال جو جواب ڏيان." وزير چيس ته "مون کي اڌ ڪلاڪ جي مهلت ڏيو ته مان بازار مان لکين سيون آڻي حاضر ڪريان." ابراهيم چيس ته "مون کي اُهائي سئي گهرجي. جا مون پاڻيءَ ۾ ڪيرائي آهي." وزير چيس ته "اهو ناممڪن آهي. ڇاڪاڻ ته پاڻي تمام اونهو ۽ تيز وهي رهيو آهي." ابراهيم ٿوري توجهه ڏني ته هڪ مڇي، اُها سئي وات ۾ وجهي پاڻيءَ مٿان آئي. تنهن تي ابراهيم وزير کي چيو "مان تنهنجي بادشاهيءَ کي ڇا ڪريان! مان ته هينئر انهيءَ بادشاهه جو نوڪر آهيان، جنهن جي هٿ ۾ ڪنڌ برهمنڊ آهن. تون ڇاڻ منهنجو پٽ ڇاڻي، منهنجو ڪو به واسطو نه آهي."

چون ٿا ته پڇاڙيءَ جي وقت ابراهيم ڪيڏانهن هليو ويو ۽ سندس ڪو به پتو نه پيو.

# مولانا روم

مولانا روم تمام اوچ ڪوٽيءَ جو سنت ٿي گذريو آهي. هن جو اصل نالو جلال الدين هو. ايشيا مائينر کي انهيءَ زماني ۾ روم ڪري چوندا هوا. پٽس جو نالو بهاوالدين هو ۽ هن جو وطن بلخ هو. هن جو پيءُ انهيءَ زماني جو لاثاني عالم هو. هو 1207ع ۾ ڄائو هو. جڏهن هو اڃا ڇهن سالن جو هو ته خواجا فريد الدين عطار جو هڪ ڪامل سنت هو، تنهن هن کي ڏسي، پٽس کي چيو ته هن ٻي بها رتن کان غافل نه ٿج. ارڙهن ورهين ۾ هن شادي ڪئي. ڪجهه سالن کان پوءِ پٽ ڄائس جنهن جو نالو سلطان رکيائون. شروعات ۾ هن پنهنجي پيءُ کان تعليم حاصل ڪئي. تنهن کان پوءِ هن کي پٽس پنهنجي شاگرد سيد برهان الدين، جو هڪ عالم ۽ خداپرست هو، تنهن کي سپرد ڪيو. پڙهڻ سان گڏ هو هن کي اخلاق جون ڳالهيون پڻ سيکاريندو هو. پيءُ جي مرڻ کان پوءِ به مولانا روم پنهنجي استاد جي خدمت ۾ لڳو رهيو.

هڪ ڏينهن هن جو امتحان ورتو ويو. برهان الدين هن کي پورو ماهر ڏٺو ۽ کيس چيائين، "تو علم جون سڀ ڳالهيون سکي راس ڪيون آهن. باقي توکي حقيقي علم سکڻ جي ضرورت آهي، تنهنجي پيءُ جي مون وٽ امانت رکيل هئي، جا مان توکي ڏيان ٿو." تنهن کان پوءِ به هو نوَ سال هن وٽ رهيو.

مولانا روم، علم ۽ اخلاق ۾ ايترو ته مشهور ٿي ويو، جو تمام پريان پريان جا ماڻهو، هن وٽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ذرم علم جي ڏکين ڳالهين بابت رايا پڇڻ ايندا هوا. هن وٽ وڏن وڏن پڙهيلن، امير امرائن ۽ شاگردن جي ڀيڙ لڳي پيئي هوندي هئي. انهن سيني ڳالهين هوندي به مولانا تي اڃا دنيا جو رنگ چڙهيو پيو هوندو هو. حقيقت ۾ هن جي روحاني زندگيءَ جو شروعاتي دور، شمس تبريز جي ملاقات کان پوءِ شروع ٿيو. مولانا روم ۽ شمس تبريز جي پهرين گڏجاڻي مختلف صورتن ۾ بيان ڪئي ويئي آهي.

چوَن ٿا ته هڪ دفعي مولانا روم ڪنهن تلاءَ جي ڪپ تي وينو هو ۽ سندس پرسان ڪئين ڪتاب رکيل هئا. اوڏيءَ مهل شمس تبريز اُتي اچي نڪتو. شمس پڇيس "ڇا هي ڪتاب آهن؟" مولانا چيس "ها! هي ڪتاب آهن، تنهنجو انهن سان ڪهڙو مطلب؟" تنهن تي شمس تبريز سڀ ڪتاب کڻي پاڻيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيا. اهو ڏسي مولانا کي ڏاڍو رنج ٿيو ۽ چيائين "اي درويش! تو منهنجي اهڙي شيءَ برباد ڪئي آهي جا هينئر ڪنهن به طرح ملي نه سگهندي." تنهن تي شمس صاحب تلاءَ ۾ هٿ وجهي، اهي سڀ ڪتاب پاڻيءَ مان سڪل ٻاهر ڪڍيا. اهو ڏسي مولانا کي وڏي حيرت وٺي ويئي.

ستا ست نہ سارين، اَلف جنھن جي اڳ ۾،
نا حق نھارين پنا پيا پھرڻ لاءِ
(شاهه ڀٽائي)

هڪ شخص وري مولانا روم ۽ شمس تبريز جي ملاقات جو هيئن بيان ڪيو آهي. شمس تبريز جي مرشد بابا ڪمال الدين، شمس تبريز کي حڪم ڏنو تہ روم وڃ، جتي هڪ دکي دل آهي. تنهن کي وڃي شانتي بخش. جڏهن هو روم پھتو تہ اُتي ڏٺائين تہ مولانا روم جي سواري ڏاڍي ڌام ڌوم سان پيئي اچي. شمس صاحب رستو روڪي آهستي مولانا کي چيو "رياضت (روحانيت) جو مطلب ڇا آهي؟" مولانا جواب ڏنو، "شريعت جو حڪم مڃڻ" تنهن تي شمس صاحب چيو "انهيءَ ڳالھ جي تہ سيني کي سڌ آهي" تنهن تي مولانا چيو "ڀلا انهيءَ کان وڌيڪ ٻيو ڇا ٿي سگھندو آهي؟"

شمس تبريز چيو، "علم جو مطلب هي آهي تہ هو توکي سچيءَ منزل مقصود تي پھچائي" پوءِ هن هڪ بيت چيو جنهن ، جو مطلب هو تہ، اُهو علم جيڪو تنهنجو آپو ۽ خودي توکان نہ ڇڏائي، انهيءَ کان جهالت بهتر آهي. پوءِ مولانا هن جو مريد ٿيو.

هڪ سپھہ سالار جو مولانا جي سنگت ۾ ورهيہ رهيو هو، سو وري هيئن ٿو چوي تہ شمس تبريز عام صوفين وانگر مريد ڪونہ ڪندو هو. هو اڳڻ نا هي وڪٽندو هو ۽ جيڪي اُنهيءَ مان ملندو هوس، تنهن تي صبر ۽ شڪر سان گذارو ڪندو هو. هو هميشہ پيو گھمندو هو ۽ مهمان سراءِ ۾ ٽڪندو هو. اندر ڌيان ڪري سماڌيءَ ۾ اچي ويندو هو. هڪ دفعي شمس تبريز مالڪ کي وينتي ڪئي "اي شهنشاه! ڪو اهڙو ماڻهو ملاءِ، جو منهنجي صحبت مان فائدو وٺي" اندر ۾ آواز آيس تہ روم وڃ، هو اُتي پنڌ پيو ۽ اچي قونيہ ۾ پھتو ۽ اچي مهمان سراءِ ۾ رهيو. اُنهيءَ سراءِ جي اڳيان هڪ ٿلهو هو، جتي شهر جا وڏا ماڻهو، پڙهيل ۽ بزرگ شام جو اچي وهندا هئا. شمس بہ اُتي ايندو هو. مولانا روم کي هن جي اچڻ جي خبر پيئي ۽ هن کي گڏجڻ لاءِ گھر مان روانو ٿيو. رستي ۾ ماڻهو هن کي پيري پوندا پئي ويا. اهڙي شان سان هو اچي سراءِ جي دروازي وٽ پھتو. شمس تبريز سمجھيو تہ هي اُهو ئي ماڻهو آهي، جنهن لاءِ مون کي اندران اشارو ٿيو هو. گڏجڻ سان ٻنهي بزرگن جون اکيون هڪ ٻئي ۾ ملي ويئون. چاليهہ ڏينهن تائين ٻئي پاڻ ۾ گڏجي ويهي روح رهاڻ ڪندا هئا. پوءِ مولانا پنهنجي اندر ۾ وڏو ڦيرو سمجھيو. اُنهيءَ وقت کان پوءِ مولانا پاڙهڻ ۽ وعظ ڪرڻ ٻئي بند ڪري ڇڏيا ۽ انئي پهر هو پنهنجي مرشد جي صحبت ۾ رهڻ لڳو.

ظاهر بند و باطن مولي _ برهہ جي بازي پرجهي ڪير،
اِهو راز ڪري ٿو روشن — علي ولي شاهہ مردان شير.
(بيدل)

انهيءَ ڳالھ شهر ۾ وڏو شور مچائي ڇڏيو، ماڻهو چوڻ لڳا تہ خبر نہ آهي تہ هڪ ديواني ڪهڙو جادو ڪيو آهي، جو مولانا هاڻي ڪنهن بہ ڪم جو نہ وڃي رهيو

آهي! شور اينتري قدر وڌي ويو جو خود مولانا جا شاگرد اِها شڪايت ڪرڻ لڳا. اهو ٻڌي شمس تبريز، چپ چاپ ۾ دمشق هليو ويو. مولانا کي مرشد جي وڃڻ جو اهڙو تہ ڌڪ ۽ صدمو رسيو، جو هن ماڻهن سان گڏجڻ ئي ڇڏي ڏنو. ڪيتري وقت کان پوءِ آخر، جن شمس تبريز کي تنگ ڪيو هو، اُهي سڀ اچي ڏاڍو پشيمان ٿيا ۽ اچي مولانا کان معافي گهرياڻون ۽ اِهو فيصلو ڪيائون تہ مولانا جي وڏي پٽ سلطان سان هو سڀ گڏجي، دمشق مان شمس تبريز کي وٺي اچن. مولانا بہ هڪ وينتيءَ جي چٺي پنهنجي مرشد لاءِ ڪين ڏني.

**متان تون مون ڪي ڇڏين — سُونهان ڙي سڄڻ جا،**
**محبوبن سان نانءَ ڏٺيءَ جي — نيئِي غريب گڏين،**
**نتو چاڻان ڏينهن اُهوئي — ٿيندو الاجي ڪڏهين،**
**جڏهن حاضر ٿئين حضور ۾ _ نانءُ سچو ڪري سڏين.**
(سچل)

گهڻن ڏينهن کان پوءِ شمس تبريز مولانا وٽ قونيہ ۾ آيو. سامهون هڪ تنبو. هنيو ويو، جنهن ۾ شمس تبريز رهڻ لڳو.

**عين اتو اِنسان، پول متان پلي ڪائي،**
**دلق درويشي پهري آيو، صورت هن سلطان،**
**آهي جڳ ۾ سوري سرتيون، صاحب جو سئلان.**
(سچل)

مالڪ اِنسان جي صورت ۾ هن دنيا ۾ آيو آهي. هو درويشن ۽ سنتن جي صورت وٺي، سچ ڪند مان هن دنيا جو سئر ڪرڻ اچي ٿو.

مولانا جو پٽ، جڏهن پيءُ کي گڏجڻ ايندو هو، تڏهن شمس تبريز جي تنبوءَ اندران لنگهي، پوءِ پيءُ وٽ گهر ۾ اندر ويندو هو. شمس تبريز کي اِها ڳالهہ نہ وڻندي هئي ۽ اُنهيءَ تان هن کي ڪيترا دفعا منع بہ ڪئي هئائين، پر هو اُنهيءَ حرڪت کان باز نہ آيو. حاسدن کي موقعو ملي ويو، چوڻ لڳا تہ "ڪهڙو نہ غضب آهي، جو هڪ ڌاريو ماڻهو گهر وارن کي لنگهڻ نہ ڏئي." اِها ڳالهہ وڏي تي پڪڙجي ويئي. هڪ ڏينهن شمس تبريز چپ چاپ ۾ اُتان نڪري هليو ويو. مولانا روم، سيني پاسي چوڌاري ماڻهو ڊوڙايا ۽ پاڻ خود بہ ڳولا ۾ ويو، مگر هنجو ڪٿي بہ پتو نہ پيو. شمس تبريز جي جدائيءَ مولانا کي بيقرار ۽ بيتاب ڪري ڇڏيو. جيڪي ڪلام هو اُنهيءَ وقت چوندو هو سي جڻ تہ باهہ جا اُلا هئا.

**پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، ڪيا اَکم اَکڙين،**
**ملڻ لئہ محبوب جي، ٿيون راتو ڏينهن وسن.**
(سچل)

مولانا روم هڪ تڏي تي سمهندو هو. هن ڪڏهن به پنهنجي سمهڻ جي بستري تي گاديلو ۽ وهاڻو نه رکيو. ننڊ جو جهوٽو ايندو هوس، ته ويهي ويهي ليٽي پوندو هو. هو اڪثر ڏهه ڏهه ڏينهن ڪجهه به نه کائيندو هو ۽ نهايت وڏي صبر وارو هو. امير ۽ شاهوڪار ڪيس سوغاتون موڪليندا هئا، پر هو پاڻ وٽ ڪجهه به نه رکندو هو، هڪدم ٻين کي ڏيئي ڇڏيندو هو. ڪنهن شيءِ جي تنگي ٿيندي هئس ته سندس پٽ سلطان جي تمام زور ڪرڻ تي ڪٿي ڪجهه رکندو هو. جنهن ڏينهن هن وٽ ڪجهه به کاڌي جو سامان نه هوندو هو، تڏهن ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ چوندو هو "اڄ منهنجي گهر مان درويشيءَ جي خوشبوءِ اچي رهي آهي." هر وقت وات ۾ هريڙ پيئي هوندي هيس. ماڻهن انهيءَ جو سبب پڇيس، چيائين "مان نٿو چاهيان ته ڪو منهنجي وات جو ذائقو منو رهي." غريب ڪو سوالي ايندو هوس ته ان کي پنهنجو ڪڙتو به لاهي ڏيندو هو، انهيءَ ڪري ڪڙتي ۾ بيڙا به ڪو نه هوندا هئس، ته جيئن هڪدم اهو لاهي ڏيئي سگهي.

هڪ دفعي مولانا بزار مان پئي ويو ته، ڇوڪرن هنکي ڏٺو ۽ هنجي هٿ چمڻ لاءِ اڳيان وڌي آيا. هو اُتي بيهي رهيو ۽ هر طرف کان ڇوڪرا ايندا رهيا ۽ سندس هٿ چمي هليا پئي ويا. هڪ ڇوڪري چيو "مولانا صاحب! مهرباني ڪري ٿورو ترسجو، ته مان ٿورو ڪم لاهي ٿو اچان." مولانا اُتي ڇوڪري جي اچڻ تائين بيٺو ئي رهيو.

مولانا روم کي مولوي روم به ڪري چوندا هئا. اهو نالو هن تي انهيءَ ڪري پيو، جو هو روم يعني شام ۾ وڏو مولوي هو. هن کي بادشاهه وٽان فقط ويهه دينار مهيني ۾ پگهار ملندو هو ۽ هو انهيءَ جي عيوض ماڻهن کي فتوائون لکي ڏيندو هو. هن جو هڪ دوست به اُنهيءَ بادشاهه وٽ وڏي عهدي وارو هو ۽ اُن کي تمام گهڻو پگهار ملندو هو. ڪنهن مريد مولانا روم کي چيو ته "توهانجو دوست ته پاڻ وڏو پگهار ٿو کٽي پر توهانکي رڳو ويهه دينار ٿو ڏياري." تنهن تي مولانا روم فرمايو "ڀائي! هنجو خرچ به ته ڏسو!"

مولانا صاحب رات جو فقط ويهي پنهنجي ننڊ پوري ڪندو هو ۽ چوندو هو ته "ننڊ ۽ عاشق جو پاڻ ۾ وير آهي". هو پنهنجن مريدن کي چوندو هو ته "سمهي پئو" ۽ پاڻ انهن جي تسلي لاءِ پنهنجن گوڏن تي مٿو رکي، ويهندو هو ته پل مريد، انهيءَ حالت ۾ ڪيس ڏسي آزاديءَ سان سمهي سگهن.

**سيج ستي نون جهپ نہ آوي، نيڻن ننڊ حرام،**
**راتيان جاڳڻ صاحب سنيالڻ، اي فقيران دا ڪام،**
**مت عقل دي منجهہ گئي، آيا عشق اِمام.**
(شاهه ڀٽائي)

سيج پلنگ تي سمهندين ته مالڪ ڪين ملندو. اِها ننڊ حرام آهي. فقيرن جو ڪم آهي. فقيرن جو ڪم آهي رات جو جاڳي مالڪ کي ياد ڪرڻ. جڏهن مالڪ جو پريم اندر ۾ ايندو، تڏهن عقل جي مت ئي منجهي پوندي.

هڪ ڏينهن مولانا روم ڪنهن ٻئي ڳوٺ ويو، جتي هو پنهنجي دوست جي گهر رات جو پهتو. ڏٺائين تہ گهر جو دروازو بند آهي ۽ سمجهيائين تہ گهر جا ڀاتي سڀ سمهيا پيا آهن. گهر جو دروازو ڪين ڪڙڪايائين تہ متان گهروارن کي ڪا تڪليف ٿئي. سڄي رات هو ٻاهر ئي بيٺو رهيو ۽ مالڪ جي ياد ۾ رڌل رهيو. ايتري قدر جو هن جا ڳوڙها، ٿڌ ڪري، هنجي ڏاڙهيءَ ۾ ڄمي برف ٿي ويا. صبح جو جڏهين گهروارو هنجو دوست جاڳيو تہ هنکي ڏٺائين تڏهين هن مولانا کان ڏاڍي معافي گهري. گويا مولانا صاحب ڪنهن کي رتيءَ پر بہ تڪليف ڏيڻ مناسب نہ سمجهندو هو، پر اسين ماڻهو، ٿوريءَ گهٽيءَ ڳالهہ تي پنهنجن دوستن ۽ مٽن مائٽن سان وڙهون، جهڳڙون ۽ رسون ٿا.

هڪ ڏينهن مولانا بين سان گڏ وينو هو تہ، اُتي هڪ ماڻهو نشي جي حالت ۾ اچي مولانا سان ٽڪرايو، ماڻهن هنکي ڌڪو ڏيئي پري هٽايو. تنهن تي مولانا ماڻهن کي چيو تہ، "شراب هن پيتو آهي، پر بدمستي توهين پيا ڪريو."

شهر ۾ هڪ گرم پاڻيءَ جو چشمو هوندو هو، جنهن ۾ مولانا اڪثر سنان ڪندو هو. هڪ ڏينهن اُتي وڃڻ جو اِرادو ڪيائين، خدمتگارن اڳواٽ هنجي سنان جو هنڌ صفا ڪري رکيو. مولانا جي پهچڻ کان اڳ ڪي ڪوڙهي اچي اُتي سنان ڪرڻ لڳا. هن جي اچڻ تي خدمتگار ڪوڙهين کي اُتان هٽائڻ لڳا، پر مولانا ڪين ڇنيبو ۽ اُتي پاڻ بہ ويهي سنان ڪرڻ لڳو.

هڪ دفعي ڪي بہ ماڻهو پاڻ ۾ پئي وڙهيا. مولانا اُتان اچي لنگهيو. هڪ ماڻهوءَ ٻئي کي چيو تہ هڪ چوندين تہ ڏهہ ٻڌندين. تنهن تي مولانا چيو، "ڀائي! جيڪي چوڻو اٿو، سو مون کي چئو، مون کي هزار لفظ بہ چوندا تہ موٽ ۾ هڪ بہ اکر نہ ٻڌندا."
هو ٻئي ڏاڍو شرمندا ٿيا ۽ هنجي قدمن تي ڪري پيا.

مولانا پاڻ چوندو هو تہ جيتري قدر منهنجي مشهوري ٿيندي پيئي وڃي، اوترو مان وڏيءَ مصيبت ۾ پوندو پيو وڃان، پر ڪريان سو ڪريان ڇا؟ اِنهيءَ ڳالهہ جو علاج مون کي نٿو سجهي. هو مفت خوريءَ جي بلڪل برخلاف هوندو هو. هڪ دفعي سندس زال، نوڪرياڻيءَ کي پئي ڇنيبو. تنهن تي مولانا زال کي چيو تہ، جي هيءَ نوڪرياڻي تنهنجي مالڪڻ هجي ها، تہ پوءِ تنهنجي ڪهڙي حالت هجي ها؟ دراصل سڀ انسان مالڪ جا ٻندا آهن ۽ ڪوبہ ڪنهنجو غلام نہ آهي.

هڪ ڏينهن هو پنهنجي مريدن سان ڪنهن سوڙهيءَ گهٽيءَ مان پئي لنگهيو. گهٽيءَ جي بلڪل وچ ۾، هڪ ڪتو سمهيو پيو هو، جنهن کي هٽائڻ بنا ڪو بہ لنگهي نٿي سگهيو. مولانا اُتي دير تائين بيٺو رهيو. پنيان هڪڙو ماڻهو آيو ۽ اچي ڪتي کي پري هٽيائين. مولانا کي ڏک ٿيو تہ ناحق ڪتي کي تڪليف ڏنائين.

هو اڪثر ڌيان ۾ محوُ هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪيترا ڏينهن جهنگل ۾ غائب ٿي ويندو هو. هڪ ڏينهن بيمار ٿي پيو. وڏن وڏن حڪيمن هن جو علاج شروع

ڪيو. هو مرض لاءِ ڪو بہ فيصلو نہ ڪري سگھيا تہ ڪھڙي بيماري اٿس. مولانا کان پڇيائون تہ توهين پنهنجي طبيعت جو حال ٻڌايو؟ پر هن ڪو بہ جواب نہ ڏنو.

ماڻھن سمجھيو تہ مولانا روم هاڻي ٿوريءَ دير جو مهمان آهي. شيخ صدر الدين اوڏيءَ مهل آيو ۽ هن جي حالت ڏسي ڏاڍو دکي ٿيو، ۽ دعا ڪرڻ لڳو تہ شل توهان کي جلد شفا حاصل ٿئي! اهو ٻڌي مولانا فرمايو "ڇا شفا! اِها توکي ئي هجي، عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ فقط هڪ سنهو پردو آهي، ڇا! تون نٿو چاهين تہ اهو پردو کڄي ۽ نُور، نُور ۾ ملي وڃي." شيخ کي روئڻ اچي ويو. مولانا اُتي هڪ بيت چيو، جنهن جو مطلب آهي، "توکي ڪهڙي خبر تہ اندر ڪهڙو بادشاهہ ويٺو آهي، منهنجي سونهري ڇهري کي نہ ڏس، منهنجا پير لوهہ جا آهن." هڪ ماڻهوءَ مولانا کان پڇيو تہ "توهان جي گاديءَ تي ڪير وهندو؟" جيتوڻيڪ سندس وڏو پٽ سلطان، سلوڪ، تصوف ۾ وڏي درجي تي پهتو هو، تہ بہ مولانا، حسام الدين چلپيءَ جو نالو ورتو. ماڻهن وري ٻيو دفعو هن کان اهو پڇيو، مگر هن اُهوئي ساڳيو جواب ڏنو. هن سنہ 1277ع آرتوار ڏينهن چولو ڇڏيو.

# حافظ

خواجه شمس الدين محمد حافظ سنه 1315ع ۾ شيراز ۾ ڄائو هو. اهڙي خاندان ۾ ڄائو هو، جنهن ۾ علم جو وڏو قدر هو. انهيءَ ڪري هن کي ٻالڪپڻي ۾ پڙهڻ وهاريو ويو. هن کي حافظ ڪري چوندا هئا. اهو لقب هن کي اهڙو پسند آيو، جو هن تخلص حافظ ئي رکيو. قرآن کي برزبان ياد ڪرڻ کان پوءِ هو مولانا شمس الدين وٽ، قران تي تفصير (ٽيڪا) ۽ فقا (مسلمانن جو ديني ڪتاب) پڙهيو. مولانا شمس الدين هن پنهنجي شاگردن جي ٻڌي ۽ سمجه ڪري، هن مان اهڙو ته خوش هو جو هن کي پنهنجي اولاد کان به وڌيڪ پيار ڪندو هو.

تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ حافظ جي هوشياريءَ جي هاڪ چوڌاري پکڙجي ويئي. حاجي قائم الدين وزير، خاص هن لاءِ هڪ مدرسه کوليو، ته هو شاگردن کي فقا ۽ حديث پڙهائي. حافظ جو سڄو وقت پڙهائڻ ۽ مالڪ جي عبادت ۽ رياضت (آراڌنا) ۾ خرچ ٿيندو هو.

انهيءَ زماني ۾، ايران ۾ شاعريءَ جو ڏاڍو شوق هو، خاص ڪري شيراز ۾، جتي ٿورو وقت اڳ شيخ سعديءَ پنهنجي غزلن ۾ عشق حقيقي ۽ عشق مجازيءَ جا ٻئي پاسا لکيا هئا. حافظ مجازيءَ عشق جي مٽيءَ جي پيالي (هن خاڪي جسم) ۾ حقيقي عشق جو شراب (مالڪ جو پيار) پيارڻ شروع ڪيو، جو هن کان اڳ شيخ سعدي پيري ويو هو. مگر هن جو شعر اهڙو ته تيز هو، جنهن هر درجي جي ماڻهن کي مست ڪري ڇڏيو. ڌرمي سٿائن، خانقائن (منن) اميرن جي محفلن، بزارين ۽ گهٽين ۾ انهيءَ شراب جو دور (مالڪ جو پيار) ملڻ لڳو ۽ ماڻهو چئني طرفن ۾ حافظ شيرازي جا ئي غزل ڳائيندا هئا.

حافظ جي غزلن جي ديوان ۾، جنهن شراب جو ذڪر ڪيل آهي، سو ڪو انگوري شراب ڪين آهي، يا ڪو ٻيءَ شيءَ مان ٺهيل شراب نه آهي، بلڪ اهو سچو پريم يعني مالڪ جو عشق آهي. انهيءَ طور تي جنهن خوبصورتيءَ جو بيان هن ڪيو آهي، اها سچائي آهي.

حافظ جي سڄي حياتيءَ جي وقت ۾ ايران ۾ جهڳڙي جو زمانو هو. هن جي اٺڪل ڇاهتر ورهيه عمر جي وقت ۾، ست بادشاه ٿيا ۽ وڏيون خونريزيون لڳيون. سڀ کان آخري تيمور جو حملو هو، جو حقيقت ۾ قيامت جو نمونو هئو. انهيءَ بي درديءَ ۽ حيبتناڪ خونريزيءَ کي هن پنهنجي اکين سان ڏٺو. اهڙي دنيا جي ٿورن سالن جي ٻاهرئين چمتڪار لاءِ، هن کي سخت نفرت هئي. هن سڄي عمر جي بادشاهيءَ کان وڌيڪ هڪ گهڙي، ايڪانت ۾ آرام سان گذارڻ وڌيڪ ٿي سمجهي.

حافظ تمام رلٽو ملٽو هو. امير، غريب ننڍي وڏي سڀني سان گڏجندو هو. حافظ جو نالو صوفي فقيرن ۾ تمام پريم سان ورتو ويندو هو. هن جي اُپديشن جو ماڻهن تي ڏاڍو اثر پيو. گهر گهر ۾ هن جي اُپديشن جو سڀ کان وڏو آدر هو. هوُ مڪاريءَ (ٺڳيءَ) ۽ فريب جو سخت دشمن هو. جيڪي اُپديش ڪندڙ ماڻهو پنهنجون خوبيون ظاهر ڪندا هئا، تن کي هو برو سمجهندو هو. هُو چوَندو هو تہ مسجد يا مندر ۾ وعظ يا ستسنگ ڪرڻ وارا، اڪيلائيءَ ۾ اُهي ڪم ۽ ڳالهيون ٿا ڪن، جي اُپديشن ۽ وعظن ۾ هرگز نہ هونديون آهن.

حافظ سڀاءُ جو تمام منو هو. هن کي تر جيترو بہ اهنڪار نہ هو. هو تمام سادي ۽ آزاد حياتي گذاريندو هو. هن جو هردو تمام شڌ ۽ دل بلڪل صاف هئي. جنهن ۾ ڪٽلتا جو ذرو بہ نشان نہ هو. هن جو من، وچن ۽ ڪرٽي ساڳي هڪ هئي. هو ڏاڍو انصاف پسند هو ۽ ڪنهن جو بہ پڪش پات نہ ڪندو هو. سچو وقت پڳتي پاوَ ۾ گذاريندو هو. جيڪي ڪمائيندو هو، سو فقيرن جي شيوا ۾ خرچ ڪري ڇڏيندو هو. هن جو دروازو پنهنجي ۽ پرائي لاءِ هميشہ کليل هوندو هو. هنجو هردو پريم رس ۾ لولين هوندو هو. سوُر داس ۽ ميران بائيءَ وانگر هن جي غزلن ۾ پريم جي مڌر رس، ڇن ڇن ڪري وهندي آهي. هن جي دل ڪيتري قدر اُدار چت هئي سا هيٺين شعر مان پليءَ پانت ۾ ظاهر ٿئي ٿي.

**وَفـــا ڪنـــيم ملامـــت ڪـــشيم خـــوش بـــا شـــيم،**
**درتريقـــــــتِ مـــــــا، ڪافريـــــــست رنجيـــــــدن.**

يعني مان ڏک پيو کان، چڙبون پيو سهان پر دل ۾ خوش رهان ٿو، ڇاڪاڻ تہ منهنجي مذهب ۾ ڪنهن سان بہ ناراض ۽ رنج ٿيڻ، هڪ وڏو گناهہ آهي. اسان کي هن سنسار ۾ پنهنجي جيوَن ڪهڙيءَ طرح گزارڻ گهرجي، انهيءَ وشيہ ۾ پنهنجي مت ظاهر ڪرڻ ۾ حافظ لکي ٿو تہ:

**چنـــا بـــزي ڪِ اگـــر خـــاڪ رهـــ شـــوي ڪَـــس را،**
**غبـــار خـــاطر از رهـــ گـــذار مـــان نـــہ رســـد.**

**يعني دنيا ۾ اهڙيءَ طرح پنهنجي حياتي گذاريو، جو جڏهن توهين ڪنهن جي رستي جي ڌوڙ بہ بڻجي پئو، تڏهن بہ توهان کان ڪنهن جو هردو ملين نہ ٿئي،** وري حافظ لکي ٿو تہ:

**درخـــت دوســـتي بـــشان، ڪِ ڪـــامِ دل بُبـــار آرد،**
**نهـــان دشـــمني بـــرڪن، ڪ رنـــجِ بـــي شـــمار آرد.**

**مترتا جو وڻ پوکيو، جو توهانکي دل گهريو ڦل ڏئي ۽ دشمنيءَ جو ٻوٽو اُکاڙي ڇني ڇڏيو، ڇاڪاڻ تہ هن سان انيڪ دک ۽ تکليفون پهچنديون آهن.**

دنيا جي وڏي درجي يا شان جي، حافظ جي نظر ۾ ڪا بہ وڏائي نہ آهي انهيءَ ڪري هو چوي ٿو تہ سنسار جو ڌن ۽ دولت وغيره ڪنهن بہ ڪم جا نہ آهن، جنهن جي لاءِ انسان پاڻ ۾ وڙهن ۽ جهڳڙن ٿا ۽ انسان جي پوتر نالي کي خراب ڪن ٿا.

**نـــزاع بـــر ســـر دنيـــا، دون نـــہ بايـــد ڪـــرد،**
**بـــہ آشـــتي ببـــرم، نـــور ديـــده گويـــہ فلاهـــہ**

**يعني: تہ ڌن دولت واسطي وڙهڻ ۽ جهيڙو ڪرڻ نہ گهرجي، سڀ سان ملي هلو، اِنهيءَ سان ئي ڪاميابي حاصل ڪري سگهندا.**

نہ فقط ايران، عراق، بغداد ۽ هندستان تائين، حافظ جو نالو مشهور ٿي ويو، بلڪ مسافر قافلن سان گڏ هن جا غزل ملڪان ملڪ ڳائيندا ويندا هوا. وڏا بادشاه ۽ نواب هن کي سوغاتون موڪليندا هوا ۽ پاڻ وٽ اچڻ لاءِ ڇنيون لکندا هوا. پر هو پنهنجي ايڪانت پسند ۽ سنتوشي سڀاءَ ڪري، ڪٿي بہ وڃڻ پسند نہ ڪندو هو.

ڏکڻ هندستان جي سلطان محمود شاه بهمني ۽ هن جي وزير فضل الله، حافظ جي هاڪ ٻڌي هن کي هڪ خط لکيو تہ اسان وٽ اچ. خط سان گڏ ڪجهہ اشرفيون بہ موڪلائونس. حافظ اِنهن گنين مان ڪجهہ قرض ادا ڪيو، ڪجهہ اِهي پنهنجي ڀاٽيجي کي ڏنيون ۽ ڪجهہ پنهنجي سفر لاءِ پاڻ وٽ رکي، هندستان لاءِ روانو ٿيو. رستي ۾ اهي اشرفيون بہ هن ماڻهن کي ورهائي ڏنيون ۽ ڪيس ڪجهہ بہ نہ وڃي بچيو. ايران جا بہ سوداگر جي هندستان اچي رهيا هئا، سي حافظ جي خرچ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا ۽ هو اهڙيءَ طرح هرمز بندر تائين اچي پهتو. ڏکڻ هندستان مان هن جي لاءِ هن بندر تي غوراب موڪليو ويو هو. اجا غوراب جو لنگر ئي مس ڪنيو هئائون تہ سخت طوفان اچي لڳو. حافظ گهٻرائجي ويو ۽ هيٺ لهي آيو. هن هندستان وڃڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو. هڪ غزل لکي انهن سوداگرن هٿ، بادشاه کي ڏياري موڪليائين.

حافظ پورن سنت ۽ ڪامل درويش هو. هن جي حياتي درويشي ۽ فقيراڻي زندگيءَ جي هئي، هن جي زال جوانيءَ ۾ ئي گذاري ويئي هئي.

**حافظ جي ديوان کي سڀ ڪنهن مذهب جا سمجهو ماڻهو، روحاني سروپ ۾ حاصل ڪن ٿا. صوفي اُنهيءَ کي امرت تليہ ڪري سمجهن ٿا. عام ماڻهوهن جي غزلن جي ظاهري معنيٰ سمجهي گمراه ٿا ٿين ۽ اُنهنجي اندروني معنيٰ ۽ ڀيد جي تہ تائين نٿا پهچي سگهن.**

هينيون حافظ جو هڪ مشهور شعر آهي:

بہ مئي سجاده رنگين ڪن، گرت پير مغان گويد،
ڪ سالڪ بيخبر نہ بود، ز راهہ و رسم منزلها.

يعني جيڪڏهن تنهنجو مرشد يا گرو توکي چوي تہ تون مصلي (نماز جي ڪپڙي يا آسن) کي شراب ۾ پساءِ تہ تون هڪدم ائين ئي ڪر ۽ اُنهيءَ ۾ ذرو بہ شڪ نہ آڻ، ڇاڪاڻ تہ رستي بڌائڻ وارو سُونهون يعني تنهنجو گرو، رستي جي منزلن جون، سڀ ريتيون ۽ رسمون ڄاڻي ٿو.

پهرين سٽ تہ: بہ مئي سجاده رنگي ڪن، گرت پير مغان گويد، ٻڌي سڄي ايران ۾ شور مچي ويو تہ اهو بلڪل ڪفر جو ڪلام آهي. ماڻهو قاضيءَ وٽ ويا ۽ قاضي خواجہ حافظ وٽ آيو تہ انهيءَ ڪلام جو مطلب سمجهاءِ يا اِهو واپس وَٺ. خواجہ صاحب چيس تہ فقير پنهنجو ڪلام واپس نہ وٺندا آهن، ڇاڪاڻ تہ هنن کي جيڪو اندران مالڪ جو حڪم ٿو ٿئي، سو ئي چوَن ٿا. قاضيءَ چيو تہ ڀلا اِنهيءَ جو مطلب سمجهاءِ. حافظ چيس تہ فلاڻيءَ ٽڪريءَ تي هڪ فقير ويٺو آهي، تنهن وٽ وَڃ. تہ هوُ توکي انهيءَ جو مطلب سمجهائيندو. فقير وٽ پهچي اُنهيءَ سٽ جو مطلب پڇيائين. فقير چيس تہ سامهون هيٺ جيڪو شهر آهي، اُتي فلاڻي هنڌ هڪ وَيشيا رهندي آهي، اُنهيءَ وٽ وڃ تہ اها توکي سوال جو جواب ڏيندي.

قاضي منجهي پيو تہ هيءَ ڪهڙي ماجرا آهي. هڪ چوي ٿو تہ مصلي کي شراب ۾ رڱي ڇڏ، ٻيو وري چوي تہ وئشيا وٽ وڃ. آخر شهر ۾ پڇا ڪري اچي وئشيا جي گهر پهتو. اُها ڪيڏانهن ٻاهر نڪري ويئي هئي، پر مالڪڻ ويٺي هئي. هن قاضيءَ کي ڏسي چيو تہ گراهڪ تہ موٽو آهي! هن هڪڙي ڇوڪري پالي هئي، جا هينئر جوان ٿي چڪي آهي. ڇوڪريءَ کي چيائين تہ توکي تہ خبر آهي تہ اسان جو پيشو حرام آهي. انهيءَ ڪري توکي اِهو ئي ڪرڻو پوندو، جنهن لاءِ اسان توکي خريد ڪيو آهي.

ڇوڪريءَ کي هوءَ قاضيءَ وَٽ اڪيلي ڪوٺيءَ ۾ ڇڏي آئي تہ متان گراهڪ نہ واپس وڃي. ڇوڪري اُداس هئي ۽ اکين مان ڳوڙها پئي ڳاڙيائين. قاضيءَ سوچيو تہ جي هيءَ وئشيا هجي ها تہ کلندي اچي ها. سو هيءَ وئشيا نہ آهي ۽ انهيءَ ۾ ڪو راز آهي. قاضيءَ پڇيس تہ "تون وئشيا آهين؟" ڇوڪري چپ. وَري چيائينس تہ "مان توکي هٿ ڪو نہ ٿو لايان، ٻڌاءِ تہ ، "تون ڪير آهين؟" هن چيس تہ "مان مصيبتن جي ماريل آهيان. هيل تائين مان نيڪ پاڪ رهي آهيان. اڄ پهريون ڀيرو، برائين ۾ ٿي ڦاسان." قاضيءَ چيس تہ "سچ ٻڌاءِ تہ تون ڪير آهين؟" ڇوڪريءَ چيو "مون کي ٿورو ياد آهي تہ اسان جي ڳوٺ ۾ ڌاڙو لڳو هو ۽ چورن مون کي پڪڙي ورتو ۽ هنن مون کي وئشيا وٽ وڪيو." تنهن تي قاضيءَ ڳوٺ جو نالو پڇيس. هن چيو تہ "مون کي ياد آهي تہ فلاڻو منهنجو ڳوٺ هو." قاضيءَ جو بہ اصل اهو ڳوٺ هو. پڇيائينس تہ "ڪهڙي پاڙي ۾ رهندي هئينءَ؟" جواب ڏنائين "ٿورو ياد اٿم تہ فلاڻو پاڙو هو." قاضيءَ جو بہ اهو ئي

محلو هو" ڏاڍي اڻتڻ تيس ۾ پڇيائينس، "پيءُ جو نالو ٻڌاءِ" هن چيو "مان ننڍي هيس ٿوري يادگيري اٿم، تہ ھي هنجو نالو هو. اھو تہ پاڻ خود قاضي هو! پيار مان ڇوڪريءَ کي گلي لاتائين ۽ روئي چوڻ لڳو تہ "تون منهنجي ڌيءَ آهين، توکي برابر چور کڻي ويا هئا."

ڇوڪريءَ کي وَني هو فقير وٽ پهتو ۽ چيائينس "ظاهري طرح توهان مون کي، ڪرم لاءِ وڻشيا وٽ موڪليو هو، پر اندروني انهيءَ ۾ ٻي رمز هئي، جو مون کي پنهنجي ڌيءَ سان ملائڻو هووَ" فقير چيس تہ "هاڻي خواجہ حافظ کي وَجي چئہ تہ، شعر جي ٻي مصرع بہ توکي ٻڌائي." حافظ وَٽ پهچي قاضي سندس قدمن تي ڪري پيو ۽ عرض ڪيائين تہ "پنهنجي ڪلام جي ٻي سٽ بہ ٻڌايو." تنهن تي حافظ صاحب چيو تہ:

**ڪ سـالڪ بيخبـر نـہ بـوَد، ز راهـہ ورسـم منزلهـا.**

يعني چاڪاڻ تہ مرشد منزلن جي راهہ ۽ رسمن کان پورو واقف هوندو آهي، تنهن ڪري جيڪي گرو چوي، اُنهيءَ کي نہ فقط بنا چوُن چران جي، بلڪ پوري وشواس ۽ پريم سان ست ڪري مڃڻ گهرجي. حافظ جو ٻيو مشهور بيت هي آهي:

**شـب تـاريڪي بـيم، مـوجي گـرداب چيـتن خايـل،**
**ڪجـا داننـد حـال مـا، سبڪـساران سـاحلها.**

يعني رات انڌاري، لهرن جو ڊپ ۽ مينهن پيو پوي. جيڪو ڪناري تي هيٺر وينو آهي، تنهن کي منهنجي حالت جي ڪهڙي خبر. ماڻهو سمجهن ٿا تہ جيئن دنيا جي ڪارروائي پيا ڪريون، تيئن پرمار ٿي ڪارروائي بہ ڪري ويندا سين.

اِها هنن جي وڏي غلطي آهي، سِچ پچ تہ پرمارٿ ۾ بلڪل موت جي رستي تان هلڻو آهي. پرمارٿ هڪ تڪليفن وارو ۽ اڻانگو رستو آهي. اِنهيءَ ۾ جيئري مرڻو آهي. اندرئين اپياس ۾ انگ انگ ۽ رگ رگ مان آتما نڪري مٿي چڙهي ٿي، انهيءَ ۾ ڪهڙي تڪليف ٿي ٿئي، تنهن کان ماڻهو بيخبر آهن. انهيءَ کي فقط اپياسي ٿا ڄاڻن.

تيمور ڪيترين سلطنتون هٿ ڪيون ۽ بادشاهن جو بہ بادشاهہ ٿيو. آخر هن ڪروڙين رپيا خرچي، سمر قند ۽ بخارا کي نئين سر رونق ڏني ۽ هڪ وڏو جشن ملهايو. جنهن ۾ هن حافظ کي راج ڪوي ڪري ڪوٺ ڪئي. پر حافظ انهيءَ جلسي ۾ شامل نہ ٿيو ۽ بادشاهہ کي هينيون شعر لکي موڪليائين:

**اگـر آن تـرڪ شـيرازي، بدسـت آرد دل مـارا،**
**بخـال هنـدوش بخـشند، سـمر قنـد و بخـارا را.**

هن بيت ۾ باهرين معنيٰ آهي تہ جيڪڏهن شيراز جو پهلوان منهنجي هٿ ۾ اچي تہ. هنجي ڳل جي ڪاري تر مٿان مان سمرقند ۽ بخارا کي قربان ڪري ڇڏيان. مگر هن شعر جي اندرين معنيٰ آهي تہ. جيڪڏهن منهنجو پورن ستگرو يعني ڪامل مرشد منهنجي اندر ۾ پرگهٽ ٿئي تہ مان فقط هن جي هڪ ڪاري تر مٿان سمرقند ۽ بخارا (دنيوي نعمتون) کي قربان ڪري ڇڏيان. اها آهي ستگروءَ جي وڏائي. جنهن جي اسان کي ذرو بہ خبر نہ آهي، انهيءَ جو قدر انهن کي آهي جن پنهنجي اندر ۾ ڪامل مرشد جو درشن ڪيو آهي.

حافظ 76 ورهين جي عمر ۾. هي خاڪي جسم سنہ 1377ع ۾ ڇڏيو. هن جي جنازي سان وڏي پيڙ هئي، جنهن ۾ شهر جا امير هٺا ۽ بادشاهہ خود موجود هو.

## اَديس جا ڪي سهڻا وچن

سمهڻ وقت، موت کي پنهنجن مٿن کان سمجهو ۽ جاڳڻ وقت موت کي هر وقت پنهنجي سامهون سمجهو.

هميشہ اها ڳالهہ پڪي ياد رکو تہ مان. توهين ۽ سڄو عالم سڀ مرڻ وارن مان آهيون.

جيڪي توکي مليل آهي، تنهن تي صبر، سنتوش ۽ شڪر ڪري رهہ، تہ مٿان مالڪ جي بندگيءَ مهل تنهنجو ڪنهن بيءَ شيءِ ڏانهن ڌيان نہ ڇڪجي وڃي.

جنهن ماڻهوءَ کي هي ٽي شيون سنيون لڳن ٿيون يعني چڱو کائڻ، سنو پهرڻ ۽ شاهوڪارن جي صحبت ڪرڻ انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ نرڪ تمام ويجهو آهي.

# شيخ فريد شاهہ گنج شڪر

فريد صاحب جو جنم سنہ 1173ع ۾ پنجاب ۾ ڪونيوال ڳوٺ ۾ ٿيو. ننڍي هوندي، هنجي ماتا هن ۾ بندگيءَ جو ٻج وڌو. ماڻس هر روز نماز جي مصلي يعني آسڻ هيٺان، کنڊ جي پڙي رکي ڇڏيندي هئي ۽ چوندي هيس تہ، جيڪو ٻار نماز پڙهندو، تنهنکي مصلي هيٺان کنڊ ملندي. اِنهيءَ ڪري ئي کيس گنج شڪر ڪري چوندا هئا. ماءُ جي سکيا ۾ اثر ڪري هن ۾ ڌرم جو انگ پيو.

فريد کي ماڻس ملتان ۾ تعليم وٺڻ لاءِ موڪليو، جتي هن جلد ئي سڀ ڪتاب پڙهي پورا ڪري ڇڏيا. هڪ ڀيري دهليءَ جو مشهور ڪامل فقير قطب الدين، ملتان ويو ۽ فريد جي هٿ ۾ هن هڪ ڪتاب ڏٺو. هن پڇيس تہ "هي ڇا آهي؟" فريد چيو تہ "نافا آهي." تنهن تي خواجہ قطب الدين چيس تہ "اهو توکي نفعو ڏيندو." ڪجهہ وقت کان پوءِ هن ديش ديشانتر جو گشت ڪيو ۽ فقيرن ۽ مهاتمائن جو سنگ ڪري لاڀ پراپت ڪيو.

آخر سٺر تان موٽي، هوُ دهليءَ ۾ قطب الدين اوليا جي شيوا ۾ حاضر ٿيو ۽ هنجي خوب شيوا ڪيائين. قطب الدين مريدن کي هدايت ڪندو هو تہ جي توهين ڀانيو تہ، روحانيت ۾ اڳتي وڌو، تہ **تورو سمهو، تورو کائو، تورو ڳالهايو ۽ تورو دنيا سان وهنوار رکو.** ڪجهہ وقت کان پوءِ خواجہ صاحب هن کي نام دان بخشيو. فريد ڏاڍي نام جي ڪمائي ڪئي، ست ست ڏينهن هوُ ڪاڌو نہ کائيندو هو، مرشد وٽ ڪجهہ وقت رهي هوُ گهر موٽي آيو.

فريد صاحب جي ماءُ هنکي پرمارٿ جي ترقيءَ ۾ ڏاڍي مدد ڪئي. چوَن ٿا تہ فريد صاحب کي سندس منڙيءَ ماءُ، ٻي دفعا کي وَره، نام جي ڪمائيءَ لاءِ جهنگلن ۾ موڪليو. ڦريون دفعو ڪجهہ سال هن رڳو جهنگلن جا ڦل کائي نام جي ڪمائي ڪئي. وار وڌا ۽ گهنڊيدار ٿي ويا هئس. جڏهن گهر موٽيو تہ ماڻس کيس پيار سان ڦٽي ڏيڻ لڳي. وارن جي ڇڪ تي هن رڙ ڪري ڪيٻايو. تنهن تي ماڻس مٺو ڏيئي چيس "ٻچا! ڪا خبر اٿيئي تہ جن وڻن جا پن ۽ ميوا ٿي کاڌءِ، تنهن وقت تو وڻن کي ڪيڏو ايذاءُ ٿي رسايو. انهن بہ ڪا دانهن ڪوُڪ ٿي ڪئي! تون ٿوريءَ ڇڪ تي تو ڪيڪڙائين. **وڻن ۾ بہ تہ ساهہ آهي ۽ هو دک ۾ بہ صبر سان ٿا رهن.** تنهن مهل فريد صاحب هي سلوڪ چيو:

**صـــبر منجهـــہ ڪمـــان، اي صـــبر ڪـــان نيهٽـــو،**
**صـــبر ســـندا بـــاڻ، خـــالق خطـــا نـــہ ڪـــري.**

يعني جنهن کي ڪمان سنتوک جو، ڪمان جو ڏاڳو بہ صبر جو ۽ ٻاڻ يا تير بہ سنتوک جو اهي، تنهنجو سچو سائين نشان (ٻگتي) نہ گسائيندو.

پھرئين دفعي جھنگ ۾ ڪمائي ڪرڻ وقت، فريد صاحب گدرن ۽ چاهين جي پٽي وٽان اچي لنگھيو. ڪو ٻيو ماڻھو ٻنيءَ مان هڪ چاهين چورائي ڪاٺي، ڪلون ٻاهر اُتيئي ڦٽيو ڪري ويو هو. فريد ٻڪ ۾ اِهي ڪلون ڪاڻ لڳو. ٻنيءَ واري هن کي ڏسي ورتو ۽ ٻه چار لنيون هنڪي نڪاءُ ڪِرايائين. فريد صاحب هٿ ٻڌي هنکي چيو "ميان! مون چاهين ڪا نہ کاڌي آهي، پر پَٽ تي پيل ڪلون کاڌيون آهن." انهيءَ وقت هن هي بيت چيو:

**فريـــد! جتنـــا خوشـــيئان ماڻيئـــا، پئيئـــا روگ،**
**ڪلـــر کـــاڌي ماريئـــا، ڳـــر کـــاڌي ڪيـــا هـــوگ.**

يعني: اي فريد! جيتريون خوشيون ماڻجن ٿيون، اوترا اسين دک ۽ بيماريون ٿا ڀوڳيون. تو رڳو کلن کاڌي مار کاڌي، پر جي تون چاهينءَ جي ڳر کائين ها، تہ پوءِ خبر نہ آهي، ڪھڙو حال ٿيئي ها! گھر آيو تہ ماڻس ڪيس چيو تہ، اجا تنهنجي ڀڳتيءَ ۾ ڪمي آهي، تنهن ڪري وري وڃي پوري ڪمائي ڪر. وري هو جهر جھنگ ڀوڳڻ لڳو. هن دفعي هن ڦل ڦول ٻہ کائڻ ڇڏي ڏنا ۽ چڱي ڪمائي ڪيائين. ڪاٺ جي نهيل گول ماني، پيٽ سان ٻڌي ڇڏيندو هو. ٻک مھل انهيءَ ڪاٺ جي روٽيءَ کي چڪ هڻي، ٻک جو خيال مٽائيندو هو. ڪو ٻہ مانيءَ جي آڃ ڪندو هوس تہ چوندو هو تہ روٽي کاڌي اٿم، باقي بچيل، ڪپڙي ۾ پيٽ سان ٻڌي ڇڏي اٿم. اُنهيءَ وقت هي ڪلام چيائين:

**فريد ! روٽي ميري ڪاٺ ڪي، لاوڻ (سبزي) ميري ٻک،**
**جنـــا کـــاڌي چـــوپڙي (اُڦرانـــا) گھڻـــي ســـهن گـــي دک.**

يعني منهنجي روٽي سڪل ڪاٺ جي آهي، ۽ منهنجي ٻک ئي ڀاڄي آهي، جن ماڻھن سٺيا ڦلڪا کاڌا آهن، اُهي ئي گھڻا دک ڏسندا.

ڪجھ سالن کان پوءِ فريد صاحب گھڻا ڪشٽ سهي، اڳئين کان ٻہ وڌيڪ نام جي ڪمائي ڪري گھر موٽي، سمورو حال ماءُ سان ڪيائين. ماڻس ڏنو تہ اجا ٻہ هن ۾ ڀڳتيءَ جو ڪجھ قدر ايمان آهي! سمجھيائين تہ جتي خودي آهي اُتي خدا نہ هوندو آهي "ڪيئن مائيندا من ۾، خودي ۽ خدا." هنجي مرضي هئي تہ پٽس پورن درويش ٿئي. تنهنڪري هن مان ايمان دور ڪرڻ لاءِ چيائين "اي پٽ! تنهنجي هن دفعي واري تپسيا ٻہ نسڦل ٿي، چو جو تو پاکنڊ ڪيو، ماڻھن سان ڪوڙ ڳالهايئہ تہ روٽي کاڌي اٿم ۽ ڪجھ ٻڌي اٿم. ڌڻيءَ وٽ ڪوڙ قبول نہ آهي. (اها ڪاٺ جي روٽي پاڪ پٽن ۾ اجا فريد صاحب جي آشرم ۾ رکيل آهي.)

فريد صاحب ٽيون دفعو وري ڪجھ سال جھنگ ۾ گذاري ڪٺن ڪمائي ڪئي. جھنگ ۾ هڪ پراڻي مسجد جي کوھ ۾ اونڌو لٽڪي هن ڪٺن ڪمائي ڪئي. مسجد جو مجاور هن جا پير نوڙيءَ سان ٻڌي، هن کي کوھ ۾ لٽڪائي ڇڏيندو هو، ۽

اهڙي طرح هو نام جي ڪمائي ڪندو هو. هو ڏاڍو ڳري ڪندا تي ويو، ايتري قدر جو پکي هنکي مردو سمجهي، مٿان ويهي، اچي نُونگا هڻندا هئس. انهيءَ حالت ۾ هن هيٺيون سلوڪ چيو:

**فِريدا! تن سڪا پنجر ٿيا، تليان کونڊهہ ڪانگ،**
**اجهيءِ س رب نہ ٻاهيو، ديک بندي ڪي ڀاڳ.**

يعني اي فريد: تنهنجو بدن سڪي پڃرو ٿي ويو آهي ۽ ڪانوَ تنهنجي پيرن جي ترين ۾ نونگا ٿا هڻن، پر افسوس، جو اجا تائين توکي رب نہ مليو آهي! ڏسو! تہ هن بندي جي ڪهڙي نہ کوٽي قسمت آهي! ائين چئي هو زار زار روئيندو هو ۽ وري ڪانوَن سان هيءَ لات لنوَندو هو.

**ڪانگا! ڪرنگ ڍونڊوليا. سگلا کائيا ماس،**
**اي! دونئينيا مت ڇُوئِئو، پِر ديکن ڪي آس.**

يعني اي ڪانءَ! منهنجو شرير تو ڳولي ڪڍيو ۽ سڀ اُنهيءَ جو ماس کاڌءَ، پر منهنجين ٻن اکين کي متان ڇهين، ڇو جو اِنهن نيترن سان، مون کي پنهنجي پريتم مرشد جي ڏسڻ جي آس آهي. وري ويراڳ ۾ اچي ڪانءَ کي فريد چوي ٿو:

**ڪانگا! ڇُونڊ نہ پنجرا، بسيءَ تي اُڊر جاهہ،**
**جت پنجريءَ ميرا شهہ وسيءِ، ماس نہ تدوُن کاهہ.**

اَرٿ - هي ڪانءَ، منهنجو شرير جو سڪي پڃرو اچي ٿيو آهي، تنهنکي نونگا نہ هڻ. جي ڪٿي اُن تي اتفاق سان وهين، تہ اتان اُڏامي وڃ، ڇاڪاڻ انهيءَ شرير ۾ منهنجو مالڪ يعني سترو وسي ٿو. خاص ڪري منهنجي دل جو ماس نہ کاءُ جتي منهنجو پريتم وسي ٿو.

سارو ڏينهن رات هو سچي سائينءَ جي سڪ ۾ گهاريندو هو ۽ چوندو هو تہ مرشد جي پريت هٿ ڪرڻ ۾ جي هيءَ منهنجي جواني هلي ويئي، تہ ٻہ ڇا ٿيو! هڪ ڏينهن چيائين:

**جوين جاندي نا ڊران، جي شهہ پريت نہ جاءِ،**
**فريدا! ڪتي جوين پريت بن، سڪ گئي ڪملاءِ**

اَرٿ- جوانيءَ کي ويندو ڏسي مان نٿو ڊڄان، بشرتيڪ مونکان منهنجي پريتم سچي شاهہ مرشد جي پريت نہ وڃي، ڇو تہ ڪيتريون منهنجون جوانيون، ڪيترن ئي جنهن ۾، بنا مالڪ جي پريت جي، سڪي چٽ ٿي ويئون. وري ڪڏهن موج ۾ اچي چوندو هو تہ:

**برهـــا برهـــا آکيئـــيءَ، برهـــا تـــون ســـلطان،**
**فريـدا! جـت تـن برهــ نــ اوپجـيءِ، سـوتن جـان مـسان.**

ارٿ ـ برهه برهه تہ سيڪو پيو چئي. جڻ تہ اها ڪا خسيس چيز آهي! پر برها تون شاهن جو شاهه آهين. جنهن جي دل ۾ مرشد جي سڪ ۽ برهه نہ آهي، سو شرير سچو مساڻ وانگر آهي. جڏهن فريد صاحب کي مرشد جي وڇوڙي جو دک ٿيندو ۽ اندر ۾ هنجو درشن نہ ٿيندو هوس، تڏهن هنجون هاري، زار زار روئي پڪاريندو هو:

**فريـــدا! جــ دهــ نــالا ڪپيـــا، جـــي گـــل ڪپهــ چـــک،**
**پـــوَن نــــ اِتـــي معـــاملي، ســـهان نـــ اِتـــي دک.**

فريدا! جنهن ڏينهن جمڻ وقت تنهنجو نازُو ٽي ڪپيائون، انهيءَ وقت جي تنهنجي ڳچي اُنهيءَ بدران چوڪ کان ڪپجي پوي ها، تہ تون مري وڃي هان، پوءِ تون نہ ايڏي جنجال ۾ پئين ها ۽ نہ ايترا دک سهين ها!

هڪ ڀيري فريد صاحب هڪ شهر مان پئي لنگهيو، ڏنائين تہ هڪ عاليشان مڪان ۾ هڪ سهڻي وٺشيا، پنهنجي نوڪرياڻيءَ کي ڏاڍي مار پئي ڏني. فريد صاحب کي ڏاڍو قياس ٿيو ۽ انهيءَ سهڻي زال کان پڇيائين، "تون جو ٿي هنکي ايترو مارين؟" هن هنيليءَ عورت چيو "هن منهنجو سرمون چڱيءَ طرح سنهو نہ پيٺو آهي، جنهن ڪري منهنجي اکين ۾ سرمي جا ڪکرا لڳا آهن، جي مونکي سوُر ٿا ڪرائين." فريد صاحب جي چوڻ تي بہ هن نازنين، بانهيءَ کي مارڻ نہ ڇڏيو. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ فريد صاحب وري اچي انهيءَ مڪان وٽان لنگهيو، ڏسي تہ اها نوڪرياڻي، گهر جي مالڪياڻي بڻجي ويٺي آهي. پڇيائينس تہ ڪر خبر! تنهنجي مالڪڻ ڪٿي آهي؟ هن جواب ڏنو تہ هوءَ مري وئي. تنهن تي فريد صاحب کيس چيو تہ مون کي هنجي قبر هلي ڏيکار. پئي گڏجي قبرستان ۾ آيا. ڏنائون تہ وٺشيا جي قبر گدڙن کولي ڇڏي هئي ۽ جيتن هنجو ماس کائي ڇڏيو هو ۽ وٺشيا جي اکين جي کوپن ۾ پکين جا ٻچا ويٺا هئا. ويراڳ ۾ اچي فريد صاحب هي شبد اُچاريو:

**فريــدا! جــن لـوئڻ (اکـين) جـگ موهيـا، سـي لـوئڻ مـيءِ ڏٺـ،**
**ڪجـــل ريـــک نــــ ســـهنديان، ســـي پنکـــي ســـوءِ بهـــٺ.**

اي فريدا! جن سهڻين اکين جڳ کي ٿي موهيو، سي اکيون مون ڏٺيون هيون تہ اُهي سرمي جي ريک يعني سنهون ڪکرو بہ نہ ٿي سهي سگهيون! اج انهن اکين ۾ پکين جا ٻچا ويٺا آهن.

هڪ دفعي فريد صاحب ڪنهن شهر مان پئي لنگهيو تہ اُتي ڪيس بيگر ۾ وٺي ويا. جنهن حاڪم ڪيس بيگر ۾ وڌو هو، سو اُتي اوچتو گهوڙي تان ڪري پيو ۽ ڪنڌ ڀڃي ڀيس ۽ مري ويو. اُتي فريد صاحب جي سلوڪ چيو:

**فريـــدا! پنــي گهـــڙي ســـونوي، ٽٽـــي ٿـــا گـــر لـــج،**
**عزرائيـــــل فرشـــــتا، ڪـــــيءِ گهـــــر نـــــائي اج.**

اي فريدا! سرير روپي سهڻو دلو ڀڃي پيو ۽ سونن سواسن جي نوڙي ٽٽي پئي، جمراج خبر نہ آهي تہ اج ڪنهن گهر ۾ مهمان ٿيندو يعني ڪال جو بک ڪير ٿيندو.

هيترن سالن جي ڪمائيءَ کان پوءِ فريد صاحب جي ڪمائي اگهي ۽ هنڪي مالڪ جو اندر ۾ انپوءَ ٿيو. هاڻي ٿيون دفعو سالن کان پوءِ گهر موٽيو. هن پيري ماڻس هن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿي ۽ چيائينس، "پٽ! هينئر تون رچي راس ٿي لائق ٿيو آهين." پوءِ فريد صاحب ڳچ وقت دهليءَ ۾ پنهنجي مرشد قطب الدين جي صحبت ۾ گذاريو ۽ خوب خدمت ڪيائين. مرشد جي چولي ڇڏڻ کان پوءِ هو سندس گاديءَ تي وينو.

دهليءَ جي بادشاه ناصر الدين ٻڌو تہ فريد صاحب هڪ اعليٰ درويش آهي ۽ هو هن جو مريد ٿيو. هڪ ڏينهن بادشاه فريد صاحب کي پنهنجي محلات ۾ وٺي آيو ۽ راڻيءَ کي چيائين تہ اج اسان جو نصيب زور آهي، جو ڪامل درويش اسان وٽ آيو آهي. اُنهيءَ وقت بادشاه جي ڌيءَ هزبرا اُتي بيٺي هئي. فريد صاحب پڇيو تہ هيءَ ڪير آهي؟ بادشاه چيو تہ هيءَ منهنجي ڌيءَ آهي. بادشاه سمجهيو تہ فريد صاحب جي مرضي هن سان شادي ڪرڻ تي آهي. هن فريد صاحب کي ڌيءَ جي آڇ ڪئي. شادي تي بادشاه گهڻو ئي ڏاجو ۽ ٻانهيون ڌيءَ کي ڏنيون. شهزادي هزبرا پنهنجو ڪمرو اوچي سامان سان ڪٺي سينگاريو ۽ رات جو وچي اُتي پلنگ تي سمهي. جڏهن فريد صاحب ڪمري ۾ گهڙيو، تڏهن ڪيس اِهو ناٺ ڏسي ڪراهت آئي ۽ هڪ تڏو گهرائي، پلنگ جي پاسي ۾ وڇائي اُتي سمهي پيو. ٻئي ڏينهن شهزاديءَ پنهنجي ٻانهيءَ کي اِها شڪايت ڪئي. ٻانهيءَ فريد صاحب کي انهيءَ بابت چيو. فريد صاحب جواب ڏنس: اسان فقيرن کي ناٺ ۽ ادنبر پسند نہ آهي. هزبرا کي جڳائي تہ پنهنجا زيور ۽ اوچا ڪپڙا وڪڻي، جيڪي ملي سو غريبن کي ورهائي ڇڏي ۽ غريبي اختيار ڪري، هوءَ سادي پوشاڪ پهري.

شهزاديءَ پوءِ ائين ئي ڪيو. توري وقت کان پوءِ، فريد صاحب جو زال تي اهڙو اثر ٿيو جو هن دنيا جو عيش آرام ڇڏي، غريبي اختيار ڪئي ۽ پڇن بندگيءَ ۾ لڳي رهي. بادشاه کي اها ڳالهہ نہ وڻي ۽ هن تي دفعا گهڻو ئي مال موڪليس، جو هن سڀ مالڪ جي نالي ڏيئي ڇڏيو. تنهن تي شهزادي فريد صاحب کي چيو تہ منهنجو پيءُ تہ بادشاه آهي ۽ هو اهڙيءَ طرح مال موڪليندو رهندو ۽ مان فقيراڻو لباس پائي

چڪي آهيان. هلو تہ هلي ٻئي هنڌ رهون. فريد صاحب پوءِ دهليءَ جي گادي جمال الدين کي ڏيئي، پاڻ زال سوڌو پنجاب ۾ پاڪپتن ڳوٺ (جو هينئر پاڪستان ۾ آهي) ۾ اچي رهيو. اتي بہ ناصر الدين بادشاهہ هن کي ڪيترا نقد رپيا ۽ چئن ڳوٺن جي سند نذرانو ڪري موڪليا. روڪڙ تہ هن غريبن ۽ مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏي ۽ ڳوٺن جي سند بادشاهہ کي موٽائي موڪليائين تہ فقير اهي سندون ڇا ڪندا!

شيخ فريد صاحب جي مشهور مريد نظام الدين اوليا پنهنجي مرشد بابت هيٺيون بيت چيو آهي:

**پير من پير است، مولانا فريد همچو اودر سحر مولانا فريد.**

يعني منهنجو مرشد مولانا فريد آهي ۽ اُنهيءَ جهڙو ٻيو هن دنيا ۾ خدا پيدا نہ ڪيو آهي. شيخ فريد صاحب سنہ 1266ع ۾ 93 ورهين جي عمر ۾ هي جسماني خاڪي چولو ڇڏيو.

## شيخ فريد صاحب جا ڪي چوند وچن

**فريدا! خالق خلق مهہ، خلق وَسيءِ رب ماهہ،**
**مندا ڪس نوُ اکيئيءِ، جا تس بن ڪوئي ناهہ.**

يعني: مالڪ سڀني جيوَن ۾ موجود آهي. ۽ سڀ خلقت مالڪ ۾ ٿي وَسي. تنهنڪري ڪنهن کي بہ مندو يا برو نہ چئجي، ڇاڪاڻ تہ مالڪ کان سواءِ ڪير بہ خالي نہ آهي.

**فريدا! چار گنوايا هنڊڪيءِ، چار گنوايا سم،**
**ليکا رب منگيسيٺا، توُن آهو ڪيري ڪم.**

چار پهر يعني 12 ڪلاڪ ڏينهن جا، تو رلي پني وڃايا ۽ رات جا چار پهر تو سمهي ننڊ ۾ برباد ڪيا. مالڪ جڏهن توکان ليکو وٺندو، کهڙي ڪم لاءِ تون دنيا ۾ آئين تہ پوءِ تون کهڙو جواب ڏيندين.

**اِڪ ڦڪا نہ ڳالهاءِ، سڀنا مَيءِ سچا ڌڻي،**
**هنياءُ نہ ڪنهن ٺي ڍاهہ، ماڻڪ سڀ امولوي.**

تون ڪنهن سان بہ اڍنگو، ڪڙو ۽ سخت هڪ بہ لفظ نہ ڳالهاءِ. ڇاڪاڻ تہ سڀ ۾ هڪ ئي سچو صاحب وسي ٿو. ڪِنهن جو بہ هيانءُ، دل يعني آتما نہ رنجاءِ. ڇو تہ سڀ هردا، دليون يا آتمائون مالڪ جا املھ ماڻڪ آهن.

**جيڪو منڙا ٻول تو ٻولي، در ديا جا سو تو ڪولي،**
**سڪ سچو سو ماڻي تو، سڪي سو پاڻ ڪي ڇاڻي تو.**
**سينا مڻ ماڻڪ، ڏاهڻ مؤل نہ چانگوا،**
**جي تون پريان دي سڪ، هنياءُ نہ ڏاهہ ڪهيندا.**

سيني جي دل يا آتما، سچي سائينءَ جو املھ ماڻڪ آهي. جنهن ۾ پرماتما وسي ٿو. اُن کي ڏاهڻ ، رنجائڻ يا ستائڻ چڱو نہ آهي. جي توکي پرين پرميشور جي ملڻ جي سچي سڪ آهي، تہ پوءِ ڪنهن جي بہ دل نہ رنجاءِ.

اسين سچي صاحب کي ڳولڻ ۽ پائڻ لاءِ مندرن، ٽڪاڻن، گردوارن وغيره ۾ وڃون ٿا. پوڄڻ لاءِ گهڻا خرچ ڪري انهن کي پيا ناهيون ۽ سينگاريون. سنت فرمائين ٿا تہ

**آتما ۾ پرماتما آهي. پوءِ اسان جي سمجھ ۾ سچا ٽپ ڪهڙي آهي، جو مالڪ جي سچي هر مندر يعني اِنساني شرير ۾ جيڪا آتما آهي، جنهن ۾ خود مالڪ پاڻ براجمان آهي، تنهن کي وشين وڪارن ۾ گندو ۽ پرشٽ ڪري، اُنهيءَ آتما کي ڪوڙا، ڪنور لفظ چئي، دک ڏيئي، ڪيرايون ۽ ڏاهيون ٿا!. پر مندرن ۾ هٿ پيا جوڙيون ۽ پيا انهن کي سينگاريون! انهيءَ ۾ سچو فائدو نہ ملندو. اسان کي تہ آتما کي سينگارڻو آهي ۽ اُنهيءَ جي ئي عزت ڪري، نمسڪار ڪرڻو آهي.**

جي اسين عقل وارا ۽ سياڻا آهيون تہ اسان کي سمجهڻ گهرجي تہ سچ ڇا آهي ۽ سچي حقيقت ڇا آهي ۽ اسين بي سمجهيءَ ۾ ڪيڏانهن گهيلبا پيا وڃون ۽ هيءَ املھ حياتي. مٽيءَ ۾ ملائي برباد پيا ڪريون.

**فريدا! رب کجوُري پڪيان، ماکي نئي وهن،**
**جو جو وڃئہ ڏينهڙا، سو عمر هٿ پوَن.**

فريد صاحب جن فرمائين ٿا تہ سچي سائينءَ يعني سنگرو جي مهر روپي کجور پڪي راس ٿي پيئي آهي ۽ ست سنگ روپي ماکيءَ جون نديون، نهرون ۽ نئيون پيئون وهن. عمر جا ڏينهن روز گهٽبا پيا وڃن. تنهنڪري اي پيارا! سنتن جي اوٽ وٺي، تون اُنهن جي ديا مهر روپي مني، پڪل کهور ۽ ماکي هٿ ڪر.

**اُٺ فريدا! اُضوُ ساز، صبح نواز گذار،**
**جو سر سائين نا نويءَ سو سر ڪپ اُتار.**

ارٿ : فريد صاحب جن فرمائين ٿا تہ، اي بندا! اُٿ، هٿ منهن ڌوئي پڇن ڪر، جيڪو سر سچي سائينءَ يعني ستگروءَ اڳيان نٿو نمي يعني پڇن بندگي نٿو ڪري، سو ڪپڻ لائق آهي.

**جو سهر سائين نانويءِ، سو سر ڪيجي ڪانءِ،**
**کُنـي هيٺ جلائيئيءِ، بالن سنديءَ ٺانءِ.**

جو سر سائين اڳيان نہ ٿو نمي يعني پڇن سمرن نٿو ڪري، تنهن ڪي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ فريد صاحب پاڻ ئي جواب ڏين ٿا تہ انهيءَ سر کي ديگڙي هينان چيٽن ۾ ڪانين وانگر جلائڻ گهرجي.

**فريدا! پڇل نہ جاڳيوهہ، جيوَندڙيو مئيوهہ،**
**جي تووءِ رب وساريا، تہ رب نہ وسريوهہ.**

اَرٿ: فريد صاحب جن فرمائين ٿا تہ جيڪڏهن تون پوئينءَ رات جو اَمرت ويلي نٿوهجاڳين تہ پوءِ، تون جيئري ئي مئل آهين. جيتوڻيڪ تو صاحب کي وساريو آهي، تنهن هوندي بہ سچي صاحب ستگرو نہ وساريو آهي.

**فريدا! گلي س سجڻ ويهہ، اِڪ ڍونديدي نہ لهان،**
**دکان جئَہ ماليهہ، ڪارڻ تنهان ما پرين.**

فريد صاحب جن فرمائين ٿا تہ ڳالهين ڪرڻ وارا تہ ويهہ سنگتي ملي ويندا، پر ڳولڻ سان هڪ بہ سچو پريتم نہ ملي سگهندو. مان پنهنجي پريتم جي سڪ ۾ چيٽي وانگر پيو دکان.

**فريدا! من ميدان ڪر – ٽوئي ٽبي لاهہ،**
**اگي مول نہ آواسي – دوزخ سندي باهہ.**

هي فريدا! اندر ۾ نيچپائيءَ جون کڏون پوري، **اهنڪار جا دڙا ڊاهي، تون من جي ميدان کي صاف ۽ نرمل ڪر، تہ موت ڪان پوءِ توکي نرڪ جي باهہ ۾ ڪين سڙڻو پوندو.**

فريدا! جي جاڳا تل توڙي – سمل ڀڪ ڀري،
جي جاڳا شهه ننڊڙا – تا توڙا ماڻ ڪري،
جي جاڳا لڙ ڇڄڻا – پيڍي پائي ڳنڍي،
تي جيوڙ مي ناهه ڪو – سڀ جڳ ڏٺا هنڍ.

هي رب! جي مون کي خبر هجي ها ته، منهنجا سواسن روُپي تر تورا آهن، ته مان سنيالي اُنهن جو ڀڪ ڀريان ها يعني سنيالي پنهنجي عمر گذاريان ها، ۽ اهنڪار، وڏائيءَ ۾ پرجي وشين ڀوڳن ۾ ڪين وڃان ها! هي منهنجا شاهِ ستگرو! جي مون کي خبر هجي، ها، ته تون نماڻن ۽ بي وسيلن جو آهين، ته مان پوءِ اصل هٺ وڏائي ڪين ڪريان ها. جي مون کي ٻوُجهه هجي مان جيڪر اِنهيءَ کي پڪي ڳنڍ ٻڌان ها، يعني هٺ ڪري نه ڳالهايان ها! ڇو ته مون سڄي دنيا ڳولي ڏٺي آهي، ته دنيا ۾ تو جيڏو وڏو، ٻيو ڪو ٻه نه آهي. تون ئي جيوَن جو وڏو آسرو آهين. 'مان ۽ منهنجا'، اِهي اهنڪار جا خيال سڀ اجايا آهن ۽ اِهي دکن ۾ وجهڻ وارا آهن.

# امير خسرو

امير خسرو، هي نظام الدين اولياءَ جو شش هو ۽ ملتان جي نواب وٽ هن کي وڏو عهدو هو. وڏيءَ ڪمائيءَ وارو درويش هو. ڪنهن ڳالهه تان حاڪم سان مت ڀيد ٿي پيس ۽ عهدو ڇڏي ڏنائين. پنهنجو سامان اُٺن تي لڏي، ٻارن ٻچن کي ساڻ ڪري، هو پنهنجي مرشد نظام الدين ڏانهن دهليءَ روانو ٿيو.

هوڏانهن نظام الدين وٽ هڪ غريب ماڻهو آيو ۽ چيائينس ته نياڻيءَ جي شادي اٿم، ڪجهه مون کي ڏيو. هاڻي فقيرن وٽ ڇا هوندو آهي؟ سندن لنگر ئي مشڪل هلندو آهي. چيائينس ته اڄ ترس، جيڪي به ملندو، سو تون کڻج. مالڪ جي موج اهڙي ٿي، جو انهيءَ ڏينهن ڪجهه به نه آيو، ٻئي ڏينهن به ڪجهه نه مليو، ٽيون ڏينهن به خالي ويو. اهو حال ڏسي هن غريب چيو، "حضرت صاحب! هاڻي مان وڃان ٿو. منهنجي نصيب ۾ ڪجهه به نه آهي." تنهن تي حضرت نظام الدين چيس، "چڱو هيءَ منهنجي جتي کڻي وڃ، رستي تي وڪڻي، خرچ ڪج." ٿُلھ دل سان هو جتي کڻي گهر لاءِ روانو ٿيو.

اُنهيءَ رستي تان اَمير خسرو، نظام الدين ڏانهن پئي آيو. اَمير خسرو چوڻ لڳو ته ڪٿان منهنجي مرشد جي خوشبوءِ پيئي اچي؟

جڏهن اِهو غريب واٽهڙو، هن جي پرسان سامهون لنگهي اڳيان هليو ويو ته پوءِ وري خوشبو پنيان اچڻ لڳي. خسرو سمجهي ويو ته اُنهيءَ ماڻهوءَ وٽ انهيءَ جو راز آهي. اُنهيءَ کي سڏي چيائين، "تون ڪٿان ٿو اچين؟" هن جواب ڏنو "مان دهليءَ مان نظام الدين اولياءَ وٽان ٿو اچان. مان غريب آهيان، نياڻيءَ جي شادي ڪرڻي اٿم. مون سمجهيو ته هو صاحب ڪجهه ڏيندو، مگر فقير وٽ به ڪجهه نه هو. جڏهن مالڪ ڪجهه نٿو ڏئي ته پوءِ فقيرن وٽان به ڪجهه پلئه نٿو پوي."

امير خسرو وڏو پريمي شش هو. اها ڳالهه ٻڌي هن کي دک ٿيو. مسافر کي چيائين "توکي هن وٽان ڪجهه مليو به، ڪين نه؟" واٽهڙوءَ چيس "اڇا هيءَ جتي ڏنائين." خسروءَ چيس ته "اها وڪڻيندين؟" هن چيس ته "وٺ." امير خسرو هڪ اُٺ پنهنجي لاءِ ۽ هڪ اُٺ زال ۽ ٻارن لاءِ رکي، ٻيا سڀ اُٺ مال سان لڏيل، هن کي ڏيئي ڇڏيا ۽ چيائينس ته "هاڻي وڃي پنهنجي نياڻيءَ جي شادي ڪر." خوش ٿي مسافر مال سان لڏيل اُٺ وٺي هليو ويو.

جڏهن خسرو، مرشد جي دربار ۾ آيو، تڏهن اها جتي اکين صاف ڪري اُتي رکيائين. نظام الدين پڇيس، "گهڻو جتيءَ تي ڏنو اٿيئي؟" جواب ڏنائينس ته "جيڪي به ساڻ هوم سو ڏنم." اهو ٻڌي حضرت نظام الدين چيس، "تڏهن به اِها

سستي ملي اٿيئي.“ هن جو ڪمال جهڙو عشق ڏسي. نظام الدين ايتري قدر چيو ته خسروءَ جي قبر، منهنجي قبر جي پرسان نه ٿاهجو. جي ٿاهيندا ته اها ڦاٽي پوندي.

حضرت نظام الدين کي 22 مريد هئا. جن مان هر هڪ جي خواهش هئي ته گادي مون کي ملي. نظام الدين هن جي پرک لهڻ تي چاهي. هڪ ڏينهن هن مريدن کي چيو ته هلو ته شهر گهمي اچون. بازار ۾ جڏهن ماڻهن پير صاحب کي ڏٺو. تڏهن چوڻ لڳا ته اڄ پير صاحب به مريدن سان بازار پيو گهمي! گهمندي اچي وَيشائن جي محلي ۾ پهتا. ماڻهو عجب ۾ پئي چوڻ لڳا ته اڄ پير صاحب مريدن کي وٺي ڪٿي پيو گهمي! آخر نظام الدين هڪ ويشيا جي ماڙيءَ هيٺ اچي بيٺو. مريدن کي چيائين سڀ هتي بيهو ۽ ڪو به هتان نه وَڃي. مون کي مٿي ڪو ڪم آهي. اُهو لاهي ٿو اچان. ائين چئي هوُ مٿي ماڙيءَ تي چڙهي ويو.

ويشيا پير صاحب کي ڏسي هٿ جوڙي بِهي چوڻ لڳي ”منهنجا وَڏا ڀاڳ آهن، جو توهان منهنجي گهر ۾ پڌاريا آهيو. مان ته وَڏي گنهگار آهيان. ڪجهه حڪم ڪيو.“

حضرت صاحب چيو ته مؤن کي هڪ رات رهڻي آهي. جدا ڪمرو ڏي ۽ تون ٻئي ڪنهن ڪمري ۾ آرام ڪر ۽ هي پئسا وٺ پنهنجي نوڪر کي چئه ته ٿالهيءَ ۾ ٻه چار ڦلڪا، دال جو ڪٽورو ۽ هڪ ٻاٽلي شربت جي وني ڍڪي ڪٽي اچي.

نوڪر چوڻ موجب سڀ وني، ٿالهي ڍڪي ڪٽي آيو. هيٺ مريدن جڏهن اِهو ڏٺو ته چوڻ لڳا ته، پير جي پيري ويئي هلي آهي. هاڻي مٿي شراب ڪباب جو دور هلندو وغيره وغيره، اُنهن مان هڪ هڪ ڪري کسڪندو ويو. باقي هڪڙو چٽو وجي رهيو.

اها دال روٽي ۽ پير کي ڪڏهن به ڪانٽي ڪا نه هئي ۽ نڪو شربت پيئٽو هو. پير صاحب کي ته رڳو مريدن کي آزمائڻو هو. صبح ٿيو. حضرت نظام الدين هيٺ لٿو. چا ڏسي ته هيٺ فقط امير خسرو بيٺو هو. پير صاحب پڇيس ته باقي ٻيا ڪيڏانهن ويا؟ خسروءَ چيو ته ڦلاڻو. ڦلاڻي وقت ويو وغيره وغيره. پير صاحب پڇيس ته تون چو ڪين وئين. هن جواب ڏنو ته هليو ته مان به وڃان ها. پر توهان کان سواءِ ٻيو ڪو به هنڌ مون کي ڏسڻ ۾ نه آيو. جتي ڪٽي مان وڃان. پير صاحب اهو ٻڌي ڪٽي. هن کي گلي لڳايو ۽ پنهنجي گدي هن کي ڏني. سو فقير سڀ ڏسن ٿا ته ڪهڙو لائق آهي ۽ ڪهڙو لائق نه آهي.

گرو امرداس صاحب جن به اهڙيءَ طرح پنهنجن ششن کي آزمايو هو. ششن کي چيائين ته ٿلها ٺاهيو، ۽ وري ڊاهيو. وري ٺهرايائين ۽ وري ڊهرايائين. ڪيترا شش ڪڪ ٿي ٻيهي رهيا ۽ فقط هڪ گرو رامداس وڃي بچيو. شش هن کي چيو ته گرو صاحب پاگل ٿي پيو آهي ۽ هن جي مت مارجي ويئي آهي. انهيءَ سان گڏ تنهنجي به مت مارجي وئي آهي ڇا؟ گرو رامداس اهو ٻڌي روئي ڏنو ۽ ڪين چيائين ته توهان کي جيڪي وڻي سو پلي منهنجي ٿالي چئو. پر گرو صاحب جن لاءِ ڪجهه به نه چئو. وڌيڪ چيائين ته جيڪڏهن گروءَ جو عقل قائم نه آهي. ته پوءِ ڪنهنجو به عقل قائم نه آهي.

جيڪڏهن هو ٻاڳل آهي تہ پوءِ سارو جهان ٻاڳل آهي. ستر پيرا گَرو رامداس ٿلها نا هيا ۽ ڏانا. هن جو گَروءَ ۾ پڪو وشواس هو ۽ گَروءَ کي ئي هن گَرو ٿي سمجهيو.

**وچن تي ويساهہ، رکيو جنهن رهت سان،**
**سو اُلٽي انتر مک ٿيو، درونند داناءُ،**
**سامي لڌائين سم ٿي روم روم مون راهہ،**
**پائي پد اسگاهہ، چڙهي ويو چوڏل ۾.**

(سامي)

# خواجہ معين الدين چستي

حضرت غريب نواز خواجہ سيد معين الدين چستي 1143ع ۾ ڄائو هو. هن جي پيءُ جو نالو سيد غياث الدين حسن هو. 7 سالن جي عمر تائين هو خراسان ۾ رهيو. چوڏهن سالن جو ٿيو تہ سندس والد هي خاڪي جامون ڇڏيو. ورثي ۾ هن کي هڪ هوا تي هلندڙ اٽي پيهڻ جي چڪي ۽ هڪ باغ مليو، جنهن جي آمدني ايتري هئي جو آرام سان زندگي گذاريندو هو. هن جي شهر ۾ چڱي عزت هئي.

خواجہ صاحب هڪ ڏينهن باغ ۾ ويٺو هو تہ هڪ درويش ابراهيم قندوزي نالي اُتي آيو. جنهن جو هن وڏو آدرستڪار ڪيو ۽ ڪجهہ انگورن جا ڇڳا هن جي اڳيان رکيا، جي هن وڏي شوق سان کاڌا. فقير صاحب پنهنجي ڳوٿريءَ مان هڪ ڪڙ جو ٽکر ڪڍي، اُن کي چٻاڙي اهو خواجہ صاحب جي وات ۾ وڌو. جو هن نعمت سمجهي کاڌو. اجا اِهو نڙيءَ جي هيٺ مس ويو تہ هن جي بيائيءَ جو پردو دور ٿي ويو ۽ هو ڇا مان ڇا ٿي ويو! هن جي طبيعت دنيا مان اُداس ٿي پيئي. هو باغ ۽ چڪي وڪڻي، سڀ پيسا مالڪ جي نالي خيرات ڪري گهر مان نڪري ويو.

آخر هارون شهر ۾ اچي خواجہ عثمان هارونيءَ جي خدمت ۾ رهيو، جنهن آخر ڪيس خاص مريدن ۾ رکيو ۽ نوازي ڇڏيو. پريا سادا ويهہ سال، هن مرشد جي صحبت ۾ گذاريا. جيڏانهن خواجہ صاحب ويندو هو، اوڏانهن هي بہ هن سان گڏ ويندو هو ۽ هميشہ پنهنجي مرشد جو سامان پنهنجي مٿي تي کڻي هلندو هو.

هن کي هندستان ۾ وڃڻ جو اشارو مليو، مرشد کان موڪلائي هو گهڻن فقيرن ۽ اوليائن سان ملاقات ڪندو، شهاب الدين غوريءَ جي لشڪر سان هندستان ۾ لاهور آيو، جتان پوءِ اجمير آيو. اُنهيءَ وقت هن جي عمر ٻاونجاهہ سال هئي. اجمير ۾ هي صاحب اندروني اپياس ۾ لولين ٿي ويو ۽ وڏي درويش گتيءَ کي وڃي پهتو. هن جي اپياس جو اهو حال هو جو هوُ لڳاتار سترهن سال رات جو نہ سمهيو. سڄو سڄو وقت هوُ ڌيان ۾ رهندو هو ۽ وڏي آواز ڪرڻ سان هوُ پنهنجون اکيون کوليندو هو. هن اجمير ۾ هڪ لنگر کوليو جو هندستان ۾ پهريون لنگر هو.

خواجہ صاحب جي زندگي وڏي پاڪ هئي. هوُ سادو ۽ تمام ٿورو کائيندو هو. هن جو لباس هڪ ڪڙتو ۽ هڪ گوڏ هئي. اُهي ڦاٽندا هئا تہ انهن کي پاڻ خود چتي هڻي پائيندو هو ۽ ايستائين ٽڪر ڳنڍيندو هو، جيستائين ڪا بہ گنجائش نہ رهي.

خواجہ صاحب جي وچن واٽي وڏي اوچي درجي جي آهي. هو فرمائيندو هو تہ جيڪو فڪر، فاقو (لنگهڻ) ۽ بيماريءَ سان دوستي ٿو رکي، تنهن کي مالڪ پنهنجو دوست (پيارو) ٿو ڪري.

95 ورهين جي عمر ۾ هن صاحب چولو ڇڏيو. اجمير ۾ هنجي مقبري کي درگاهہ ڪري چوندا آهن. جتي هر سال ميلو لڳندو آهي ۽ پري پري کان ماڻهو زيارت ڪرڻ ايندا آهن. خواجہ صاحب جن 21 مئي 1237 ۾ حجري ۾ گهڙيا ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيائون. ستن ڏينهن کان پوءِ، جڏهن ڪو بہ آواز اندران نہ آيو، تڏهن در پيچي اندر ڏٺائون تہ خواجہ صاحب هي فاني چولو ڇڏي دائمي بقاداري حاصل ڪئي هئي. هن جي موت جي پوري تاريخ نہ معلوم هئڻ ڪري سندس درگاهہ تي ڇهہ ڏينهن ميلي لاءِ مقرر ڪيا ويا آهن.

## خواجہ صاحب جا ڪي چوندڙ وچن

1 — خدا جي پهچڻ لاءِ خلقت کان پري ۽ خاموشي ۾ رهجي.
2 — عارف جي علامت اِها آهي تہ هو خاموش ۽ غمگين رهي ۽ ڪير بہ دک يا تڪليف ڏئيس تہ شڪايت نہ ڪري.
3ـ سچو ڳولائو اُهو آهي جو موت کي پيار ڪري ۽ هوُ خوشيءَ کي قتو ڪري، مالڪ جي ذڪر (نام) جو پلئہ ڦو پڪڙي.
4ـ سچو کوجي اُهو آهي جو جڏهن صبح جو اُٿي تہ هن کي رات واري ڳالهہ ياد نہ هجي.
5ـ سچي ڳولائوءَ ۾ چار گڻ ٿيندا آهن. (1) نفس کي روڪڻ (2) بک سهڻ (3)غم ۾ خوش رهڻ (4) دشمن سان دوستي رکڻ.
6 — جيڪو ماڻهو بندگي نٿو ڪري، اهو حرام جي روزي ٿو کائي.
7 — اي غافل! تون موت جي اچڻ کان اڳ، پنهنجو توشو تيار ڪر ۽ موت لاءِ هميشہ تيار رهہ.
8 — جنهن کي مالڪ پيار ٿو ڪري، تنهن تي دکن جو مينهن ٿو وَسائي.
9 ـ فقير يا سنت جو درشن ڪرڻ ۽ اُنهيءَ جي خدمت ڪرڻ بئي بندگي ۾ داخل آهن.
10 — اولاد لاءِ ماءُ پيءُ جو منهن ڏسڻ، بندگيءَ ۾ داخل آهي. جو پٽ ماءُ پيءُ جي قدم بوسي ڪري ٿو يعني پيري ٿو پوي، انهيءَ جا مالڪ گناهہ معاف ٿو ڪري.
11— مالڪ جنهن کي پنهنجو ٿو ڪري، تنهنکي ٽي شيون ٿو بخشي. درياءَ جهڙي سخاوت، زمين جهڙي پالڻ ۽ پرورش واري دل ۽ سج جهڙي شفقت (Patronage).

# بلهي شاهہ

بلهي شاهہ، جو جنم 1680ع ۾ لاهور جي پرسان پندوڪ ۾ ٿيو، ذات جو سيد هو، مذهبي تعصب ۽ فرقي پرستيءَ کان تمام مٿي هو. برابر چاليهہ سال هن کوج ڪئي، گهڻيئي ڪتاب پڙهيائين. پر ورِيس ڪجهہ بہ ڪونہ. آخر ڪنهن ماڻهوءَ چيس تہ خوامخواهہ جو پيو پٽڪين ۽ متا هڻين، شاهہ عنايت وٽ وڃ تہ ڪجهہ حاصل ٿيئي.

**ڪملون بس ڪرين او يار، اِڪ الف تيري درڪار.**

هو شاهہ عنايت وٽ لاهور ۾ آيو، جنهن کان رستو مليس. ڪمائي ڪيائين ۽ اندر پردو ڪليس. بلهي شاهہ کي پنهنجي مرشد لاءِ بيحد محبت هئي. چوندو هو تہ ”مولا آدمي بن آيا.“ مرشد جي مهر سان رنگ ۾ رنگجي ويو، مستيءَ ۾ چوڻ لڳو:

**حاجي لوڪ مڪي نوُن جاندي،اسان نوُن جانا تخت هزاري،**
**حاجي لوڪ مڪي نوُن جاندي،ميري گهر وچ نوشا (ڪنڊ).**

يعني: دنيا جا ماڻهو مڪي تا وڃن پر منهنجو مڪو مرشد جي درگاهہ آهي. سچو تيرٿ يا مڪو منهنجي دل اندر آهي، جتي منهنجو مرشد سدائين وَسي ٿو.

عام ماڻهن جي نظر باهرين آهي، سي اِهي ڳالهيون ناجائز سمجهڻ لڳا.

جڏهن شريعت وارن هن جون ڳالهيون ٻڌيون تڏهن چوڻ لڳا تہ بلهي شاهہ ڪفر ٿو ڪري ۽ هنجي برخلاف فتويٰ ڏيڻ گهرجي. سڀ ڪٺا ٿي هن وٽ آيا ۽ پنهنجو اعتراض پيش ڪيائون. بلهي شاهہ ڪين چيو تہ پهرين منهنجي مقدمي جو فيصلو ڪريو، پوءِ جيڪا توهانجي مرضي هجي تيئن ڪريو. پهرين مون کي ٻڌايو تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو چاليهہ سال انجام ۽ اقرار ڪندو رهي ۽ ڏئي اصل ڪجهہ بہ نہ، تہ پوءِ توهين اُنهيءَ کي ڇا ڪندا؟ قاضيءَ چيو تہ اُنهيءَ جي درگتي ٿيڻ گهرجي ۽ جيئري جلائڻ کپي. اِهو ٻڌي بلهي شاهہ چيو تہ مون ڪتابن ۽ گرنٿن ۾ پڙهيو تہ هي ڪريو ۽ هوُ ڪريو، هن مهاتما هيئن ڪيو تہ هي ڏنو. مان اِهي ڳالهيون پڙهي ٿڪس، پر سچي حقيقت حاصل نہ ٿي. اِهو جواب ٻڌي هوُ لاجواب ٿي پيا ۽ هليا ويا.

جڏهن ماڻهن هن کي ڏاڍو اچي تنگ ڪيو، تڏهن هن وني گڏهيون خريد ڪيون، تہ ماڻهو هن تي نفرت ڪن ۽ ويجهو ئي نہ اچن. بلهي شاهہ اوچيءَ ذات جو سيد هو. هن جي ڪنهن ويجهي مائٽ جي گهر شادي هئي. هن پنهنجي مرشد شاهہ عنايت کي شاديءَ تي اچڻ لاءِ عرض ڪيو. شاهہ عنايت هڪ گهٽ ذات جو ڪڙمي نوڪر، پنهنجو عيوضي شاديءَ تي موڪليو. بلهي شاهہ جي مائٽن، نوڪر کي گهٽ ذات جو سمجهي، هن کي ڪا بہ عزت نہ ڏني. جي هو عقل وارا هجن ها تہ هن کي شاهہ عنايت جو

عبوضي سمجهي هن جي عزت ڪن ها! شاديءَ تان موٽي هن ڇوڪري، شاھ عنايت کي هنن جي سچي هلت ٻڌائي. شاھ عنايت ناراض ٿي چيو تہ هن نڪمي بلهي شاھ جو پاڇي بہ ڪين پيئبو. انهيءَ چوڻ کان پوءِ بلهي شاھ جو اندريون نام جو رنگ لهي ويو.

هو مرشد جي جدائيءَ ۾ بي قرار ٿي پيو ۽ هنڪي ڪنهن بہ نموني راضي ڪرڻ لاءِ هي وجي ڳائڻ وارين زالن کان ڳائڻ ۽ نچڻ سکيو. هڪ ڏينهن ڳائڻ وارين سان گڏ هي بہ زنانا ڪپڙا پائي، شاھ عنايت وٽ ڳائڻ ويو ۽ ڳائيندي مرشد جي پريم جي مستيءَ ۾ اچي ويو. شاھ عنايت هن جو آواز سڃاتو ۽ پڇيائين تہ تون بلهي شاھ آهين؟ هو مرشد جي قدمن تي ڪري پيو ۽ معافي گهريائين. مرشد هن کي ڪٺي گلي سان لاتو. سنت سدائين ديالوُ ٿيندا آهن.

آزمائش مهل گهٽي قدر پڙهيل ڪري پوندا آهن. جڏهن ڪنهن کي گرو حڪم ڏيندو آهي تہ تون فلاڻي شيوا ڪر يا فلاڻي هنڌ ستسنگ ڪر، تہ پوءِ ڪي سڄڻ پاڻڪي ڪجھ جو ڪجھ پيا سمجهندا آهن ۽ پوءِ هوُ رهجيو وڃن. شيواڌارين کي سدائين منو ڳالهائڻ گهرج ۽ هميشہ چئجي "معافي يار معافي" سائينءَ جي در توبہ ڪجي. شاھ صاحب فرمايو آهي، "توبھ جي تون تند تنوار." ڪن سياڻن چيو آهي:

**جيڪو منڙا پول ٿو پولي، در ديا جا سو ٿو کولي،**
**سڪ سچو سو ماٽي ٿو، سڪي سو پاڻ کي ڇاٽي ٿو.**

بلهي شاھ پنهنجي من جي هٺ وَڏائي ۽ اوچي ذات کي ناس ڪرڻ لاءِ، هڪ ڏينهن جڏهن رستي تي ڪدڙن ويني ڳايو ۽ نچيو تہ، هو بہ هنن سان وني نچڻ لڳو. ماڻهن ڊڙي وجي پٽس کي چيو تہ، تنهنجي پٽ پهرين گڏهيون رکيون ۽ هاڻي وري هو رستي تي ڪدڙن سان گڏ پيو نچي، چگي هو سيدن جي عزت برباد ڪري رهيو آهي. اهو ٻڌي پٽس هڪ هٽ ۾ لڪڻ ۽ ٻئي هٽ ۾ مالها ڪٺي اچي اُتي نڪتو. بلهي شاھ جڏهن ڏٺو تہ سندس پيءُ آيو آهي، تڏهن دل ۾ چيائين تہ اڄ بابو بہ خالي نہ وڃڻ گهرجي. سو پيءُ ڏانهن نهاري، توجھ ڏيئي وري وني نچڻ لڳو ۽ ڳائيندي چوڻ لڳو:

**لوڪان دي هٿ ماليان — تي بابي دي هٿ مال،**
**ساري عمر پٽِ کي مرگيا — تي گس نہ سکيا بال،**
**چينا! اِيوُن ڇري دا داويا! چينا اِيوُن ڇڙي دا.**

يعني ماڻهن جي هٿ ۾ مالهائون آهن، منهنجي پيءُ جي هٿ ۾ بہ مالها آهي. سڄي عمر ائين پٽيندي هو مري ويا ۽ هڪ وار بہ چڪي نہ سگهيا. پوءِ اها حالت ٿي جو پٽس بہ وني، انهن سيني سان گڏ نچڻ لڳو:

**پتــر جنــان دي رنــگ رنگيلــي، مــاءُ پــيءُ لينــدي تــار،**
**چينــا اِيــون چــري دا او يــار — چينــا اِيــون چــڙي دا.**

يعني جنهن جو پٽ مالڪ جي رنگ ۾ رنگيو پيو آهي ۽ اُهو پيءُ ماءُ کي تاري ٿو.

بلهي شاهه جو چوڻ آهي تہ اَڄڪلهه ڌرم جا پرچارڪ گهٽو ڪري پگهاردار ۽ سوار ٿي لوڪ آهن، تنهن ڪري ڌرمي استان، واپار جا مرڪز بڻجي ويا آهن، پر مالڪ جا سچا پيارا ۽ عاشق انهن سيني کان الڳ آهن.

**ڌرمــسالي دڙوائــي رهنــدي — ٺــاڪر دواري ٺِــگ،**
**مــسيتان وچ ڪــسبي رهنــدي — عاشــق رهــن الــگ.**

اهڙي بي سمجهه خود مطلبي ڌرم جي رکوالن جي ڪري ئي انسان، انسان جو دشمن آهي ۽ منمک ٿي پيو آهي.

**نــہ خــدا مــسيتي لينــدا، نــہ خــدا خانــہ ڪعبــي،**
**نــہ خــدا مــئن تيــرٿ ڏٺــا، ايــوين پئنــدي جهــاگي،**
**بــلا شــاهه جــد مرشــد مــل گيــا، مٽــي ســپ تگــادي.**

يعني: پرماتما نہ مندر ۾ ملندو ۽ نڪي ڪعبي يا هردوار ۾ ليندو. تڪليفون سهي مون تيرٿن تي مالڪ کي ڳوليو پر، اُتي بہ هن کي نہ ڏٺم، پر جڏهن مون کي سچو مرشد مليو، تڏهن هن منهنجا سڀ اجايا وَهم ۽ ڀرم لاهي ڇڏيا ۽ تڪليفون دور ڪري ڇڏيون.

شاهه حيدرآباد سنڌ ضلعي جي، هالا حويليءَ نالي ڳوٺ ۾ سنه 1698ع ۾ جائو هو. سندس والد جو نالو شاهه حبيب هو. سندس ڏاڏو شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو مشهور درويش ۽ شاعر هو. شاهه جي جنم کان پوءِ سندس والد هالن جي پرسان ڪوٽڙيءَ نالي ڳوٺ ۾ لڏي اچي وينو. درويشيءَ جا آثار ٻالڪپڻ ۾ ئي منجهس نظر ايندا هئا. اڪيلائي هن کي ڏاڍي وڻندي هئي.

جڏهن 5 — 6 ورهين جي ڄمار جو ٿيو، تڏهن کيس آخوند نور محمد وٽ پڙهڻ وهاريو ويو. جڏهن آخوند **الف بي** سيکارڻ شروع ڪيس ۽ چيائينس ته چئه "الف" ته شاهه هڪدم چيو ته "الف". وري آخوند چيس ته چئه "ب" ته شاهه چيو ته "ب وري چاجي؟" هن کِي پيءُ وٽ وٺي آيا، جنهن پنهنجي پٽ جي روحاني رمز سهي ڪئي ۽ چيائينس ته "ابا! تون بيشڪ حق تي آهين."

شاهه ايڪانت ۾ گذاريندو هو ۽ جي پور پوندو هوس، ته جهنگل ۾ هليو ويندو هو. هنکي مولانا روم جي مثنوي ۽ شاهه ڪريم بلڙيءَ وارو رسالو هميشه ساڻ هوندو هو. هڪ ڀيري جهنگل ۾ واريءَ جي دڙي تي وهندي اهڙو مالڪ جو ڌيان ۾ اچي ويو، جو پنهنجي بدن جي خبر ئي نه رهيس. ٽي ڏينهن اهڙيءَ حالت ۾ هو. جهولن جي ڪري، واريءَ ۾ لتجي ويو. شاهه حبيب گهڻئي ڳولا ڪئي، پر پتو ڪو نه پيس. نيٺ هڪ ڌنار جي نظر شاهه تي وڃي پئي، جنهن پٽس کي وڃي ٻڌايو. جڏهن پٽس اُتي پهتو ته ڏٺائين ته شاهه جو ڏڙ واريءَ ۾ دٻجي ويو آهي. باقي سندس چادر جي ڪنڊ ٻاهر پئي ڦڙڪي، درد جي آواز ۾ پڪاريائين:

**لڱـــــي لڱـــــي واءُ، ويـــــا انگـــــڙا لتجـــــي.**

شاهه عبداللطيف اُن درد جي دانهن تي ڇرڪ ڀري اُٿيو ۽ وراٽي ڏنائين:

**پيئـــي ڪٽـــي پـــساهه، پـــسڻ ڪـــارڻ پـــرينءَ جـــي.**

ويهن ورهين جي عمر ۾ هو ڪرب ۽ درد جا شعر چوڻ لڳو. هن کي اِلاهي عشق جي تنوار لڳل هئي. پٽس سمجهيو ته شادي ڪندو ته هي جهر جهنگ ڇڏي ڏيندو.

هڪ ڏينهن بنا موڪلائي هو جهنگ ۾ هليو ويو، جتي جوڳين جي ٽولي ملي ويس جن سان اُگهاڙين پيرن گڏجي رمندو رهيو. ٽي سال اُنهن سان گمند رهيو ۽ اُنهن کان تياڳ، ويراڳ، اوجاڳا، عبادت، ڪشٽ ۽ ڪشالا پرايائين ۽ رچي راس ٿيو. هوڏانهن سندس پيءُ، پنهنجي پٽ جي وڇوڙي ۾ بي حال ٿي پيو. هڪ ڏينهن شاهه اچي گهر پهتو. ٽن ورهين جي دوران ۾ فقيرن جي صحبت ۽ پانت پانت جي ماڻهن جي

ملاقات، سندس دل مان دئيءَ جي ڪٿ ئي لاهي ڇڏي ۽ هن ۾ اِنسان ذات لاءِ قرب ۽ همدردي وڌي.

شاهه صاحب مرزا مغل بيگ جي نياڻي سيده بيگم سان شادي ڪئي. هوءَ نهايت پاڪدامن ۽ حليم عورت هئي. جيتوڻيڪ وَڏ گهراڻي ۽ ناز سان پليل هئي، تہ بہ گهر جو سمورو ڪم رڌڻ پچائڻ، صفائي وغيره پنهنجي هٿن سان ڪندي هُيئَ. جهڙو هو شاهه پلارو، تهڙي هئي سندس گهرواري سگهڙ. شاهه کي ڪو بہ اولاد ڪو نہ ٿيو. شاهه صاحب جي زندگي هاڻي رسيده شخص وانگر، نريل هموار هئي. پنهنجو وقت بندگي ۽ ڌيان ۾ لڳائيندو هو. شاهه جو ناماچار ايترو وڌي ويو جو هالن ۽ متيارين جي پيرن جي سيني ۾ حسد جي باهه پڙڪي اُٿي. اُنهن ڏينهن ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙو سنڌ جو حاڪم هو. اُهو اُنهن جي ڪنن جي ڳالهين تي لڳي. شاهه صاحب جو دشمن ٿي پيو ۽ هن کي مارڻ جي ڪوشش ڪيائين. شاهه سڀ مالڪ تي رکيو ويٺو آهي.

هڪ ڀيري نور محمد ڪلهوڙي شاهه سان ملاقات جو شوق ظاهر ڪيو ۽ شاهه اها دعوت قبولي هن وٽ ويو. ماني کائڻ کان پوءِ جڏهن موڪلائڻ لڳو تہ نور محمد ڪيس سونن سنجن واري گهوڙي سوکڙي ڪري ڏني. اُها گهوڙي موتمار ۽ سرڪش هئي. ڪنهن کي بہ چڙهڻ ڪا نہ ڏيندي هئي. جيڪو اوڏو ويندو هوس، تنهن کي چڪ پائي لتون هڻندي هئي. ميان نور محمد جي نيت خراب هئي. تہ اُها شاهه کي نهوڙي نئين. شاهه صاحب گهوڙي سواري ڪو نہ ڄاڻندو هو. انهيءَ هوندي بہ ٽپ ڏيئي گهوڙيءَ تي چڙهي ويٺو ۽ لغام ڪدي اُڇلائي ڇڏيائين. گهوڙي اڳيئي تيز ۽ کهري، ويتر هئي بي لغام ، سو وني ڪنيائينس، ڪن ۾ نظر کان غائب ٿي ويئي. سيني ڀانيو تہ شاهه ڪين بچندو. ڪجهه وقت کان پوءِ شاهه گهوڙيءَ کي ڪڏائيندو موٽي آيو ۽ آڻي ميان نور محمد اڳيان جهليائين.

هو ڏاڍو شرمسار ٿيو ۽ پنهنجي بدنيتي باسي معافي گهريائين. نيزاريءَ سان پڇيائين تہ "شاهه صاحب! اوهان گهوڙي جو لغام ڪهڙي سبب لاهي ڇڏيو هو؟" شاهه وراڻي ڏنيس تہ

"اي سائين جا سنواريا! **جنهن صورت ۾ منهنجي حياتيءَ جي واڳ ئي ڌڻيءَ وٽ آهي، تنهن صورت ۾ هن وَهٽ جي واڳ پنهنجي هٿ ۾ جهلڻ مناسب نہ سمجهيم، اُها بہ ڪٽي مالڪ کي سپرد ڪيم.**"

شاهه جهڙي ايڪانت پسند کي ڪوٽڙيءَ مان مزو نہ آيو، سو اُتان لڏي اچي ڀٽ وسايائين. جتي آسپاس واريءَ جا دڙا، ڪبڙيون، ڪرڙن ۽ ڪنڊين جا جهڳٽا هئا ۽ پرسان ڪراڙ ڍنڍ هئي، جنهن کي هينئر ڀٽ شاهه ٿا چون. شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو ۽ مخدوم نوح هالن وارو ٻئي همعصر اولياءَ پاڻ ۾ گهرا سنگتي هئا ۽ هڪ ٻئي وٽ ملاقات لاءِ ايندا هئا. هڪ دفعي شاهه عبدالڪريم مخدوم صاحب جي ديدار لاءِ ٿي ويو ۽ واٽ تي ڀٽ وٽان لنگهٽو هوس، اُتي پنهنجن فقيرن کي اِشارو ڪيائين تہ، منهنجي

اولاد مان هڪ لله لوڪ ٿيندو، جو هي هنڌ وسائيندو. اِها ڳالهه سچي ٿي ۽ شاهه اچي پٽ وَسائي. فقيراڻي گذر لاءِ ڪنهن ڏيک جو ضرو ڪو نه آهي. ماڻهن سان گڏ شاهه پنهنجن هٿن سان به ڪم ڪندو هو. آخر هڪ مٽيءَ جو جهوپڙو پاڻ لاءِ ۽ هڪ حويلي ماءُ پيءُ لاءِ نهراياڻين. پنهنجن فقيرن کي ليڪا ڪڍي پٽ ورهائي ڏنائين. هنن پنهنجون جهوپڙيون جوڙيون.

شاهه صاحب جي دل ڪومل، ٻاجهاري ۽ پاڪ هئي. پاڻ کي پوچائڻ کان پري هو. هن جي راهه نيستيءَ واري هئي. هو ٿورو کائيندو ۽ سادا ڪپڙا پائيندو هو. پوُر پوَندو هوس ته جتي به ڪين پائيندو هو ۽ پيرين اُگهاڙو پنڌ ڪندو هو. رليءَ تي سمهندو هو. ڪنهن جو به ٿورو ڪين کڻندو هو. پاڻي به پاڻ پري پيئندو هو.

شاهه جي جسماني حياتيءَ جا ڏينهن جڏهن پورا ٿيڻ تي آيا، تڏهن پورا ايڪيهه ڏينهن خلوت (ڌيان) ۾ رهيو. اُنهيءَ ساري عرصي ۾ ٻن ويلن جيتري ماني مس کاڌي هونداڻين. جڏهن ٻاهر نڪتو، تڏهن سنان ڪري چادر اوڍي، مراقبي (سماڌيءَ) ۾ رهيو. اها حالت ٽي ڏينهن هلي. انهيءَ کان پوءِ ڏسن ته رڳو سندس خاڪي جسم وڃي رهيو آهي. هن سنه 1752ع ۾ چولو ڇڏيو. پنهنجن فقيرن کي تاڪيد ڪئي هئائين ته جڏهن مان دم ڌيان، تڏهن دفن ڪان پوءِ منهنجي مرڻ جي ڳالهه ظاهر ڪجو. سندس تربت مٿان ميان غلام شاهه ڪلهوڙي هڪ عاليشان قبو اڏايو.

شاهه جو قد البت ڊگهو، شڪل جو سهڻو هو. سندس پيشاني ڪشادي هئي، سندس اکين مان جڻ ته جوت پيئي نڪرندي هئي. هن جي هلت درويشي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ڪل چرچو به ڪندو هو. اڪثر گنڀير نظر ايندو هو. ڏيک ويک سان ڪين پوندي هيس. نڪو سينڌ سرمي سان. سرير جي سينگار کان ڪيس نفرت هئي. انهيءَ باري ۾ هدايت ڪياڻين ته:

**سرمون سياهيءَ جو — رنن کي رهاءِ،**
**ڪاني ڪرائيءَ جي — مڙس تي م پاءِ،**
**اکين ۾ اٽڪاءِ — لالائي لالن جي.**

يعني ڪارو سرمون رنن جي سينگار لاءِ آهي. جي تون مڙس آهين ته اِها سرمي جي سرائي اکين ۾ نه پاءِ، پر اکين ۾ مالڪ جي سڪ ۽ عشق جي لالڻ لاءِ.

شاهه سادي پوشاڪ، اڪثر ڪفني پائيندو هو. سادو کائيندو هو. ننڊ نهايت ٿوري ڪندو هو. اوُچي بستري تي ڪين سمهندو هو. گودڙيءَ تي سمهندو هو. هن جي واٽ مانيڻي لاٽ جيان، پانڌيڙي کي رستو ڏيکاريو آهي ۽ سلوُڪت جو سبق پئي سيکاريو. هڪ ڏينهن هو منجهند جي وقت آرام ۾ هو ته ٻاهران ڪنهن ٻاڪريءَ آواز ڏنو، "سوُئا، پالڪ، چوُڪا." شاهه آواز تي چرڪ ماري اُٿيو. فقيرن کي عجب لڳو ۽ سبب پڇيائونس، هن فرمايو، ابا اوهان ٻاڪريءَ جو هوڪو نه ٻڌو؟ هن ٿي چيو،

انهيءَ ڪان پوءِ وري ڏينهن جو ننڍ نہ ڪيائين ۽ بين ڪي پڻ صلاح ڏيندو هو تہ گهڻو سمهڻ چڱو نہ آهي. شاهہ جيترا پنهنجي تن ڪي تسا ڏنا ۽ بکون ڪيڍيون سي ڪنهن ورلي ڪيڍيون هونديون. جيئن وڌيڪ سختي ايندي هيس، تيئن تيئن وڌيڪ مالڪ جي ڏيان ۾ وهندو هو.

هڪ مريد، شاهہ جي ڏاڍي شيوا ڪئي، راضي ٿي فرمايائونس تہ "چا گهرجيئي؟"

هن عرض ڪيو: "ماري ڪتي مون هن وَهت سان، وڏائي وَس ڪيا، هاٿي تات سيڪارينس تون تہ منهنجي سواري ۾ سڌو ٿئي."

يعني: من روپي گهوڙي کي سڌي ڪرڻ جا مون ڏاڍا وَس ڪيا، پر هو سڌو نٿو ٿئي. هاڻي توهين هنکي اهڙي تربيت يا ريت سيکاريو جو منهنجي چئي ۾ هلي. (منهنجي چئي ۾ هلي اِهو سوکيم اهنکار، مان مان جو آهي. جو سنتن کي ڪن وڻندو آهي.)

تنهن تي شاهہ صاحب چيس تہ، "مايا، ڏن گهڻو ڏيانءِ؟" مريد چيو تہ "مايا جا طالبُ ڪتا ٿيندا آهن." وري شاهہ چيو تہ "پلا ڳهہ سون، ڪپڙا جواهر ڏيانءِ؟" هن چيو تہ "ڪپڙن سونِ وغيره جي چا هنا الڙجوان اِسترين کي ٿيندي آهي." اهو ٻڌي شاهہ صاحب فرمايو تہ "ابا اجا پاندو صاف نہ ٿيو آهي!" شيواڌاريءَ وري سڪ مان گهڻو وقت شيوا ڪئي. پرسن ٿي وري پڇيائونس تہ "ٻچا چا گهرجيئي؟" وري بہ هن چيو تہ:

**مـــاري ڪتـــي مـــون هـــن وَهـــت ســـان، وڏائـــي وَس ڪيـــا،**
**هاٿي تات سيڪارينس تون، تہ منهنجي سواريءَ ۾ سڌو ٿئي.**

شاهہ صاحب چيس تہ "پيارا اجا ڪپڙو صاف نہ آهي."

تڏهن شيواڌاري چيو تہ:

**اُهـــي ڪتـــي ڪنـــپ ڪٽـــي ويـــا، جيڪـــي رنـــگ رنگـــين،**
**ڪـــوُڙا دلاســـــا دل ڪـــــي، ڏيهـــــاڙيون تـــــا ڏيـــــن،**
**موتـــــائي تـــــا نـــــين، مـــــاٺهو ميـــــرا ڪپـــــڙا.**

اِهي دل صاف ڪرڻ وارا ڪتي ختم ٿي ويا جي سچي رنگ ۾ دل کي رڱيندا هئا. هو ڪوڙا دلاسا ڏيندا تا رهن ۽ دل جا ميرا ڪپڙا موتائي تا ڏين.

تنهنِ تي شاهہ فرمايو:

**اجـــــا بـــــہ آهـــــين، ڪلجڳـــــہ انـــــدر ڪـــــاپڙي،**

جنهن جي شاهہ عبداللطيف چئي، تا لاڳہ چڱي لائين،

**موٽـــائي ٿـــا نـــين، نيـــت نـــدورا ڪپـــڙا.**

يعني سچا سنت دل صاف ڪرڻ وارا ڪتي اچا آهن. هو اندر جا ڪلف بنا ڪنجيءَ ٿا لاهين. فقط بدنيت وارن کي ڪپڙا موٽائي ٿا ڏين.

پوءِ شاهہ صاحب چيس تہ هل تہ شاهہ عنايت علي شاهہ وٽ هلون. بئي اُتي پهتا. شاهہ صاحب هنڪي مٿو ٽيڪيو تہ هن شاهہ صاحب جو ڪنڌ، اڏيءَ تي رکي ڪاتيءَ سان سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو.

**اُتـــي اڏيءَ تـــي ٿـــا ســـالڪ ســـر ڪپـــين.**

اهو ڏسي مريد اُتي پڳو. ڊڪندو پئي ويو تہ اڳيان شاه صاحب نظر آيس. مريد، چيس تہ "واهہ سائين! مون کي ڪنڌ ڪپائڻ وني هليا هئا؟" تنهن تي شاهہ فرمايو:

**ســـڏڙيا صـــرافن ســـان، ٿـــا ڪوهـــ پڇـــاران ڪـــن،**
**جڏهين ڪات ڪلالن ڪديا، تڏهين پڇيو ڏوڙ وڃن،**
**پڪـــون ســـي پيـــئن، ســـر جنـــين جـــا ســـت ۾.**

يعني ريساڙا، صرافن سان رڳو ريسون ٿا ڪن. هڙ ۾ ڪجهہ بہ نہ اٿن پر هو ٺواهر ونڻ جون سڌون ٿا ڪن. سچا صراف يعني سنت جڏهن پريم جا ڪات ٿا ڪڍن تہ ڊو ونيو پڄن. اُهيئي پريم جا پيالا پيئندا، جن اهنڪار ۾ آپو سنتن اڳيان ڦٽو ڪيو آهي. شاهہ صاحب وڌيڪ چيو:

**اُهـــا ســـسي جـــا مـــاس جـــي، ســـا اُتـــي نـــا لاهـــين،**
**ڪامـــل مرشـــد روح ڪـــي، نرنهـــو ڪـــري ٿـــا نـــين،**
**اُتـــي وجـــي گـــڏين، جـــاتي ڪينـــو آهـــي ڪـــين ڪـــي.**

ڪامل مرشد ماس جي سسي نہ، پر اهنڪار جي سسي ٿا لاهين. اُها اُتي گڏيندا آهن، جتي ٻاڻ نہ، رڳو نيستي آهي.

اهو ٻڌي اُنهيءَ جڳياسوءَ چيو تہ "سائين! مون بس ڪئي، توهانجو ڀيد نٿو سمجهي سگهان." تنهن تي شاهہ صاحب کلي چيس تہ "چڱ ٻچا! هاٿي چا ٿو چوين؟" وري چيائين تہ

**ســـائين! مـــاري ڪتـــي مـــون وَهـــت ســـان وڏائـــي وَس ڪيـــا،**
**هـــاٿـي تـــات سيڪارينس تـــون، تـــہ منهنجـــي سـواريءَ ۾ سـڌو ٿئي.**

تنهن تي شاهہ صاحب چيس تہ ٻچا ٻڌ:

**اڌ ڪـــا ڏوان جـــو، پيـــو ٿـــورو گـــاهـــ وجهيـــنس،**
**تنـــگ توڪـــل، هنـــو حقيقـــت، ٿـــرا ٿهـــرائينس،**

پنجئـــي وقـــت نيـــاز ســـان، پـــورا پهـــرائينس،
وَحـد هـوُ، مالـک هـوُ، لاشـريک هـوُ، اِهـو وات کڙيـالو ڏيـنس،
بـد افِعـالن کـان پاسـو کـري، اِهـو چهبـوک چکـائينس،
اُتـي اسـر ويـل جـو، توبهـ طائـت جـو کـڙکڻُ گهمـائينس،
محبـــت جـــي ميـــدان ۾، تـــورون تلائيـــنس،
اِهـا هيـر هيـرائينس، تـ سـڌو ٿئـي شـاهـ عبـداللطيف چئـي.

يعني: شاهـ صاحب جن فرمائين ٿا تـ، هن من روُپي گهوڙي کي وَس ڪرڻ لاءِ، تون ٿورو کاءُ، هن کي سڌي هلائڻ لاءِ، تون مالک ۾ توکل رک ۽ گروءَ ۾ پکو وشواس کر ۽ سچو وقت پريم ۽ نياز سان من کي ايکاگر کري، پوءِ دنيا روپي ميدان ۾ هن کي هلاءِ، من روپي گهوڙي جي وات ۾ تون هينئن چئہ، تـ هي مالکا تون ئي سچو آهين ۽ تنهنجي کو بـ برابر نـ آهي. تنهن کانپوءِ تون من کي بڇڙن کمن ۽ کام، کرودڌ، لوبهہ موهـ ۽ اهنکار کان پاسي کرڻ لاءِ، هن کي نام جو چهبوک لڳاءِ. صبح جو سويل اُٿي توبهہ ۽ پڇن بندگي کر، دنيا ۾ پريم سان هل، اهڙي طرح هلڻ سان من سڌو ٿي وَس ۾ ايندو.

ٻئي هنڌ شاهـ صاحب وري من جي پيٽ کـي سان کئي آهي.

کُـجُ پُـجُ کُتـي سـان کينکـي، مـاٺ ۾ مـارينس،
ٻـــڌي در دوس جـــي، ڳڻتـــين ۾ ڳـــارينس،
انـين پهـر عبـداللطيف چئـي، تکـر ڏيکـارينس،
صـــبر ســـيکارينس تـــ، پـــونکڻ کـــان بـــس کـــري.

شاهـ صاحب جن فرمائين ٿا تـ من روپي کتي کي وس کرڻ لاءِ گهڻو نـ ڳالهاءِ ۽ صبر ۾ رهـ، تون سچي مرشد جي شرن وٺي، شيوا کري، دين غريب ٿي، مالک جي خوف ۾ رهي، اِها ڳڻتي کر تـ کيئن سچي سائينءَ سان نبهي ايندي. سچي ڏينهن ۾ هک دفعو کاءُ. کاوڙ غصو ڇڏي، صبر ۽ شکر ۾ رهـ. اِنهيءَ کان پوءِ ئي تنهنجو من روپي کتو پونکڻ ۽ وڙهڻ بند کري، سڌو ٿيندو.

## شاهـ لطيف جي پڇن بندگيءَ جي لاکيٽي وات

پراڻي زماني ۾ اسانجي سونهاريءَ سنڌ ۾، ڙالون صبح جو سويل اُٿي کپهہ مان اٽت تي سٽ کتينديون هيون. هت منڙي شاهـ صاحب جن تمام سولي سڌارڻ (Practical) نموني نام جپڻ جي وات سمجهائين ٿا تـ جيئن سندن هم وطني، سادا،

اَٽيڙهيل آدمي بہ مرشد کان مليل نام جپڻ جي واٽ سوليءَ طرح سمجهي عمل ڪري وجي، سچي صاحب سان ملن.

**مومن پڙهہ تون قلب سليم، سر صحابن واريو وار،**
**چرخو چوري ڪت ڪا تار.**

شاهہ صاحب جن فرمائين ٿا تہ، نام جپڻ شروع ڪرڻ کان اڳ، تون مالڪ جا شڪرانا ڪر، تہ هي مالڪ يعني سچا ستگرو! تون ئي منهنجي چوراسيءَ جي چڪر جي بيماريءَ جي هٽائڻ وارو حڪيم يا ڊاڪٽر آهين. تون هن پنهنجي ٻانهي تي ڪرپا ۽ رحم جي نظر ڪر. تنهن کان پوءِ هو فرمائين ٿا تہ هي مومن، يعني گروءَ جا پيارا! تون نام ٻاهران نہ پر اندرئينءَ دل سان هڪ هنڌ خيال کي جمائي، پريم پيار سان جپ. تون پنهنجو سر ستگروءَ مٿان واريو پيو وارج يعني ٻلهار پيو وڃج. پوءِ تون نام روپي چرخو هلائي، اُن مان ست جي سڌي تار ڪڍج يعني تہ پنهنجي خيال کي هڪ هنڌ بنان پٽڪڻ جي جمائي، نام جپج.

**وَهي هٿان تو منڊ ويئَي ويئَي، ڪين ڪتئَيءِ ڪي پٽ پر ويهي،**
**وقت تمام ڏس تہ ٿيو ئي، قوَت سايو پنڊ تون پيئَسي،**
**نيت خاصي رک نبار، چرخو چوري ڪت ڪا تار.**

سڳورا شاهہ صاحب جن، اسان کي سستيءَ ۽ ننڊ ۾ وقت وڃائيندو ڏسي، اَفسوس ڪائي، سمجهائين ٿا، تہ اي پيارا! تنهنجي عمر، ٻاٽيءَ وانگر تڪي وهندي پيئَي وجي. تو پاسيرو ويهي پڄن سمرن ڪين ڪيو آهي. هينئر بہ تون همت ڪري پنهنجي نيت ۾ اندر کي صاف ڪري، پريم سان پڄن سمرن ڪر، تہ سچي سائينءَ اڳيان سرهو ٿين.

**اُٺي ڪا پائٺي اَڏيءَ پير، تند طلب جي سيريو سير،**
**ست صبر جو ڪت تون هير، تت ناريءَ سين هينئڙو هير،**
**روز رضا سان اوب دنبار، چرخو چوري ڪت ڪا تار.**

تون آڏيءَ رات جو اُٿي، سڪ صبر ۽ پريم سان پڄن ڪر. پنهنجو ڌيان، سکمن ناڙيءَ يعني ٽينءَ اک تي جمائي خوشيءَ سان پڄن ڪر.

**تون پوري سدا بد اَفعال، ڪرين ڪميٽي قيد مقال،**
**ووءِ ووءِ تنهنجي هئَہ هئَہ حال، ويهي وجائئہ سمنڊا سال،**
**جيڪس نهوڙئن ننڊ خمار، چرخو چوري ڪت ڪاتار.**

اي بيوقوف! ڪميٽا! نندون ڪري، پڇن نہ ڪرڻ جا ڪوڙا بهانا ڪري تو پنهنجي عمر برباد ڪري ڇڏي. هينئر بہ وقت نہ ويو آهي، اُٿي پڇن سمرن ڪر.

ڪتــي ڪتينـــدينءَ ڪيتـــرو، ڪـــر ســـوداگر يـــار،
ڪـــتڻ مـــتڻ ڪـــريم چئـــي، آهـــي آگـــي جـــي اختيـــار،
جي ٿئي پورهيت تو يار تنهنجو ست سوجهئي ڪو نڪو.

سچي رهبر کان سواءِ تنهنجو پڇن سمرن نيڪ برابر نہ ٿيندو. تنهنجي پڇن جو ڦل ڏيڻ سڀ ڪامل مرشد جي وَس ۾ آهي. جيڪڏهن تو ستگروءَ کي راضي ڪيو تہ پوءِ تنهنجو ڪيترو بہ ٿورو پڇن قبول پوندو.

تـــوٽي تـــون ڪاتـــار، جـــم هيڪلـــي پيـــرئن،
ڏنـــي ڪـــا ڏئـــار، صـــرافن اِنهـــين ســـت ۾.

تون ڪٽي ٻاهران ڪتڻ يعني پڇن سمرن ۾ هوشيار هجين، تہ بہ متان اڪيلي ائٽ هلائين يعني مرشد جو اسرو ۽ سهارو متان ڇڏين! ڇاڪاڻ تہ صراف يعني مرشد تنهنجي ست يعني پڇن سمرن ۾ ڪا اوُٽائي ڏني آهي.

جـــان ڪتـــين تـــان ڪـــت، هـــيءَ هـــڏ وهـــاٽي،
ڪاپـــــائتي ســــــيڪا، ڪتـــــي ســــــيباٽي،
جـــائو جـــن جـــاتي، تـــن هٿـــان پهـــي نـــہ ڇـــڏي.

جيترو ڪتي سگهين يعني پڇن سمرن ڪري سگهين اوترو ڪر. هيءَ اَملهہ حياتي، اجائي سستي ڪري برباد نہ ڪر. جيترو نيڪ ۽ صحيح پڇن سمرن ڪبو، اوترو وڏيڪ ستگروءَ کي وڻبو. جن اها ڳالهہ سمجهي آهي، تن ڪتڻ ۾، ڪپهہ جو ذرو بہ هٿان نہ ڇڏيو آهي يعني منٽ بہ اجايو نہ وڃايو آهي.

هـــيءَ هـــڏ وهـــاٽي، جـــان ڪتـــين تـــان ڪـــت،
ڪـــو پنهنجـــي عيـــد ڪـــيم، پيـــري ڪـــج، پـــرت
متـــــان روئـــــين رت، صــــــباح وچ ســــــرتيئن.

وقت هميشہ ساڳيو ڪين هوندو، متان اهو وڃائين! مالڪ جي ملڻ جي خوشيءَ لاءِ سنو پرت پر يعني نيڪ پاڪ ۽ پڇن سمرن سان زندگيءَ کي سهڻو بڻاءِ. جي ائين نہ ڪري تون وقت برباد ڪندين تہ مالڪ وٽ حساب ڏيڻ مهل، سنگين جي وچ ۾ تون افسوس ڪري، رت جا ڳوڙها ڳاڙيندين.

ڪتڻ جي ڪانـ ڪرين، ستي ساهين هڏ،
جت سرتيون ڪنڌ سڏ، اُت سڪنڊين سينگار ڪي.

تون پڄن سمرن ۾ سسي ڪري، ليٽي پيو جيءَ آرام ڏين. پر جڏهن ستسنگي توکي مالڪ جي ديدار لاءِ سڏ ڪندا تڏهن تون، مالڪ جي ديدار کان رهجي ويندين.

اڄ پڻ اُجهڻ ڪي مرين، نڪي ڪتئيءِ ڪمال،
پوريا توسين پال، ڪانـڌ ڪريندو ڪيترا.

اي سڄڻا ڪالهه تو پڄن نہ ڪيو، اڄ بہ سمهيو پيو آهين. اڙي بي سمجهہ بيوقوفا سچو مرشد توسان ڪيتريون پلايون ڪري، ڪيتريون ڪندو.

اڄ پڻ اجهڻ ڪي مرين، نِڪي ڪتئيءِ ڪال،
مونا اُنجي اُڪڙيا، ارٽ ڍرڪي مال،
هئا تنين جي حال جن ڪاپي منجهان ڪين ڪيو.

ڪالهہ وانگر اڄ بہ تون تنگون تيڙي سمهي پئين. سڌو ٿي نہ وينين ۽ جهوٽا کاڌءِ. اهڙيءَ طرح پنهنجي جواني برباد ڪري توکي ٻڍاپو اچي ويو. تنهن اهڙي هلت تي وڏو افسوس ۽ لعنت آهي.

سون ساريڪا هٿڙا، ڪوهہ نہ ڪتين رڏ،
ويهي ڪنب ڪا پوکر، گهتون گوهيون چڏ،
تہ صرافٽي سڏ، مرڪيو هوند متائين.

توکي هينئر سون جهڙا هٿ آهن. يعني انساني چولي ۾ جواني آهي. جوانيءَ ۾ تون ڇو نٿو پڄن بندگي ڪرين؟ سستي ۽ بهانا ڦٽا ڪر. پاسيرو ويهي مالڪ کي ياد ڪر، تہ موت کان پوءِ آنند ماڻين.

پڳو ئسي پيڙ، جاسين رتو راس ٿئي،
بري بيڪاريءَ سين، هاريا پاڻ ۾ هير،
ڪت ڪتيندين ڪير، نئسين سين نہ چاٽجو.

پڳل اَئت ٿي هلاءِ جيسين مرمت ڪري اهو نهي راس ٿئي، يعني بيمار آهين ۽ جيسين چڱو پلو ٿين، تيسين پيو، پڄن بندگي ڪر. اي هارايل موڪا بڇڙيءَ بيماري ۽ سستيءَ تي پاٽکي نہ هير. خبر نہ آهي تون نيڪ ٿيندي يا نہ ۽ توکي وري بندگي لاءِ، نئون انساني جنم ملي يا نہ ملي.

پيسرئين ۽ پِسانئَين، اِئسن وڏ وُڻسو کانسڌ،
ويئسي اور ارڙ سسين ڳچسيءَ پسايو پانسد،
تسہ تنهنجسو ئسي وڻسوان، کتسو وتسو نسہ ٿسي.

تون پڄن سمرن ڪري پاڻ اَهنڪار تو ڪرين. اِئين ڪرڻ ۾ ستگرو ناراض ٿيندو. هٺ وڏائي ڇڏي، نهنائي سان پڄن ڪر، تہ تنهنجو تڇ پڄن بہ مالڪ وٽ قبول پوندو.

چائسٽ چسائي چسٽ ۾، سسنهو ڪتيسو جسن،
تسن جسو صسرافن، دڪسو داخسل نسہ ڪيسو.

جن من من ۾ ايرڪا ۽ حسد رکي، سنهو سٽ ڪتيو يعني بندگي ڪئي تن جي بندگي مالڪ وٽ ذري بہ قبول نہ پيئي.

محبسٽ پسائي مسن ۾، رِنسديا روڙيسا جسن،
تسن جسو صسرافن، اڻ توريسو اگهسايو.

جن پريم پيار سان ڪٽي ٿلهو سٽ ڪتيو، يعني ڪنهن بہ نموني پڄن سمرن ڪيو، تن جي بندگي، بنا حساب جي مرشد وٽ قبول پيئَي.

ڪوجسو وَهسہ ڪسا پسائتين، ڪنسبن ۾ ڪتسين،
ڪسارڻ سسود سسواريون، آتسن منجهسہ اڇسن،
اِن جسي سسونهن سسيد چئَسي، صسراف ئسي سسڪن،
اَگهيسا سسٽ سسندن، پسائي تسرازيءَ نسہ توريسا.

سچن پڳتي ڪرڻ وارن ڪي اهڙي مرشد جي لنوءَ لڳل آهي، جو هو مرشد جي پوَ ۽ ڀاو ۾ پڄن بندِگي نيم سان پيا ڪن. اُهي صبح جو سويل پڄن جي نفعي لاءِ اُٿي اڇبو پڄن ۾ وهن. اهڙي جي پيار پري پڄن لاءِ، ڪامل مرشد سڪن ٿا. اهڙن پڄنيڪن جو پڄن، مالڪ وٽ بنا حساب ڪتاب جي قبول آهي.

سسٽ اُنهسن جسو سسڦرو، جسي پسر ۾ پچيسائين،
آواز اَرٽ جسسو، سسساه نسسہ سسسٽائين،
لڪسايو لطيسف چئسي، ڪنبيسو ڪتسائين،
جسي ماٽسڪ موتسائين، تسوءِ ملهسہ مهسانگوان جسو.

پڄن اُنهن جو سڦلو آهي، جن ڏيڪاءَ ڪان سواءِ وجهو نام جو سمرن ڪن ٿا. اُهي ڪنبندي، توبهہ ڪندي ڳجهو ٿا نام جپن، جيئَن ڪو بہ باهر آواز نہ نڪري. اهڙا سچا

جڳياسو دنيا جي عزت، وڏائي ۽ ڏن کي نٽا چاهين. اهڙن سچن عاشقن جو مالڪ وٽ وڏو قدر ۽ ملھ آهي.

**ڪي اوبسين عرب ۾، ڪي ڪابل منجھ ڪتين،**
**ست اُنهن جو سقرو، متيو ماڻڪن،**
**قادر ڪيم ڪدين، ٿيلھي ٿلهي واريون.**

مالڪ وٽ ملڪ ۽ ذات جو ڪو بہ فرق نہ آهي. ڪتي جي بہ سچن پڳتن جي پڇن جو، مالڪ وٽ ملھ ۽ قدر آهي. اهڙن سچن عاشق جي ٿوري پڇن هوندي بہ هو مالڪ جي دربار ۾ داخل ٿين ٿا.

**پيسرئين، پاڻئَڻ پڇي چڏ،**
**ڪتو وتو پور هيو، هوڏ وجهندءِ هڏ،**
**هتي ڏيدو متج ڏڏا! جتي ڏڪن ڏهسي واريون.**

جيڪڏهن هٺ وڏائيءَ ۾ پرجي پاڻ کي وڏو ٿو سمجهين، تہ اي سجڻ! تون اهو هٺ وڏائي پري ڦٽي ڪري ڇڏ. اها وڏائي تنهنجي پڇن جي ڪمائيءَ کي، بي فائدو بڻائي، توکي نقصان ۾ وجهندي. اي بيوقوف! مالڪ جي دربار ۾ وڏا وڏا پڇن ڪرڻ وارا پير فقير بہ ڪنبن ۽ ڏڃن ٿا، سو تون ڪهڙي وَٽ آهين.

**جاسين اٿئَي ڪو دم پساهہ، تاسين چرخي لائج چاھہ،**
**پڇا پاڻ ڪندءِ پاتشاھہ، نہ توکن ست نہ ڪپاھہ،**
**نہ ڪتڻ جي نيست نار، چرخو چوري ڪت ڪا تار**

جيستائين شرير ۾ ساھہ اٿيئي، تيستائين دل لائي نيم سان پڇن سمرن ڪر. سنگرو جڏهن توکان موت کان پوءِ، حساب ڪتاب پڇندو، تڏهن جي پڇن سمرن تنهنجي هڙ پلئَ ڪجھ بہ نہ هوندو تہ پوءِ تون ڪهڙو جواب ڏيندين. هي پيارا! تون هينئَر جيسين جيئَرو آهين، چڱيءَ طرح پڇن سمرن ڪري سوڀارو ٿيءُ.

شاھہ صاحب جن هميشہ هدايت ڪندا هئا تہ هر ڪنهن اِنسان کي نهنائي ۽ هينائين تي هلي، پنهنجي وويڪ موجب هلڻ جڳائي.

**پائي مسنهن مونن ۾، غربت ساڻ گذار،**
**مفتي منجھ وهار، تہ قاضي ڪانيارو ٿئين.**

اي جيوَا تون ماٺ، صبر ۽ غريبيءَ ۾ گذار ۽ پنهنجي وويڪ موجب هلت ڪر.

سباجهي شاھہ سائينءَ کي ڏيک ويک ڪين وڻندو هو. هو چوندو هو تہ وڏائي خورن جي سنگت کان هميشہ پاسو ڪجي، نہ تہ اخلاق کي نقصان پهچندو.

لاتيون لباس جون، سي چپائي چڏ،
آئون، اسين کن جي، پاسي تن ۾ اڏ.

اي سڄڻ! تون سنن قيمتي ڪپڙن جون ڳالهيون پري ڦٽي ڪري ڇڏ ۽ ”مان ۽ منهنجي“ جون جيڪي وڏائيءَ جون ڳالهيون ڪن ٿا، تن جي سنگت کان پاسو ڪر.

ادمين اِخلاص، متائي مائو ڪيو،
هاٿي ڪائي سيڪو، سندو ماڙهوءَ ماس،
دلبر! هن دنيا ۾، وجي رهندو واس،
بئي سي لوڪ لباس، ڪو هڪ دل وندو هيڪڙو.

ماڻهن پاڻ مان سڃائي، سنا لڄڻ ۽ سنا ڳڻ وڃائي ڇڏيا آهن. هينئر ماڻهو هڪ بئي سان وڙهي پيا پنهنجو ماس پٽين ۽ رت چوسين. پيارا! هر ڪنهن جي نيڪي ۽ سرهاڻ وڃي دنيا ۾ رهندي. هينئر ماڻهو رڳو ٻاهران ظاهري ڏيک ٿا ڪن، پر دل جو سچو ڪو ورلو آهي.

لڪ ميڙئي لٽيا، هنهين ويا هزار،
تو ڪي آرس اڪڙين ۾،
وَڪر وَهائين لوڻ، رنگ ڪٿوري گهرين.

اِنسان پاڻ سان پساهن يعني ساهن جا املهه ماڻڪ ڪٽي آيو آهي. هن ننڊن، سستيءَ ۽ غفلت ڪري، سچي سائينءَ کي وساري، حياتيءَ جا قيمتي ساهه لٽائي برباد ڪري، پاڻ کي سچو ۽ پينگيو ڪري ڇڏيو آهي. اِهو بي سمجهه، وري مالڪ جي وصال ۽ مڪتيءَ جون سڌون ٿو ڪري.

# سچل

سچل جو جنم 1739ع ۾ فقير صلاح الدين صاحب جي گهر، درازن جي ڳوٺ ۾ ٿيو. درازن جو ڳوٺ خيرپور رياست ۾، راڻيپور اسٽيشن کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي آهي. سچل جا طالب اُن کي صدق وچان "در راز" ڳجهه جو در ڪري سڏيندا آهن. سچل جو نالو عبدالوَهاب هو. ڪيس سچل سرمست انهيءَ ڪري ٿو سڏيو وڃي، جو سندس ڪلام ۾ اناالحق واري منصوري مستي آهي.

سچل جو ڏاڏو فقير صاحب هڪ ڪامل درويش هو ۽ "موراڳي" جي لقب سان مشهور آهي. هو صاحب پهرين مير صاحب جي نوڪريءَ ۾ هو، پر پوءِ دنيا ترڪ ڪري، وڃي ڪبڙ جي وڻ هيٺان مالڪ جي خدمت ۾ ويٺو. ڪيس ٻه پٽ هئا، جن مان وڏو هو فقير ميان صلاح الدين (سچل جو والد) ۽ ننڍو هو ميان عبدالحق، جنهن کي سچل پنهنجو مرشد ڪيو.

سچل اَجا ٻار ئي هو تہ سندس پيءُ گذاري ويو. هو پوءِ پنهنجي چاچي عبدالحق جي سنڀال هيٺ رهيو ۽ کيس مرشد ڪيائين.

ظاهريءَ طرح فقير صاحب سندس چاچو ۽ سهرو هو. سچل جي گهرواري، شاديءَ کان صرف ٻہ ورهيہ پوءِ گذاري ويئي. هن وري شادي نہ ڪئي ۽ باقي عمر هن اڪيلائيءَ ۾ مالڪ جي ياد ۾ گذاري. سچل جو پنهنجي مرشد ۾ پڪو وشواس هو ۽ هن کي خدا ڪري سڏيو اٿس، ڇاڪاڻ تہ ڪامل فقير خدا جو ئي روپ هوندا آهن.

شاهہ صاحب ڀٽائي واري 1752ع ۾ وفات ڪئي. جڏهن سچل جي عمر صرف 13 سال هئي. چون ٿا تہ شاهہ صاحب پنهنجي زندگيءَ جي پوئين عرصي ۾ درازن ۾ ويو هو. هن سچل کي ڏسي فرمايو تہ "اسان جيڪو ديگڙو چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪ هي نينگر لاهيندو." يعني هن جيڪا روحانيت دنيا ۾ ظاهر ڪئي آهي، تنهن کي سچل وڌيڪ ظاهر ڪندو. شاهہ صاحب جو اِهو سخن سچو ثابت ٿيو. ڇو تہ جيڪي راز ۽ رمزون پاڻ پوشيده نموني سمجهايون هئائين، سي سچل کليل نموني ظاهر ڪيون آهن.

سچل کي فارسيءَ ۽ عربيءَ جو ڳوڙهو اڀياس هو. هي شاهہ وانگر سماع تي عاشق هو. جڏهن هو سارنگيءَ طبلهي جو آواز ٻڌندو هو، تڏهن بيخود ٿي ويندو هو، نہ فقط ايترو پر، مٿي جا وار بہ اُڀا ٿي ويندا هئس. انهيءَ حالت ۾ سندس زبان مان شعر ڀالوٽ ڪري نڪرندو هو، جو فقير ۽ منشي لکندا ويندا هئا.

سچل ايڪانت پسند ڪندو هو ۽ ڪڏهن بہ درازن کان ٻاهر نہ ويو. هن جو کاڌو توڙي پوشاڪ سادي نموني جا هئا. دال ۽ ڏڌ کيس وڻندا هئا. سمهندو بہ ڪاٺ جي صندل تي هو. هو صاحب نهايت پرهيزگار، نهٺو، نماڻو ۽ ڏاڍو حليم هو.

سچل سرمست وچولي قد جو هو ۽ وار ڊگها ۽ اکيون مرگهه جهڙيون هيس.
هن 1829ع ۾ نوي ورهين جي چمار ۾، هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو. وفات کان تي ڏينهن اڳ پنهنجي حجري ۾ وچي خلوت ۾ وينو ۽ نڪرڻ پهڻ بند ڪري ڇڏيائين ۽ رمضان جي 14 تاريخ حَقُ ۽ حَقُ پاڻ ۾ هڪ ٿيا.

سچل جي مکيه شخصن ۾ يوسف (نانک يوسف) يعقوب، فقير قادر بخش (بيدل) شادي شهيد ۽ مير علي مراد خان تالپر اچي ٿا وڃن. هي پنهنجي روحاني امانت نانک يوسف کي ڏيئي ويو.

شاهه سچل ۽ سامي سنڌ جا ٽي بي بها رتن آهن. شاهه سنڌ جي وارياسي ٽکر ۾ روحانيت جو ڪنو چاڙهيو. ڳالهين کي وٽندڙ رنگين نمونې پيش ڪيو. عام لوڪ ڪتائون جي هر هڪ جي زبان تي هيون، تن کي هن بيتن ۾ آڻي ماڻهن کي روُحاني راز سيکاريا، جيئن ته :

**جـــي تـــوُن بيـــت پـــائين، ســـي آيتـــون آهـــين،**
**وَجيـــو مـــن لائـــين، پريـــان ســـندي پـــار ڏي.**

**پيهـــي جـــان پـــاڻ ۾ ـ ڪـــيم روُح رهـــاڻ،**
**نڪـــو ڏوُنگـــر ڏيهـــه ۾ ـ نڪـــا ڪـــيچن ڪـــاڻ،**
**پنهـــون ٿـــيس پـــاڻ — ســـسئيءَ تـــان ســـوُر هئـــا.**

سچل جنهن روحاني ديگڙي جو ڏڪڻ لاتو هي، سو چوي ٿو ته :
**آءُ ادا ســالڪ صــحيِ ڪــر — تــوُن هــن طلــسمات کــي،**
**يــچ دوئــي تــا ڪَــلَ پــويئَي — دوُر ڪــر درجــات کــي.**

وڏيڪ چوي ٿو ته:
**وســـــريو روزو، نــــا هي يـــاد نمـــاز مـــونکي،**
**کيـــڙو مـــست، پـــرينءَ جـــي نـــاز مـــونکي.**

سامي نماڻو، حليم گر ڪرپا ۽ گرگم سان آکي ٿو ته اچ ته توکي واٽي سڻايان. اها واٽي، جا من، واٽي، بڌ کون پري، ۽ اندر اگوچر آهي

**مـــدر مرلـــي، کـــان وجـــائي مُـــکَ ســـان**
**بنـــدي گـــوپي گـــوار جـــي ســـامي سُـــرت پُلـــي،**
**اوديـــا ڳنـــدي کلـــي — ڏســـي مـــنهن محبـــوب جـــو،**

سچل سچي رهبر وانگر، قاضين ۽ ملن تي چوٽ چنديا آهن. جي مذهب يا ڌرم جي سچيءَ معنيٰ کان بيخبر آهن ۽ رڳو بهشت جي دلاسن ۽ دوزخ جي دڙڪن سان ماڻهن تي رعب رکندا آهن. سچل کين سچيءَ راھ تي هلڻ جي صاف هدايت ٿو ڪري:

**جي من مان ڪيان نہ ميرُ — تہ حضوري حاصل نہ ٿئَي.**

يعني جيسين من مان مير يعني وڏماڻهپو ۽ خودي نہ ڪڍبي، تيسين مالڪ جي حضوريءَ ۾ نہ وجي سگهبو ۽ نہ انهيءَ جو درشن اندر ۾ ٿيندو.

سچل سمجهائي ٿو تہ انسان چولو هڪ بي بها رتن آهي. انسان ۾ ئي عاشق جي سوغات ۽ مالڪ جي ملڻ جو رستو آهي ۽ نہ ڪ اهو ديوي ديوتائن ۽ ملائڪن آهي. انسان جي ئي اندر ۾ مالڪ ۽ حقيقي سلطان آهي.

**نــــا هي مُيَـــــسرِ مَلِڪَـــــن، اِهـــــا امانـــــت،**
**خـــــامن خيانـــــت، وڏي اچـــــي عـــــشق ۾.**

ڪامل فقير سچل چوي ٿو تہ **مالڪ اِنسان جي صورت ۾ مرشد بڻجي ٿو اچي.**

**عـــشقون ٿـــي اِنـــسان — آيـــو ســـيلاني ســـير تـــي،**
**صـــــــورت ۾ آدم — آدم دم مهمـــــــان،**
**ســـچا! تـــون ســـلطان، ســـتگر ســـچ ســـٽايو.**

**باهريان مذهب، ريتيون رواج ئي آهن جي مالڪ کان پري ٿا ڪن.**

**مـــــذهبن مُلـــــڪ ۾، مـــــاڻهو مُنجهايـــــا،**
**اوڏا ڪـــــين آيـــــا، عقـــــل وارا عـــــشق کـــــي.**

**ٽـــوڙج رواج رســـمون ســـاريون — مـــرد ٿئَـــين مردانـــو،**
**پـــاڻ بيگـــانو، مـــول نـــہ ڇـــاڻين — آهـــين يـــار بگـــانو.**

سچل سچيءَ راھ تي هلڻ جي هدايت ڪئي آهي ۽ چوي ٿو تہ **دنيا وارو مذهبي رستو سچو رستو نہ آهي ۽ اِهو مالڪ کان اسانکي پري ٿو ڪري.** انهيءَ جي خلاف هن آواز اُٿاريو آهي.

**جـــاڏي پـــورب پنـــڌ — تـــاڏي آءٌ نـــہ وڃـــو،**
**هـــي هـــنن جـــو هنـــڌ — منهنجـــو هنـــڌ هـــنگلاج ۾.**

**سڀ ڪجھ اندر ۾ آهي ۽ ٻاهران ڪجھ بہ حاصل نہ ٿيندو،ڪ هو اَپو ڪيڍي هستيءَ کي نابود ڪرڻ جي سچي صلاح ٿو ڏئي.**

**پاڻ وڃائي پاڻ، ڳولي لھج پاڻ کي،**
**پاڻ منجھائين پاڻ کي، پوندي ڇاڻ سڃاڻ.**

**ڇا جو ڪعبو، ڇا جو قبلو — هي ٻي سڀ بھانا،**
**ناقص نيت، ڪعبي واري — مرد گھمن مستانا،**
**سچل ستگر ائين آکيو — حق لھن مستانا.**

يعني: تيرٿ ۽ مندر پيتڻ، اهي مالڪ جي ملڻ جا ڪوُڙا بھانا آهن. سچي ستگروءَ اها ڳالھ چڱيءَ طرح سمجھائي آهي. مالڪ جا سچا پيارا، مالڪ جي ئي عشق ۾ پيا گھمن ۽ انهن کي ئي مالڪ ملندو.

**طالب زنده نہ نقويِ طاعت — موُج منگان مون مستي،**
**ڏُني آھہ استاد ازل جي — هٿ طلب جي تختي،**
**سچا مستي موُل نہ ايندي — جان وڃي نہ هستي.**

يعني تہ پراڻا يام ۽ ظاهري ڌرمي پاڪاين ڪرڻ سان ڪجھ بہ نہ ورندو، **مرشد جيڪا توکي طلب جي تختِي يعني نام ڏنو آهي، اُنهيءَ رستي تون خودي وڃاءِ تہ شبد ڏني ٻڌي، سچي مستي مليئَي.**

هن ساريءَ سرشٽيءَ ۾ وَحدت مان ڪثرت آهي، يعنيِ هڪ مان گھڻا ٿيل آهن. دنيا جي هر هڪ چيز ڪل جو جزو آهي. **اتما ست پرش جي انس آهي،** ايشور جو روپ آهي. سائين هڪ آهي ۽ پنهنجو تماشو پاڻ پيو پسي. ڪٿي پوٿيون پيو پڙهي تہ ڪٿي قرآن، سلطان پاڻڪي پاڻيھي حيرت ۾ وڌو آهي. جيڪي بہ سرشٽيءَ ۾ ڏسي رهيا آهيون، سو سڀ انسان جي اندر ۾ آهي، هڪ ئي ذات تو ۾، مون ۾، هن ۾ ۽ هر جاءِ آهي. انسان مالڪ جو حصو آهي ۽ مالڪ انسان جو. انسان خاص خدائيءَ جو مالڪ آهي، يعني سچ ڪند ۾ وجڻ، سندس حق آهي ۽ هنُ دنيا جي بربحر ۾ سندس سير آهي. سچي گيانيءَ جي نظر ۾ هرڪا صورت سندس ئي آهي. هو لامڪان آهي ۽ هر ڪنهن خيال کان آزاد آهي. در حقيقت انسان نہ هندي، نہِ سنڌي ۽ عربي نہ آمريڪي يا آفريڪي آهي، بيرنگيءَ جا سڀ اهي رنگ آهن. مالڪ امرت جو چشمو آهي، جنهن کان انسان پري نہ آهي، جيڪي هتِ آهي، سو هُت آهي. رڳو وچ وارو حجاب يا پردو پري ڪرڻو آهي.

**سچل سارو سچ ٿيو — منجھان ڪثرت ڪُلُ،**
**الف مان آدم ٿيو — ڪري هنگامو هُلُ،**

هندو مومن هڪ ٿيو – ٻوُل نہ ٻئَي ڪنهن ٻلُ،
ٿج گلابي گل – مر ماريني منصور جان.

سچو سائين هيڪڙو – نا هي شڪ گمان،
پنهنجو تماشو پاڻ ڏسي ٿو – صورت منجھ سلطان،
ڪاٿي پڙهي پوٿيونِ – ڪاٿي پڙهي قرآن،
ڪٿي عيسيٰ ڪٿي احمد، ڪاٿي هنومان،
حيرت ۾ حيران – پنهنجون وڏائين پاٽڪي.

سچل فرمائي ٿو تہ اِنسان حق جو جزو آهي، مالڪ جو ڪو بہ ڌرم نہ آهي، تنهن ڪري اِنسان جو بہ ڪو ڌرم يا مذهب نہ آهي. هن کي نہ هند جو نہ سنڌ جو يا ٻئَي ڪنهن ڌرم جي نالي سان سڏڻ روا آهي.

ڇا جو شڪ گمان – سيڪا صورت تنهن جي،
متان ڪرين ارمان – ڳهيلا! انهيءَ ڳالھ جو.
مرشد يا ستگروءَ جي هدايت کي ضرور ميٺو آهي.
منجھ حضور هاديءَ جا – طالب ٻانهون ٻڌي وهنديِن،
جئَن چوائي، مرشد چوندين – ڪلمو ڪفري ڪهندين،
گر ۽ گوبند صورت ساڳي – راھ انهيءَ ۾ رهندين،
رنگ ريتي بي رنگ ٿي – سچا! نا ھ انهيءَ ۾ نهندين.

لافانيءَ! جو ڪلمو مونکي – مرشد پاڻ پڙهايو،
نابوديءَ جي نشي اندر ستگر سير ڪرايو،
هتيو ڏيئَي همت وارو – سارو بار ڪٽايو،
صدقو سچل مان ستگر تان – جنهن جانب جوش جڳايو.

جيسين دل مان غير نہ نڪتو آهي، تيسين حق جي حضوري اصل حاصل نہ ٿيندي. مذهبن ماڻهن کي گمراھ ڪيو آهي، ماڻهو سچ کي نہ سمجهي، وجي ظاهري ريتن، رواجن ۽ رسمن ۾ ڦاٿا آهن. ڪي تيرٿ پيا ڪن، ڪي مورتون پيا پوڄين، ڪي مسجدن ۾ نمازون پيا پڙهن، ڪي وري مندرن ۾ مستڪ پيا نوائين.

مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
شيخي، پيري، بزرگي ـ بي حد ڀلايا،
ڪي نمازون نئَڙي پڙهن – ڪن مندر وسايا،

## اوڏا ڪيـــين آيـــا — عقـــل وارا عـــشق ڪـــي.

سچل سلوڪ جو پيغام ڏنو آهي ته اي انسانو! پاڻ ۾ سلوڪ ۽ محبت رکو، نه ته هٽ هٽڙا پوندوَ. سنت توهانکي اِشارو ٿا ڏين ته، هي وجهه اٿوَ. اِنساني جامون اجايو دنيا ۾ ڦاسي برباد نه ڪريو.

سچل صاحب جن سمجهائين ٿا ته مالڪ، سستيءَ ۽ ڪاهليءَ سان ڪو نه ملندو، پر ڪوشش، محنت ۽ ڪشالن سان ئي ملندو. جيڪو همت ۽ ڪشالا ٿو ڪري، سو ئي سچي مالڪ کي ٿو ڳڏجي. مالڪ جي پنڌ ۾ بيحد دقتون ۽ ڏکيائون آهن. هن سفر ۾ غم ڪوندر ۽ سوزئي سچا رهبر آهن.

اُتـــي ڪمـــر ٻنـــڌ — لـــوچ تـــه لهـــين ســـپرين،
هـــاري وارو هنـــڌ — ڏســـين اڪـــڙين ســـان.

سچا سنت ۽ فقير ايڪانت جو الف سجاڻن ۽ ٻين اکرن ۾ نٿا ڦاسن. هو نڪي مذهبي ڪتاب ۽ نڪي پوٿيون ۽ نڪي بيت ۽ راڳن جا ڪتاب ٿا پڙهن. هو دنيا جي خيالن کان ڪنارو ڪري هڪ ئي مالڪ منجهه ٿا ٽيون ڏين. مالڪ جو پهرين لڪل هو سو ڪين سهسين روپن ۾ ظاهر ٿيو آهي. هو هنڪي سچ پچ ڏسي سگهي ٿو، پر اسان جي جسماني اکين کان هو مخفي آهي. هنجو ديدار اُهي ٿا ڪن، جن پاڻ کي گم ڪيو آهي.

پرينءَ، پياري، ستگر، مرشد جو مارگ نهايت اوُچو آهي. جيڪي انهيءَ رستي تي مرن ٿا تن جو بخت وڏو آهي. جي هن راهه ۾ فنا ٿا ٿين، تن کي حقيقي محبوب ويجهو آهي.

اي عاشق! هي پنڌ پري ڏسي، پير پٺتي نه پاءِ. تون مارگ تي سرخروُ ٿيءُ. جي تون فنا ٿئين ته هوت تنهنجي هنج ۾ آهي. پرينءَ جو پنڌ عجيب آهي. سندس درشن مٿان سر گهوري گهماءِ. هي پنڌ پيرن جو نه آهي، پر سر ۽ سسيءِ جو آهي. هن پنڌ ۾ مانِ يا خودي نٿي هلي سگهي. اُهو ئي طالب هن سفر ۾ هلي سگهندو، جنهن 'مان' ترڪ ڪئي.

پنـــڌ عجائـــب پـــرينءَ جـــو — "مـــان" ســـان ڪـــين هلـــي،
ســـائي چاهـــه چلـــي — جـــڏهن "مـــان" چـــڏي وچ ۾.

مالڪ جي سڪ بنا جيڪا گذري ويئي آهي، سا سڀ اجائي ويئي. اجا وقت ڪو نه ڪو ويو آهي، هينئر ئي اُٿ ۽ سجاڳ ٿيءُ

ڀائي چئنراءِ ٻچي مل جو پٽ، ذات جو لُند، جو سامي جي نالي مشهور آهي، سو شڪارپور ۾ سنه 1743ع ۾ ڄائو هو. امرتسر ۾ سندن ڪوٺيون هيون. هو سنئي سڀاءَ ۽ سباجهي طبيعت جو هو. شاهوڪار هوندي به نهٺو هوندو هو. پنجاهه ورهين جي عمر ۾ ڪيس آتمڪ رنگ لڳو. سوامي جن جو گرو سوامي مينگهراج، بهاولپور رياست جي، احمدپور ڳوٺ جو وينل هو. هو شڪارپور ۾ هاٿي در وٽ هيمنداس جي مڙهيءَ ۾ اچي رهيو هو.

هڪ رات ڀائي چئنراءِ خواب ۾ هڪ مهاپرش جو درشن ڪيو، جنهن ڪيس هي وچن چيا ته "ستنل لال اُٺي پاڻ سجاڻ، سرن وني پنهنجو اوديا جو پرم نوار."

صبح ٿيندي ئي خواب ۾ ڏٺل، مهاپرش جي درشن ڪاڻ تڙڦڻ لڳو. نيٺ شام جو جيئن دڪان تي وينو هو ته اُهو ساڳيو خواب وارو مهاپرش ڏٺائين.

**اوچتــــو اچـــــي، ســـــچڻ بيٺـــــو ســــــامهون،**
**ســـامي ســـڏ ڪيـــو چـــوي، ڪـــو رگـــڻ منجهـــ رچـــي،**
**ســـمجهي ڪـــنهن ســـچي، اِهـــا ڳالهـــ اگـــم جـــي.**

ڀائي صاحب دڪان تان هيٺ لهي سوامي مينگهراج جي چرنن تي ڪري پيو. ستگروءَ ڪيس هردي سان لڳايو. سوامي مينگهراج پنهنجي پياري شش جي گهر چاليهه ڏينهن رهيو ۽ ڪيس اندر جي انيوَ ۾ رڱي ڇڏيائين.

**پـــاڙهي ڪيـــو پرپـــڪ، مرشـــد خـــام مريـــد کـــي.**

اٺ ڏهه سال گروءَ جي سنگت ۾ رهيو ۽ سندس چالاٽي ڪان پوءِ هو امرتسر وڃي رهيو ۽ هن وڏيءَ عمر ۾ سنه 1850ع ۾ چولو ڇڏيو.

سامي سلوڪ ناهي ڪاغذن جي چٽڪن ۾ لکي خالي مٽ ۾ وجهندو ويندو هو. جنهن مان سندس مت جي پوري خبر پوي ٿي. اها بلڪل سچي سنت مت هئي. سامي صاحب ڳالهائڻ جو مٺو ۽ سڀ ڪنهن لاءِ هن کي اندر ۾ پيار هو ۽ هن ڪنهن کي به نه رنجايو. جيئن شيخ سعدي چيو آهي ته:

**شنيدم ڪ مردان راهه خدا، دل دشمنان هم نکر دند تنگ**

يعني ٻڌو اٿم ته مالڪ جي راهه تي هلندڙ پرشن، ڪڏهن به، ڪنهن جي به، دشمن جي به دل کي نه ڏکويو. هن جي رهڻي آدرش واري هئي. هن جو کاڌو پيتو ۽ پهرڻ سادو هوندو هو. پنهنجن سلوڪن ۾ هٺ ڇڏڻ ۽ غريبيءَ سان هلڻ لاءِ چيو اٿس.

**غريبـــي گلـــزار، اٿـــي موچـــاري مينگهـــو چـــوي،**
**ســـاڙڻ ڪـــاڻ جـــڳ ۾، اٿـــي اپـــر اهنڪـــار،**

**اسـان ٻئـي ٻـول ٻـڌائيا، توهـان کـي تکـرار،**
**اڳتـي اوهـانجي اختيـار، اسـان چيـو حرف حساب جـو.**

هن کي باکنڊ اصل ڪين وڻندو هو. سچل وانگر بيخوف ٿي هن ڌرم جي پاکنڊين کي پڌرو ڪيو آهي.

**ويـدن جـا وادي، اَسـين آهيـون ڪـين ڪـي،**
**نکـي جـاٽون چـت ۾، ڪـا اتکـل اُسـتادي.**"

سچل بہ ملن ۽ قاضين کي ساڳئي نموني چليو آهي.
**نکـي قاضـي، نکـي مـلا، معلـم پيـر بڻياسـين،**
**نکـي ناهـہ ٺڳـيءَ جـا ٺـاهي، رنـگ رسـاءِ رکياسـين.**

ساميءَ مندرن ۽ مڙهين ۾ ناکرين ۽ بتن جي پوڄا کان وڌيڪ اتم پوڄا زندهہ گروءَ جي ڪئي آهي. جنهن جي ذريعي انساني هن پوڄل جي ساگر مان تري سگهي ٿو. مورک پنڊت ٻين کي ڪتابي گيان ڏين ٿا. پر پاڻ مايا ۾ ڦاٿا پيا آهن.

**ديـوي ۽ ديـوا، مـورک پـوڄين مـت ري،**
**لائـن پـوگ پرانـت جـو، کيـر کنـڊون ميـوا،**
**ورلـو سـاڌ ڪـري، سـامي سـت سـيوا،**
**الـک اپيـرا، پـورن ڏسـي پـريم سـان.**

**مـورک واڌ ڪئـي، پنـدت چئـي پـاڻ کـي،**
**ٻـڌايائين سـڀ کـي، چـارئي ويـد پڙهـي،**
**سـامي سـار سـروپ کـي، کيـائين ڪـين سـهي،**
**وئـڙو پـاڻ وَهـي، ڏيئـي هـٿ ٻـين کـي.**

سامي جن ڪليءَ طرح سمجهائين ٿا تہ **گروءَ کان سواءِ اندر جو ڪلف ڪڏهين ڪين کلندو.** ٻيا بہ سڀ سنت ائين چئي ويا آهن.

**ڪـنهن ڪـون ڪـين لهـي، اَوديـا ڪلـف اَنـدر جـو،**
**تـوڙي تيـرٿ تـپ ڪـري، دک ٻـک سـڀ سـهي،**

تياڳ ڪري گهر ٻار جو، غفا منجهہ رهي،
ساڌو سرن پوي، تہ سڪي ٿئي سامي چوي.

سامي جن فرمائين ٿا تہ اِنسان اَجايو اچي مايا پنيان لڳو آهي ۽ مٽن مائٽن جي موهہ ۾ ڦاٿو آهي. اُنهن سيني کي هن کي ضرور ڇڏڻو آهي. سائينءَ جي نام کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ساڻ نہ هلڻو آهي.

گهرين ڪوهہ گهٽي، مورک مايا رام کون،
ويا پٽيندا ڪيترا، منهن تسي هت هٽي،
تون ٻي نيندين ڪانڪا، ڪوڏي ساڻ ڪٽي،
سار سنيال ڏٽي، نہ سڪي ٿئين سامي چوي.

ڪنهن جو ڪونهي ڪو، جي تو ٻائر ٻانيان،
ٻياري ٻرين ڪون ڪري، جامو منسي جوءِ،
جڏهن وينديءِ ٻران پندي مون، پريت چونديءِ پوءِ،
سنگي تيندءِ سوءِ، جيڪي جپيندين جگديش کي.

پرمارت ۾ پير اڳتي وڌائڻ لاءِ شڪر ۽ رضا تي راضي رهڻ جي هدايت ڪئي آهي.

سدا ڪر شُڪُر، سامي در دوسن جي،
پاوين ملي مليسدو، پاوين سُڪو ٽُڪر،
رکي چاهہ اندر، گهٽ وڌ ڪڏهن نہ گهر،
تور انهيءَ ۾ تِر، تہ خاصو خلوت در ٿئين.

سامي جن وَر وَرَ ڪري سمجهائين ٿا تہ من مت ڇڏيو، نئَڙت ۽ عاجزي سکو.

ڪر ادب سان عاجزي، پاند ڳچيءَ ۾ پاءِ،
من مت ڇڏي ڪر، چت چرنن سان لاءِ،
پرينءَ کي پرچاءِ، تہ سامي پائين سيج کي.

سامي جن فرمائين ٿا تہ سچو ستگرو وڏن ڀاڳن سان ٿو ملي، جن کي ڏُر مستڪ لکيل آهن تن کي ئي ملندو.

ڀاڳن ڏنو ٻر، تڏهن سنتن سنگ ٿيو،
جهد جو جنمن جو، سو سڀ ٿاب پيو.
لکيو منجهہ للاٽ، تنهن کي سامي مليو ستگرو،

ستگرو ۾ پورو پريم، پرتيت ۽ پورن وشواس هئڻ بلڪل ضرور آهي.

**عاشق ڪوٺائين، تہ صرفو چڏ سرير جو،**
**ڏيئي سِرُ ستگروءَ کي، بيراڳي پائين،**
**تہ ڏهن لنوَ لائين، سامي سپرين سان**

**وڏو چاڻ ويساهہ، سامي سيکنهن ڪون.**

سامي جن آخر ۾ فرمائين ٿا تہ دنيا جا ماڻهو، مانک ديهہ جهڙي اَملهہ شيءِ جو قدر پلجي، وجيو ڪوڙين حرفتن ۾ پون. پوءِ جڏهن پنهنجي ڪئي جو ڪيتو ٿا لوڙين، تڏهن وينا هاءِ هاءِ ڪن ۽ منهن متو پٽين. سچا انسان، دنيا جا دک ۽ تڪليفون صبر سان سهي بہ مالڪ جو در نٿا ڇڏين. نتيجو اهو ٿو ٿئي، جو ڪوڙا سڌو وجيو نرڪ جا دک ڏسن ۽ چوراسيءَ جي چڪر ۾ پون. اُتي ڪوڙن جا جپ، تپ جوڳ اصل نٿا اڳهن. سچا سڌو مالڪ جي گود ۾ وجيو وهن.

**ڪوڙن جي ڪوئي، ٿانءَ نہ پوي جوڳ جپ،**
**پوڳن پوگ نرڪ جا، رهن سدا روئي،**
**سامي سچارن جو، سم سچو سوئي،**
**جئن رنگ رتي لوئي، تئن رتا رهن رنگ ۾.**

**مورک چڏ گمان، ڪايا مايا ڪل جو،**
**جيپي وٺ جاڳي ڪري، پيد بنا پڳوان،**
**اچي هٽندءِ اوچتو، ڪال قهري ڪان،**
**سامي سڀ جهان - ماري جنهن متي ڪيو.**

**منجهہ ئي منجهہ تنوار، وجي ويل سڀ ڪِهين،**
**چِنگ تنبورا ڪيترا، سامي ساز اپار،**
**انئي پهر اندر ۾، وجي پرينءَ پچار،**
**ڪو ورلو مگڻ هار، سمجهي هن سروُد کي.**

# پلٽو صاحب

پلٽو صاحب ذات جو ڪاندوُ بنيو هو ۽ نگپور جلال پور ضلعي فيض آباد جو رهاڪو هو. سندس نالو پلٽو پرساد هو. هو اٽڪل ڏيڍ سئو سال اڳ ڪهڙي سال ۾ ڄائو هو، تنهن جي خبر نہ آهي. هن جو گرو سنت جڳجيون داس هو. جنهن هن کي نام ڏيئي، اندروني سرت شبد ابياس جو رستو ڏيکاريو. ڪجھ وقت کان پوءِ هو پنهنجو ڳوٺ ڇڏي اچي ايوڌيا ۾ رهيو. هتي آهستي آهستي هن جو ناماچار وڌڻ لڳو ۽ ڪيترائي جڳياسو هن جي ستسنگ ۾ اچڻ لڳا. اِها حالت ڏسي، اُتي جا ساڌو ۽ مندرن وارا برهمڻ، هن سان وروڌ ڪرڻ لڳا. پلٽو صاحب ان ۽ ٻيو جيڪي بہ پدارٿ هن وٽ هوندو هو، سو هميشہ غريب، بکين ۽ ساڌن کي ورهائي ڏيندو هو ۽ پاڻ تورو ڪائي سنتوش ۾ رهندو هو ۽ اڄڪلھ جي مهاتمائن وانگر هن جو من مايا ۾ ڦاٿل ڪو نہ هو ۽ نڪي ڪنهن بہ قسم جو اڊمبر رکندڙ هو. هو هميشہ چوندو هو تہ **سچو گيان پاڻ وساري شبد سان آتما لڳائڻ ۾ ۽ ذات پات کي وساري مالڪ جي سمرن ۾ آهي**. مالڪ جي دربار ۾ اوچي يا نيچي ذات ڪو بہ ڪو نہ پڇندو.

**ذات پات پوُڇي نهين ڪو، هر ڪو ڀڄي سو هر ڪو هوءِ.**

**پلٽــو اوچــي ذات ڪــا مــت ڪــوئي ڪــري اَهنڪــار،**
**مالــــڪ ڪـــــي دربـــــار ۾ ڪيــــول ڀڳتــــي پيــــار.**

جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن هن جي مهما وڌندي ويئي ۽ ماڻهو هن جي ستسنگ ۾ اچڻ لڳا ۽ سچو رستو وٺڻ لڳا، جا ڳالھ ايوڌيا جا مهنت، پنڊت ۽ ملان، جي ڌرم ۽ مذهب جا ٺيڪيدار هئا، سي سهي نہ سگهيا. هنن وني گور گهمسان شروع ڪيو. پنڊت ۽ ملائون هن تي ڪوڙيون تهمتون هڻڻ لڳا تہ هو ماڻهن کي ڌرم کان برغلائي، اُبتي راھ تي ٿو هلائي ۽ گمراھ ٿو ڪري.

مسلمانن جي ملن ۽ قاضين، ائوڌ جي نواب جا وڃي ڪن ڀريا تہ "هي شريعت جي برخلاف پرچار ڪري رهيو آهي ۽ مذهب جي عقيدن کان ماڻهن کي ڦيري رهيو آهي. اِنهيءَ ڪري هن کي قرآن جي فرمان موجب جيئري جلائڻ گهرجي."

سو نيٺ، اُهو ڏينهن آيو جڏهن پنڊتن ۽ ملن جي چوڻ تي نواب حڪم ڏنو تہ "هن کي جيئري جلايو وڃي." پلٽو صاحب کي رٿ تي چاڙهي، پنڊت، ملان وغيره سرگس ٺاهي نغارا وڄائيندا بازارين مان هوڪا ڏيندا پئي ويا تہ "پلٽوُ بي ايمان کي هن رٿ تي چاڙهي عام ماڻهن کي ڏيکاريو ٿو وڃي، تہ ڪافرن جو موت ڪيئن ٿيندو آهي."

اُن ڪان پوءِ پلٽوءَ ڪي بدِي اُنهيءَ رت ڪي باھ ڏني ويئي. روايت آهي تہ رت سچو جلي خاڪ ٿي ويو، پر پلٽو صاحب اتان انتر ڌيان ٿي ويو.

پلٽو صاحب جي ڪندلين ۾ دوهرن مان ڪجھ هيٺ ڏجن ٿا. پڙهندڙن کي بہ خبر پوندي تہ پنڊت ۾ ملان هن تي ڇو اچي ڪاوڙيا؟ هو هميشہ چوندو هو "ايشور جا بنايل انسان سڀ هڪ جهڙا آهن ۾ ڪو بہ اوچ نيچ ڪونهي. سٺن ڪرمن وارو اوُچ آهي، بڇڙن ڪرمن ڪرڻ وارو، شراب گوشت ۾ ماس کائڻ وارو، دغابازي ۾ فريب سان پئسو ڪمائڻ وارو، وشيہ ڀوگ ڀوڳڻ وارو ۾ جيڪو مالڪ جي سچيءَ ڀڳتيءَ کان رهت آهي، سوئي نيچ آهي. مالڪ جي دربار ۾ جيون جو ڪرمن موجب فيصلو ٿو ٿئي ۾ نڪي ذات، ڌرم يا مذهب تي." هو صاف چوندو هو تہ "ڪو بہ پنڊت، ملو، مولوي، مالڪ جي دربار ۾ پنهنجن بدڪار پوئلڳن کي بچائي ڪو نہ سگهندو."

سچو واپاري ڪير آهي؟ ان جا نشان ۾ رهڻي

**بنيـــا پـــوُرا ســـوئي هئـــي — جـــو تـــولي ســـت نـــام،**<br>
**جـــو تـــولي ســـت نـــام — ڪميـــا ڪـــاٽ ٽـــاٽ وچـــاوي،**<br>
**پـــريم تـــارازو ڪـــي بـــاٽ وشـــواس بٽـــائي،**<br>
**وويـــڪ ڪـــي ڪـــري دڪـــان — گيـــان ڪـــا لينـــا دينـــا،**<br>
**لادي اُلـــدي پجـــن — وچـــن ڦـــر ميٺـــي بـــولي،**<br>
**پلٽـــو جـــسڪي بـــن بـــڙي — اُســـي ســـي ميـــرا ڪـــام،**<br>
**بنيـــا پـــوُرا ســـوئي — جـــو ٽـــولي ســـت نـــام.**

**يعني: سچو واپاري اُهو آهي جو ڪميا جي ٽيڙيءَ تي ويهي ست نام کي توري ٿو. هو پريم جي ساهميءَ ۾ وشواس جا وَٽ وجهي توري ٿو. هو وويڪ کي پنهنجو دڪان ٿو بنائي ۾ اُن ۾ مالڪ جي گيان جي ڏي وَٺ ڪري ٿو. هو سنتوش جي گاديءَ تي ويهي، شوق سان اُٺندي وهندي نام ٿو جپي ۾ سيني سان مٺا ٻول ٿو ٻولي.**

ڪيئن من جي پنجن وڪارن کي قابو ڪجي؟

**ســـتگر ڪـــي پرتـــاپ ســـين — پڪـــڙا پـــانچون چـــور،**<br>
**پڪـــڙا پـــانچون چـــور — نگـــر ۾ عـــدل چلايـــا،**<br>
**تـــرگڻ دِيـــا نڪـــار — آنڪـــي پڳـــت وَســـايا،**

لوڀ موه ڪو پڪڙ – تانهه ڪي گردن ماري،
ترشنا اور اهنڪار – پيت ديوان ڪو قاڙي،
دُرمت ديا نڪال – سُمت ڪو چابڪ دينا،
چڙهي سپاهي سنت – املهه ڪايا ڳڙه ڪينا،
پلٽوُ سنجم مٽن ڪيا – پرا ملڪ ۾ شور،
سنت گر ڪي پرتاپ سين – پڪڙا پانچون چور.

يعني ستگروءَ جي شرڻ ۾ اچڻ ۽ اُنهيءَ جي مدد سان مون پنج چور – ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موه ۽ اهنڪار وَس ۾ آندا آهن. انهن چورن کي قابوءَ ۾ آڻڻ سان ئي، شرير روپي نگريءَ ۾ صلح، سانت ۽ انصاف جو ورتاءُ ٿيو هلي. تنهن ڪان پوءِ اندر مان تي گڻ نڪري ويا ۽ يڳتي اچي ويئي. سمت جي چهبوڪ سان ڪوتي مت نڪري ويئي. پوءِ سنت سپاهيءَ جي ڪرپا ۽ مدد سان منهنجو ڪايا روپي قلعو فتح ٿيو.

سچو عمل اُهو آهي جنهن تي عمل ڪجي.

پلٽو پڙها پر عمل نهين _ عمل بن علم خاڪ هئَ جي،
علم پڙهي اور عمل ڪري – اُسڪي تو مشتاق هئَ جي،
بيحد ڪٽي اور حد رهي، اُسڪا تو منهن ناپاڪ هئَ جي،
پلٽو گفتن سوئي ديدن – وه تو معرفت ڪي ناڪ هئَ جي.

يعني: پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا تہ ڪير بہ ڪيترو ڪٽي علم پڙهيو هجي پر جيڪڏهن هو عمل نٿو ڪري تہ پوءِ، هن جو سچو علم (گيان) اجايو آهي. وڌيڪ هو فرمائين ٿا تہ مان اُنهيءَ کي پسند ڪريان ٿو جو علم پڙهي اُنهيءَ موجب هلي ٿو. جيڪو ٻاهران بيحد مالڪ جون رڳو ڳالهيون ٿو ڪري، پر هو حد وارن ديوتائن کي جپي ٿو، اُنهيءَ جو منهن ناپاڪ آهي. پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا تہ سنت جيڪي اندر ۾ ڏسن ٿا، سو اسان کي ٻڌائين ٿا. اُهي ئي سچي مالڪ سان مليل آهن.

پلٽو صاحب اندر جو ڀيد ٻڌائين ٿا.

اُلٽا ڪووان گگن ۾ _ تس ۾ جرين چراغ،
تس ۾ جريچراغ – بنا روغن بن باتي،
چهه رتوُ بارنهن ماس، رهت جرتا دن راتي،
ستگرو ملا جو هوئہ – تاهہ ڪي نظر ۾ آوي،

بــن ســتگرو ڪوئــو هوئـــ — نهــين واڪــو درســاوي،
نڪــسين ايــڪ آواز — چــراغ ڪــي جــوت هــن مــانهين،
گيـــان ســـماڌي ســـنهہ — اور ڪوئـــو ســـنتا نـــاهين،
پلٽـــو جـــو ڪـــوئي ســـنين — تـــاڪي پـــوري پـــاگ،
اُلٽـــا ڪـــووان گگـــن ۾ ـ تـــس ۾ جـــرين چـــراغ.

پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا تہ اسان جو مٿو، اُبتي کوهہ وانگر، جنهن جو ترو مٿي ۽ منهن هيٺ آهي ۽ جنهن ۾ جوت بنا تيل ۽ وَٽ جي، ٻارهن ئي مهينا سدائين رات ڏينهن پيئي ٻري. اُها جوت انهيءَ ڪي ڏسڻ ۾ ايندي، جنهن کي سچي ستگروءَ کان اُپديش جو رستو مليل هوندو ۽ هن اُنهيءَ موجب عمل ڪيو هوندو. اُنهيءَ جوت مان ئي شبد جو آواز پيو نڪري، اِهو شبد جي ڪمائي ڪندو. اهڙو شخص وڏو ڀاڳن وارو آهي.

# سوامي جي مهاراج

پرم پرش، سوامي جي مهاراج جن آگري ۾ پني گليءَ ۾ آگسٽ مهيني سنه 1818ع ۾ جنم ورتو. سندس اصل نالو شو ديال سنگهه هو، قوم کتري سيٺ هئي، سندن وڏا اصل پنجاب ۾ رهندا هئا. جڏهن هو ڇهن سالن جا ٿيا، تڏهن سندن ماتا کين صبح جو سويل سنان ڪرائي بندگيءَ لاءِ تيار ڪندي هئي. اُنهيءَ وقت کين پاڙهڻ جو بہ ڪم چالو هو. هنن هندي، گرمکي، پارسي بہ سکي ۽ اُنهن ۾ تمام قابل ٿي ويا. اُنهيءَ زماني ۾ پارسيءَ جو رواج زور هو. سوامي جن سنسڪرت ۽ عربي ٻ ڄاڻندا هئا.

مهاراج جن وٽ ڪيترا ڇوڪرا سکڻ ايندا هئا، جن کي هو مفت وديا دان ڏيندا هئا. جيڪڏهن ڪو بہ هنن وٽ عرض ڪٽي ويندو هو تہ جيستائين هن جو ڪم پورو نہ ٿيندو هو، تيسين کين شانتي نہ ايندي هئي. ڪير بہ هنن سان گڏجڻ ايندو هو تہ هو هن سان تمام پريم پريت سان گڏبا هوا ۽ هن جو ڪم ضرور ڪندا هوا ۽ خوش ٿي واپس ويندو هو.

مهاراج جن جا پتا لالا دلوالي سنگهه پهرين، گرو نانڪ صاحب جي ٽيڪ رکندا هوا ۽ اُنهن جي باڻيءَ جو پاٺ ڪندا هوا. جپ صاحب، رهراس ۽ سکمنيءَ جو هو روز پاٺ نيم سان ڪندا هوا. اهو نمونو سوامي جن جي ڏاڏي کان وٺي هندو پئي آيو. هنن جي هٿ جي، سکمني پارسيءَ ۾ لکيل، اجا تائين موجود آهي.

پوءِ مهاراج جن جي پتا کي تلسي صاحب جو پورن سنت هو، جو هاٿراس ۾ رهندو هو ۽ آگري ۾ بہ ايندو هو، تنهن جو سنگ ٿيو. جن جي هو پريم سان شيوا ڪندا هئا. سندن ڏاڏي، ماتا، پڦي ۽ نانيءَ کي بہ تلسي صاحب جو ستسنگ پراپت ٿيو. انهيءَ ڪري اُنهن سڀني ۾ سنت مت جي مهما، پريت ۽ سرت شبد يوگ جو قدر ذهن نشين ٿي ويو هو. مگر اُنهن مان ڪن کي اجا ڀيد جي پوري پوري واقفيت نہ هئي. تنهن ڪري سوامي جي مهاراج جن ديا ڪري سڀني منزلن جو احوال ۽ ٻيا سڀ راز هنن کي چڱيءَ طرح سمجهايا. هو هر روز شام جو ٿوري دير ستسنگ ڪري هنن کي سمجهائيندا هئا.

هڪ ڏينهن تلسي صاحب جن سندن ماتا کي خود چيو هو تہ تون پنهنجي پٽ کي، پٽ ڀاوَ سان نہ ڏسج، هي پرم سنت آهي، جنهن توهان جي گهر ۾ اچي جنم ورتو آهي، انهيءَ ڪري گهر جا سڀ ڀاتي ادب ۽ پريت سان مهاراج جن سان ورتاءُ ڪندا هئا.

عام طرح ماڻهو گيرُوُ پهريل ڪپڙن وارن کي سنت ڪري ليکيندا آهن. مگر سچو پرم سنت اُهو آهي، جنهن جي آتما ٽنهي لوڪن کان پري، ست لوڪ ۾ پهتي هجي، جنهن کي ديال ديش بہ ڪري ڇئجي ٿو. اهو ديش ڪال جي حد کان ٻاهر آهي، انهيءَ ديش کان پري بہ ٻيا ديش اُنامي ۽ راڌا سوامي آهن.

سوامي جِي مهاراج جن جي ڪيتري تعريف ڪئي وڃي. اهو ئي چوڻ ڪافي آهي تہ ڪل مالڪ انامي پرش، پاڻ جيون جي اُڌار لاءِ هن دنيا ۾ اچي پرگهٽ ٿيو آهي.

جي مالڪ جڏهن ڏنو تہ عام ماڻهو، تيرٿ، ورت، پاٺي، پٿر ۽ مورت، مندر ۾ اٽڪي پيا ڦرن ۽ هنن کي مالڪ جو نج پيد ڪير بہ ڏيئي نٿو سگهي، تڏهن هن خود ديهہ ڌاري، جيون کي اچي سچو پيد ظاهر ڪيو.

سوامي جن اجا مدرسي ۾ ئي پڙهندا هوا تہ اُنهيءَ وقت کان وني، جيڪي بہ سندن تعلق ۾ ايندا هوا، تن کي، سنسار جي ناشوان هئڻ جي چڱيءَ طرح سمجهاڻي بيان ڪندا هئا. جيئن هنن سار وچن ۾ لکيو آهي تہ:

**يهہ تن درلڀ تم ني پايا — ڪوٽ جنم ڀٽڪا جب کايا،**

**اب يا ڪو برٿا مت کويو ـ چيتو چن چن ڀڳتي ڪمائو.**

سوامي جي مهراج جن جي شادي، فريد آباد ضلعي دهليءَ ۾ لالا عزت راءِ جي ڌيءَ راڌا سان ٿي. هن کي بہ سوامي جن اوچي درجي جي پرمارٿ جي سمجهاڻي ڏيندا هئا. راڌاجيءَ تي ستسنگ جو اهڙو تہ اثر ٿيو، جو هن پنهنجا سڀ زيور، جي هزارين رپين جا هئا، سي سوامي جي مهاراج جن هٿ وڪٽي، سادو شيوا ۾ خرچ ڪرائي ڇڏيا. جيڪو بہ گرهستي اچي پنهنجي تڪليف راڌاجيءَ کي ٻڌائيندو هو، تنهن کي هوءَ سيڌو، ڪپڙو ۽ ڪجهہ نقدي بہ ڏيندي هئي. هن کي سادن جي ڪارائڻ جو ايترو تہ شوق هو جو هوءَ پاڻ هرروز چاليهن چاليهن سادن جو کاڌو پنهنجي هٿن سان رڌي هنن کي کارائيندي هئي.

سوامي جن جي پڙهائي پوري ڪرڻ کان پوءِ، ڪنهن راجا کي پارسي جاڻوءَ جي ضرورت ٿي ۽ هن سوامي جن کي باندا شهر ۾ گهرايو. مگر ٿوري وقت کان پوءِ هنن راجا کي چيو تہ هن نوڪريءَ ۾ منهنجو پڇن بندگي جو ڪم نٿو ٿي سگهي، انهيءَ ڪري هو استعيفا ڏيئي واپس آگري ۾ آيا ۽ اُتي عبادت ۾ ئي مشغول رهندا هئا. مگر سندن پتا جي اِها خواهش هئي تہ مهاراج جن ڪجهہ روزگار ڪن. تنهن ڪري هن سندن سهري کي فريد آباد لکي موڪليو تہ هي سوامي جن کي پاڻ وٽ گهرائي سمجهائي، نوڪريءَ لاءِ ڪجهہ سلسلو ڪري. مهاراج جن پنهنجي سهري کي بہ چيو تہ مان پرمارٿ جو هرج نٿو ڪري سگهان. البت مان اهڙي قسم جي نوڪري ڪندس، جنهن ۾ رڳو هڪ ٻن ڪلاڪن جو ڪم هجي.

اُنهيءَ وقت بلڀ ڳڙهہ جي راجا کي ڪنهن پڙهائڻ واري جي ضرورت ٿي ۽ سندس سهري کيس چيو تہ جهڙي نوڪري توهين چاهيو ٿا، نهڙي ئي هڪ هي نوڪري آهي. سهري جي چوڻ تي ڪجهہ وقت سوامي جن اُتي وڃي نوڪري ڪئي.

راجائن جي نوڪريءَ ۾ اهو قاعدو هو تہ پگهار کانسواءِ نوڪر ۽ کاڌو بہ هو ڏيندا هئا. جيڪو بہ کاڌي جو سامان راجا وٽان سوامي جن وٽ ايندو هو، سو سڀ هو غريب محتاجن کي ڏيئي ڇڏيندا هئا ۽ ٻيا نوڪر عجب کائيندا هئا تہ هي سڀ شيون مالڪ جي راهہ ۾ ڏيئي ٿو ڇڏي! هو تمام ضروري شين کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ پاڻ وٽ نہ

رکندا هئا. جيڪو بہ سوالي مهاراج جن وٽ ايندو هو، سو هنن جي در تان خالي نہ ويندو هو.

هيءَ نوڪري مهاراج جن فقط پنهنجي پتا جي مرضي پوري ڪرڻ لاءِ ڪئي هئي. هو اِهو خوب ڄاڻندا هئا تہ هنن جي پتا جو ديهانت فلاڻي وقت ٿيندو. جڏهن اُهو وقت ويجهو آيو، تڏهن هو نوڪريءَ جي استعيفا ڏيئي، هڪ ڏينهن پهرين آگري ۾ آيا ۽ ٻئي ڏينهن سندن پتا، جو شڪره آباد شاديءَ ۾ ويو هو، جتي هو بيمار ٿي پيو هو، سو آگري ۾ موٽي آيو. اهو سندس پڇاڙيءَ جو ڏينهن هو. انهيءَ وقت مهاراج جن پتا جي اهڙي شيوا ۽ خدمت ڪئي، جهڙي اولاد کي لازم مناسب آهي. سڄي رات هن جي آتما جي سنڀال ڪندا رهيا ۽ پاڻ خود ٻاٽيءَ جو پاٺ ڪندا رهيا تہ جيئن هنجي سرت، نام جو آنند وٺندي رهي. انهيءَ عرصي ۾ سندن پتا ڪيترائي دفعا، انهيءَ آنند جو بيان ورنن ڪيو. آخر ۾ مهاراج جن هن جي آتما کي ست لوڪ ۾ پهچايو.

سوامي جن جا پتا ۽ ڏاڏو سڀ فارسي پڙهيل هوندا هئا ۽ نوڪريءَ وارا هوندا هئا. جڏهن سندن پتا جن تندرستيءَ ۾ ضعيف ٿي پيا، تڏهن نوڪري ڇڏي گهر ۾ اچي رهيا ۽ هوُ پرمارٿ جي طرف وَڌيڪ ڌيان ڏيڻ لڳا. ڇاڪاڻ تہ گهر جو خرچ ڪين هلائڻو هئو، تنهنڪري هن پئسي ڏيڻ وٺڻ يعني وياج جو سلسلو شروع ڪيو ۽ اِهو سلسلو سندس مرڻ کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ بہ جاري رهيو. انهيءَ عرصي ۾ سوامي جن جي وچين ڀاءُ يعني سوامي جن کان پوءِ ننڍي ڀاءُ بندرابن داس کي، پوسٽ ماسٽر جنرل جي آفيس ۾ نوڪري ملي. تڏهن سوامي جن پنهنجي سڀ کان ننڍي ڀاءُ پرتاپ سنگهہ کي حڪم ڏنو تہ "اي پيارا! جڏهن سچي مالڪ هينئر روزگار جي صورت ٻي ڏني آهي، تڏهن هاڻي ڏيڻ وٺڻ يعني وياج جي رپين مان ڪٽنب ۽ گهربار جو خرچ ڪرڻ نامناسب آهي. تون سيني قرضدارن جا اِسٽامپ، ڪاغذ وغيره ڳولي ڪڍ ۽ انهن سڀني کي ڪولي ڇڏ تہ، جي توهان کي اسان جا رپيا واپس ڏيڻا آهن ۽ پنهنجو ايمان سلامت رکڻو آهي تہ، اسان جا فقط ڏنل رپيا، يعني وياج ڪجهہ بہ نہ هڪ هفتي اندر ڏيئي وڃو، نہ تہ توهان جا دستاويز ڪاغذ وغيره توهانجي روبرو ٽڪرا ٽڪرا ڪري اُڇلايا ويندا ۽ اُهو ڪم هڪدم بند ڪيو ويو. ماڻهن کان وياج وٺڻ جي ڪم کي سڀني مهاتمائن برو ڄيو آهيءَ مسلمانن جي مذهب ۾ وياج وٺڻ حرام آهي. ڪبير صاحب اِئين فرمايو آهي تہ:

**جـــوا، چـــوري، مخبيـــري ـ ويـــاج، گهـــوُنس، پرنـــار،**
**جـــو چـــاهي ديـــدار ڪـــو ـــ اِتـــي وســـت نـــوار.**

يعني تہ جوا، چوري، نشيبازي، وياج، رشوتخوري ۽ پرائي زال جو مالڪ جو جيڪو ديدار ڪرڻ چاهي، سو انهن شين کي هڪدم ڇڏي ڏئي.

وياج جي ڪم بند ڪرڻ کان پوءِ، گهر جو دنيوي ڪم، بندرابن داس جي پگهار مان چڱيءَ طرح هلندو رهيو. هن کي شروعات ۾ چاليهہ روپيا پگهار ملندو هو.

هي صاحب بہ اول درجي جو پرمارٿي ۽ رسيدو ماڻهو هو. هن ڪيترا پرمارٿي ڪتاب ڇپايا ۽ سوامي جن جي تن، من، ڌن سان خدمت ۽ فرمانبرداري ڪئي. هن اها فرمانبرداري، ايتري قدر ڪئي جو هو پنهنجا ڪپڙا بہ، حضرو مهاراج جن جي موڪ ڪان سواءِ ڪين نهرائيندو هو. جتي جتي هن جي بدلي ٿيندي هئي، اُتي هو اسڪول ۽ يتيم خانا کوليندو هو ۽ سرڪاري عملدار بہ هن کي انهيءَ ڪم ۾ مدد ڏيندا هئا. ٻن شهرن ۾ اڃا بہ اهي هن جا ڪم، جن جو هن بنياد وڌو هو، سي اڃا بہ جاري آهن. هڪ اجمير ۾، جي چار پنج سال پوسٽ ماستر هو. اِهو آهي گورنمينٽ اسڪول، جو اڄڪلهہ گورنمينٽ ڪاليج جي صورت ۾ هليو پيو اچي.

سندس نوڪريءَ ۾ واڌارو ٿي، پنج سئو رپيا سندس پگهار ٿيو. ڪيس سڄي اوڌ جي پرڳڻي جي وسٽ آفيسن جو سپرنٽينڊنٽ ڪري، فيض آباد ۾ رکيو ويو. جتي هن هڪ يتيم خانو کوليو، جو اڃا تائين هلنديو پيو اچي. سنہ 1877ع ۾ وائسراءِ وتان، ڪيس انهن خيراتي ڪمن ڪري هڪ سَنَدَ بہ ملي.

جڏهن شروعات ۾ بندرابن داس کي چاليهن رپين سان نوڪري ملي هئي، تڏهن سڄي عيالداريءَ جو خرچ اُنهيءَ مان ٿيندو هو ۽ سوامي جي مهاراج جي اپياس جي آنند ۾ بي فڪريءَ سان رهيا ۽ هنن راڌا سوامي مت جو پرڪاش شروع ڪيو.

راڌا سوامي مت کي سنت مت ڪري بہ چئبو آهي ۽ اُنهيءَ ۾ سرت شبد يوگ جو اپياس ڪرايو ويندو آهي. مالڪ شبد سروپ آهي. شبد مان ئي سرشٽيءَ جو سڀ رچنا ٿي آهي. شبد جي رستي ئي سرت يعني آتما، مٿين منڊلن تي چڙهندي. انهيءَ واسطي سننن، هي سڀ کان سڌو ۽ سولو رستو، جيون جي اُڌار لاءِ جاري ڪيو آهي. هن مت ۾ سرت کي شبد سان لڳائڻو آهي. يعني شروع ۾ ئي آتما کي مالڪ جو پلئہ پڪڙايو وڃي ٿو. اِها هن مت جي وڏي خوبي آهي.

پراڻي زماني ۾ جيڪي سنت ٿيا آهن، سي جيون کي جڏهن هو گهر ٻار ڇڏيندا هئا، تڏهن هنن کي اُپديش ڏيندا هئا ۽ سرت شبد يوگ پراڻايام رستي ڪائيندا هئا جو بلڪل مشڪل ۽ خطرناڪ رستو هو. اِهي ڪم گرهستيءَ کان تہ ٿي ڪين سگهندا هئا. اِنهيءَ ڪري تمام ٿورا انهيءَ جو فائدو وني ٿي سگهيا. پر راڌا سواميديال، جيون تي اهڙي ديا ڪئي، جو گرهستين کي بہ هنن اُپديش ڏنو ۽ پراڻايام کي بلڪل اُنهيءَ رستي مان ڪڍي ڇڏيو. هنن اُپديش جي جڳتي اهڙي سولي ڪري ڇڏي، جنهن کي مرد، زالون، ٻار ۽ ٻڍا سولائيءَ سان ڪري سگهن ٿا. اُنهيءَ ۾ گهر ٻار ۽ روزگار ڇڏڻ جي ڪا بہ ضرورت ڪانهي ۽ اپياسي، پنهنجي جيئري ئي هن اپياس جو فائدو ۽ اُڌار جي ثابتي پنهنجي اکين سان ڏسي سگهي ٿو.

سوامي جي مهاراج جن انوراگ (ويراڳ) ۽ پريم تي زور ڏنو آهي ۽ فرمايو آهي تہ اُنهيءَ مان دنيا جي ڪمن کي ڪو بہ هرج نٿو ٿئي. مالڪ پريم جو سروپ آهي ۽ جيو بہ پريم سروپ آهي. فرق رڳو اهو آهي تہ مالڪ پريم سمند آهي ۽ هي جيو پريم جي هڪ

بوند آهي. مگر مايا جو پردو بنهي جي وچ ۾ آهي. اُنهيءَ پردي جي دور ٿيڻ کان پوءِ ئي، بوند پنهنجي سمنڊ ۾ پهچي ويندي. سو اُهو پردو ستگروءَ لاءِ شوق، پريم ۽ اپياس کانسواءِ هٽي ڪين سگهندو.

جنهن وقت سوامي ءَ جن، پريمين کي اُپديش ڏيندا هئا، اُنهيءَ وقت ڪن پريمين کي، پنهنجي ٻل سان مٿين لوڪن جو آنند به وناٺيندا هئا. تنهن ڪري اُنهن کي هڪدم وشواس اچي ويندو هو ۽ اُنهن جي سرت تمام مٿي نه چاڙهيندا هئا، ڇاڪاڻ ته جيو گهٽي آندد کي هڪدم برداشت ڪري نه سگهندو آهي.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته، هڪ زال جنهن جو نالو تخت ٻائي هو، جا پنجاب جي ويٺل هئي ۽ سوامي جن جي گهر ۾ ئي رهندي هئي. هڪ ڀيري هن جا ڪي مائٽ مٽرا وغيره تيرٿ ڪري آگري ۾ تخت ٻائيءَ کي گڏجڻ آيا ۽ کيس چيائون ته "تون هت ڇا لاءِ ويٺي آهين؟ توکي اچا تائين هت ڇا حاصل ٿيو آهي ۽ تيرٿ وغيره ڇو نٿي ڪرين؟" اها ڳالهه هن سوامي جن سان ڪئي ۽ کين چيو ته "مون کي ڪجهه اندر جو آنند بخشيو ۽ سرت کي مٿي چاڙهيو." تنهن تي مهاراج جن سوچيو ته متان هن جي وشواس ۾ گهٽتائي نه ٿئي، تنهن ڪري هن کي چيائون ته "پڇن ۾ تي ويهه." پوءِ هنن پنهنجي ٻل سان هن جي سرت کي مٿي چاڙهيو ۽ وني ٿورو وڌيڪ چکيو. اُنهيءَ تي هوءَ رڙيون ڪرڻ لڳي ته منهنجي جان ٿي نڪري ۽ چيائين ته جيڪا شيءِ مون کي بخشي اٿو سا موٽائي ونو، مان سهي نٿي سگهان. بار بار ائين چئي هوءَ بيهوش ٿي وئي. ٻه ڏينهن هوءَ بيهوش ئي رهي. پوءِ مهاراج جن هن جي سرت کي هيٺ لاٿو. اِهو سڄو احوال هن پنهنجي مائٽن سان ڪيو، پوءِ اُنهن سڀني کي يقين آيو ۽ سوامي جن کان اُپديش ورتو.

انامي پرش يا ڪل مالڪ، جو سڀ جو پيدار آهي ۽ جنهن جي طاقت سان سڄي رچنا هلي رهي آهي ۽ جيڪي ٻه پرم سنت اُتان اچن ٿا، اهي ٻه اهائي طاقت کڻي ٿا اچن. تنهن ڪري اُنهن ۽ انامي پرش ۾، تر جيترو به فرق نٿو ٿئي. اهي سڀ انامي پرش يا پرم سنت، هن سنسار ۾ جيون جي اُپڪار لاءِ پرگهٽ ٿين ٿا. سنسار ۾ انهن کان ڪير به وڏو نه آهي.

سوامي جي مهاراج جن، رات ڏينهن هڪ اڪيلي ڪونيءَ ۾ اٽڪل پندرهن سال سرت شبد جو آنند وٺندا رهيا. اڪثر ٻه ٻه ڏينهن هو بلڪل ٻاهر نه نڪرندا هئا ۽ نڪي ضروري حاجتن لاءِ ٻاهر ويندا هئا ۽ سڄو وقت انامي ديس ۾ سمايا پيا هوندا هئا. سندن شرير تمام سوڪيم هوندو هو. صرف هڪ ڇٽانگ (40 گرام) جيترو سندن سڄي ڏينهن جو کاڌو هوندو هو. تڏهن ٻه هو شير وانگر گرجندا هئا ۽ اڻ اڻ ڪلاڪ بنا ٿڪاوٽ جي وچن فرمائيندا هئا. سرت شبد جي جڳتي ، جا سوامي جن هاڻي شروع ڪئي هئي، سا اڳ ۾ ڪنهن ٻه اهڙيءَ سوليءَ طرح جاري نه ڪئي هئي. انهيءَ سبب ڪري ئي اندريون اپياس جيڪو بين متن ۾ هو، سو گم ٿي ويو هو، تنهن ڪري سڀ

ماٺهو ٻاهر مکي پوڄا، ڌرم ۽ ڪرمن ۾ لڳي ويا ۽ سچي مالڪ کي سڃاڻڻ ۽ انهيءَ کي ملڻ جي جڳتي ۽ هن جي رستي ۾ منزلن جي ڀيد کان هو ناواقف ٿي رهجي ويا.

راڌا سوامي مت ۾ چار ڳالهيون ضروري آهن. ويراڳ، پورن گرو، ستسنگ ۽ نام جو ڀيد. انهن چئن ڳالهين سان ئي انسان جو اُڌار ٿو ٿئي. گرو سچو ۽ پورڻ هئڻ گهرجي. نام بہ اصلي ۽ پورو هئڻ گهرجي. صفاتي نام سان ڪم نہ بڻجندو. ستسنگ بہ سچو هئڻ گهرجي. هڪ آهي، اندريون ستسنگ ۽ ٻيو آهي ٻاهريون ستسنگ. اندريون ستسنگ اهو آهي تہ اڀياسي، اندر ۾ پنهنجي سرت چاڙهي اُها پنهنجي سچي گرو جي چرنن ۾ لڳائي يا اُنهيءَ طرف وٺي وڃي. ٻاهرئين ستسنگ جو نمونو هي آهي تہ، جڏهن اڀياسيءَ کي سچي مالڪ يا ستگروءَ جو درشن نصيب ٿئي، تڏهن هو هنن جا وچن ٻڌي ۽ درشن ڪري ۽ جيڪا شيوا ٿي سگهي سا ڪري. انهن ٻنهي ستسنگن ڪرڻ سان، ڪجهہ ڏينهن ۾ جڳياسوءَ جي حالت بدلجي ويندي.

ٻيا جيڪي پرمارٿ جا ڪم آهن، جهڙوڪ تيرٿ، ورت، مندر مورتيون پيٽڻ ۽ پوٿين پڙهڻ، پاٺ ڪرڻ، جپ ڪرڻ، صفاتي نام جو سمرن ڪرڻ وغيره،انهن ڪمن ڪرڻ سان ڪجهہ ڦل ضرور ملندو، مگر جنم مرڻ جو ڦيرو بند نہ ٿيندو يعني مڪتي ڪانہ ملندي.

آتما يا روح ست پرش جي اَنس آهي. اها آتما هن ديهہ ۾ وڏو جوهر آهي، جنهن جي طاقت سان، سڄو بدن، من، اِندريون وغيره پنهنجو پنهنجو ڪم ٿيون ڪن. سنتن اُنهيءَ جوهر کي چونڊي، اُن جو منهن اُن جي اصل ڀنڊار جي طرف ڪيو آهي. جڏهن اُن جو سچو ڌيان اوڏانهن ٿيندو، تڏهن آهستي آهستي انسان جي حالت بدلجندي ويندي. پوءِ دنيا ۽ اُن جا پدارٿ، روز بروز آتما جي نظر ۾ تڇ ڏسڻ ۾ ايندا. **انهيءَ سوکيم جوهر جو اثر ۽ هنڌ، پن اکين جي وچ ۾ آهي.** اُتان ئي اِهو بدن ۾ ڦهليل آهي ۽ سڄي بت کي طاقت ڏيئي رهيو آهي. انهيءَ جوهر يا آتما جو ڀنڊار ناد يا شبد آهي.

شبد جي مهمان سيني متن ۾ آهي، مگر شبد جو ڀيد تفصيل وار ڪنهن مت ظاهر نہ ڪيو. انهيءَ ڪري ئي ماڻهو انهيءَ کان ناواقف رهجي ويا آهن. هاڻي راڌا سوامي يعني سنت مت ۾ شبد جو تفصيل صاف اکرن ۾ لکيو ويو آهي.

سيني جي آد يعني شروعات راڌا سوامي يعني ڪل مالڪ آهي، راڌا معنيٰ روح، سوامي معنيٰ مالڪ. راڌا سوامي معنيٰ روح يا آتما جو مالڪ. راڌا سوامي ديش ۾ شبد بلڪل گپت آهي ۽ انهيءَ شبد جو نمونو هن دنيا ۾ ڪونهي. انهيءَ شبد مان ست پرش پرگهٽ ٿيو، جنهن جو استان ست لوڪ ها سچ کنڊ آهي.

شبد پهريون: **ست پرش جو شبد**، جنهن کي ست نام ۽ ست شبد بہ چيو وڃي ٿو. انهيءَ مان ٻيو **سوهنگ شبد**، ٽيون **پار برهم شبد**، جنهن جي مدد سان ٽن لوڪن جي رچنا بيٺل آهي، پيدا ٿيا. چوٿون **برهم شبد**، جنهن سان سوکيم يعني برهمندي ويد ۽

ايشور مايا پرگهٽ ٿيا. پنجون **مايا ۽ برهم جو شبد**، جنهن ۾ ترلوڪيءَ جي رچنا جو مصالح پرگهٽ ٿيو ۽ آڪاسي ويد ظاهر ٿيا. مايا شبد جي هيٺ، **ويراٽ وش جو شبد ۽ جيو ۽ من جو شبد** پرگهٽ ٿيو.

سوامي جي مهاراج جن، عام ستسنگ پنهنجي گهر، پني گليءَ ۾ سنه 1861ع ۾ شروع ڪيو ۽ اهو هنن ستسنگ برابر سادا 17 سال ڪيو. انهيءَ عرصي ۾ اٽڪل انن ڏهن هزارن کي هنن سرت شبد ڀيد جو اُپديش ڏنو. جنهن ۾ سڀ ذات جا ماڻهو، هندو، جيني، سک، عيسائي ۽ ڪي مسلمان پڻ هئا.

ستسنگ ۾ سوامي جن، مورتي پوڄا، گنگا جمنا جي پوڄا، ورت نيم جو کنڊن ڪري، فقط هڪ سچي مالڪ ۾ اعتقاد وڌائيندا هئا. انهيءَ جي برخلاف اڪثر ڪي ماڻهو اٺ ڏهه پاڻ ۾ گڏجي، اچي ستسنگ ۾ گوڙ ۽ بحث شروع ڪندا هئا. مگر جڏهن سوامي جن جا جواب ۾، وچن ٻڌندا هئا، ته بلڪل چپ ٿي ويندا هئا.

سنت، ڪال جي ڳالهه ۾ اڪثر دخل نه ڏيندا آهن. هڪ دفعي سوامي جي مهاراج، جن پنهنجي ساهري گهر فريد آباد ۾ ويا. انهيءَ وقت سندن ڏرمپتنيءَ راڌا جو ڀائٽيو، جو هڪ ٽي سڪيلڏو ٻار گهر ۾ هو ۽ مائٽن کي وڏي عمر ۾ ڄائو هو ۽ سيني کي پيارو هو سو اچي سخت بيمار ٿيو. راڌاجيءَ جي ڀاڄائيءَ ، راڌا کي چيو ته سوامي جن کي هوءَ عرض ڪري ته هن ٻار کي وڏيڪ عمر ڏئي. راڌا اهو عرض سوامي جن اڳيان پيش ڪيو. تنهن تي سوامي جن جواب ڏنو ته هن ٻالڪ جي عمر تمام ٿوري آهي. ها باقي هڪ ڳالهه آهي، جنهن ۾ هي ٻالڪ وڏيڪ جيئرو رهي سگهندو. اها هيءَ آهي ته مان پنهنجي عمر هنکي ڏيان! جي اها ڳالهه ڪيس منظور آهي ته پوءِ ائين ٿئي! راڌاجيءَ اها ڳالهه قبول نه ڪئي ۽ ٻار ٻن ڏينهن کان پوءِ گذر ڪري ويو.

سوامي جن جا شيوڪ مرد توڙي زالون هئا مگر انهن مان تمام خاص ٿورن جو هيٺ ذڪر ڪيو وڃي ٿو.

انهن مان هڪ هو سوامي جن جو ننڍو ڀاءُ سيٺ پرتاب سنگهه، جنهن کي چاچاجي به ڪري چوندا هئا. جڏهن هن جي عمر ڏهه سال هئي تڏهن کان وٺي هو سوامي جن جي چرنن ۾ رهندو آيو ۽ ڪڏهن به هنن کان پري نه ٿيو. مهاراج جن ٿي هن جي پرورش ڪئي. هن جي دين ۽ دنيا جا سڀ ڪم سڌاريا، يعني پڙهائڻ، شادي وغيره جا ڪم، پرمارٿ جي ڏات ۽ دايا سڀ هن تي ڪندا رهيا. جڏهن کان وٺي هنکي سمجهه آئي، تڏهن کان وٺي هو سوامي جن کي گروُ ڀاوَ سان ڏسندو هو ۽ هميشه برابر هنن جي شيوا ۽ فرمانبرداريءَ ۾ پڪو رهيو. جڏهن جڏهن ٻاهران موٽندو هو ته پهرين سوامي جن جو درشن ڪري، پوءِ ٻيو ڪم ڪندو هو. سوامي جن کان سواءِ ٻئي ڪنهن ۾ به هن جي پريت نه هئي.

ٻيو خاص ۽ پيارو سوامي جن جو شيوڪ، راءِ بهادر سالگرام هو. هو ڪيئن سوامي جن جي چرنن ۾ آيو تنهن جو ٿورو بيان هيٺ ڏجي ٿو.

هڪ دفعي چاچا پرتاب سنگهه ڊاڪٽر پاڻ صاحب پوسٽ ماسٽر جنرل سان گڏ، ميرٺ ۾ گشت تي ويو هو، اُتي هن سان گڏ مهينو ڏيڍ رهيو. هن کي اُتي پوسٽ آفيس جي ڪاٽي جي ٻين ٻن ڪلارڪن سان گڏ هڪ جاءِ ۾ رهايو ويو. اُنهي وقت راءِ بهادر سالگرام جو پوسٽ ماسٽر جنرل جي آفيس ۾ سڀ کان وڏو عملدار هو، تنهن کي پاڻ صاحب ڪنهن ڪم لاءِ ميرٺ ۾ گهرايو. راءِ بهادر سالگرام بہ اُنهيءَ هنڌ جتي پرتاب سنگهه کي رهايو ويو هو، تنهن جي لڳو لڳ ٻئي ڪمري ۾ اچي رهيو. ٻنهي ڪمرن جي وچ ۾ رڳي هڪڙي يت هئي. پرتاب سنگهه صبح جو جڏهن ڪم کان واندو ٿيندو هو، تڏهن وراندي ۾ ويهي سڪمني4 جو پاٺ ڪندو هو، چاڪاڻ تہ اُنهيءَ وقت تائين سوامي جن اجا پنهنجي باٽي ڪا نہ رچي هئي، اُنهيءَ پاٺ جي ٻڌڻ ۾ راءِ بهادر کي ڏاڍو آنند ايندو هو ۽ هو ڌيان سان اُهو ٻڌندو هو. تنهن کان پوءِ پرتاب سنگهه، حاطي جي سامهون باغ جي ايڪانت ۾ وڻن هيٺ اپياس بہ ڪندو هو ۽ ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ جڏهن ڪاڏو تيار ٿي ويندو هو تہ پوءِ اُهو ڪائي، هو ڏهين وڳي ڪچهريءَ ۾ سرڪاري ڪم سان ويندو هو. اِها هن جي ڪارروائي، راءِ بهادر ڪجهه ڏينهن پئي ڏٺي، تڏهن هن پرتاب سنگهه جي نوڪر کان پڇيو تہ ”هو باغ ۾ ڇا وجي ڪندو آهي؟“ تنهن تي نوڪر چيو تہ ”ٻيو تہ مون کي معلوم نہ آهي، پر سمجهان ٿو تہ هو ڪجهه اپياس ٿو ڪري.“

هڪ دفعي رات جو نوين وڳي، جڏهن ڪمري ۾ رهيل سڀ ڪلارڪ پنهنجن کٽن تي وجي ليٽيا، تڏهن راءِ بهادر سالگرام، پرتاب سنگهه کان مٿيون احوال پڇيو. جيڪا بہ ڳالهه هئي، سا هن کس ٻڌائي ۽ سوامي جي مهاراج جن جي ديا ۽ مهما جو بہ ٿورو احوال هن کي ٻڌايائين. اُنهيءَ مهل راءِ بهادر، سوامي جن جي درشن ڪرڻ جي ڏاڍي خواهش ظاهر ڪئي. اهو فيصلو ڪيو ويو تہ جڏهن پرتاب سنگهه واپس آگري ويندو، تڏهن سوامي جن کان هن جي لاءِ ساڻن ملاقات جي موڪل وٺي هو ڪيس ٻڌائيندو.

آگري واپس اچڻ سان، پرتاب سنگهه سوامي جن سان، راهه بهادر لاءِ ملاقات جو ذڪر ڪيو. سوامي جن هن لاءِ ملاقات ڪرڻ جي اجازت ڏني. آرتوار ڏينهن صبح جو راءِ بهادر سالگرام، سوامي جن وٽ آيو، هنن هن کي پنهنجي اپياس واٽءَ ڪونيءَ ۾ اندر گهرايو. راءِ بهادر پنهنجو سچو حال سوامي جن سان ڪيو ۽ ڪيترائي پرمارٿي سوال پڇيا. برابر ٺيڪ جواب ملڻ تي هن کي تسلي ٿي ۽ شانتي حاصل ٿي.

هن ملاقات ۾ چار پنج ڪلاڪ لڳي ويا. جڏهن راءِ بهادر ٻاهر آيو، تڏهن هن پرتاب سنگهه کي چيو تہ ”مون جنهن کي کوجيو ٿي، سو ئي مون کي مليو.“

راءِ بهادر سالگرام هر آرتوار تي سوامي جن وٽ ايندو هو ۽ آخر هو هر روز سوامي جن جي خدمت ۾ اچڻ لڳو. اٽڪل ويهه سال هن سوامي جن جي اول درجي جي شيوا ڪئي، جنهن کي ڏسي سڀ ماڻهو عجب ۾ پئجي حيران ٿي ويندا هئا.

هوُ سوامي جن جي واسطي شهر کان ٻاهر ڪوهه تان منو پاڻي گهاگهر ۾ ڀري ڪٽي ايندو هو. جيئن ۽ آڪاڙ جي مهنن ۾ ٻه ننگي پير تتل ڌرتيءَ تي برابر هڪ ميل پنڌ ڪري، اهو پاڻي آڻيندو هو. سوامي جن جي ڪاڏي لاءِ پنهنجن هٿن سان جنڊ ۾ اٽو پيهندو هو ۽ وڻ مان سندن لاءِ ڏندڻ ڪپي ايندو هو. هر ڪنهن قسم جي اوچ توڙي نيچ شيوا ڪري، هوُ ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ ٻلهار ويندو هو.

راءِ بهادر سالگرام جي دنيوي ۽ پرمارٿي ڪاروائيءَ ۾ سوامي جن وڏي ديا فرمائي. جڏهن ڪان وني هوُ مهاراج جن جي چرنن ۾ آيو، تڏهن ڪان وني هن جي هردي ۾ هروقت جي اِها خواهش هوندي هئي تہ راڌا سوامي مت يعني سنت مت خوب جاري ٿئي، جنهن ڪي ڏسي ڪيس خوشي ۽ آنند ٿئي ۽ جيوَن جو خوب اُڌار ٿئي.

سوامي جن هن جو اِهو عرض ٻڌي خاموش رهندا هئا. مگر راءِ بهادر اڪثر اِهو ئي عرض پيش ڪندو رهيو تہ، يا تہ راڌا سوامي مت خوب پرگهٽ ٿئي يا اِنهيءَ ڳالهہ جي هنجي دل مان اِها خواهش ميٽجي وڃي ۽ اڳتي موج توهانجي، جيئن وَڻيوَ تيئن ڪريو!

تڏهن هڪ دفعي سوامي جن فرمايو تہ "هيءَ مت خوب پرگهٽ ٿيندي ۽ شبد جي رس بہ اڪثر ملندي رهندي."

هڪ دفعي جو ذڪر آهي تہ، جڏهن حضور مهاراج جن تيرٿن، ڪرمن پرمن جو ڪنڊن پئي ڪيو، تڏهن فرمايائون تہ، "اِهو نہ سمجهو تہ رڳو هن جاءِ تي تيرٿ، ورت ۽ ڪرمن پرمن جو ڪنڊن ٿو ٿئي، پر اِهو ڪنڊن سيني ديشن ۾ پاڻيهي خود بخود ٿيندو ۽ ماڻهو هوشيار ٿي پنهنجيءَ مت تي خوب ويچاريندا ۽ اُنهن ۾ جيڪي چنڊجي چاڻجي ستوگڻي هوندا، سي هن راڌا سواميءَ يعني سنت مت ۾ داخل ٿيندا ويندا."

سوامي جن جو حڪم هو تہ سنت مت ستسنگ وڌندو ويندو. جڏهن راءِ بهادر سالگرام جن پينشن ورتي ۽ آگري ۾ رهي ستسنگ ڪيائون، تڏهن ستسنگ ايتري قدر وڌيو جو هزارين جيون اُپديش ورتو. هندستان جي هر حصي بنگال، پنجاب، سنڌ، دکن، راجپوتانا، بمبئي ۽ وِچ هندستان ڪان ماڻهو آيا.

پنجاب ۾ بابا جئمل سنگهہ ڪي ستسنگ ڪرڻ ۽ نام دان ڏيڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو. جن بياس ۾ اچي ڏيرو وڌو. جتي اُنهيءَ جو نتيجو اسين هن وقت پنهنجن اکين سان پيا ڏسون. لکين جيوَ نہ رڳو هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان سنت مت ۾ اچي ويا آهن، پر دنيا جي هر ڪنهن ملڪ جهڙوڪ اسپين، انڊونيشيا، سينگاپور، سئگان، هانگ ڪانگ، جپان، آمريڪا، ڪئناڊا، انگلينڊ، سئٽزرلنڊ، جرمني، ڏکڻ آفريڪا، ويسٽ انڊيز، آسٽريليا وغيرهَ وغيره مان ماڻهو سنت مت ۾ ايندا پيا وڃن.

بابا جئمل سنگهہ جي مهاراج ڪيئَن سوامي جن جي چرنن ۾ آيا، تنهن جو سچو احوال هن ڪتاب ۾ جدا ڏنو ويو آهي.

زالن مان بہ ڪي، جي سوامي جن جي چرنن ۾ آيون ۽ جي پريم جون مورتيون هيون، تن مان بہ ڪن جو ذڪر ڏجي ٿو.

انهن مان هڪ هئي، ڪِلوجِي ۽ ٻي هئي شووجي، جن ۾ پرمارٿي انگ تمام زياده هوندو هو. ٻئي گڏجي سوامي جي مهاراج جن وٽ ايندئون هيون.

هڪ دفعي شووجي، سوامي جن جي سامهون ستسنگ ۾ ويٺي هئي ۽ سندس اکين مان پريم جا ڳوڙها پئي ڳڙيا. تڏهن ڪن ماڻهن هن کان پڇيو تہ "تون ڇو پيئي رئين؟" هن جواب ڏنو تہ "سوامي جن مون کي درشن نٿا ڏين." تنهن تي هنن چيس تہ "سوامي جن تہ تنهنجي سامهون ويٺا آهن." تڏهن هن چيو تہ "هي اُهو درشن نہ آهي جو ٻن ڏينهن کان اڳ مون کي اندر ۾ ٿيندو هو." تنهن تي سوامي جن فرمايو تہ "وڃي پڇن تي زور ڏي تہ درشن ٿئيئي." اُنهيءَ کان پوءِ هن کي درشن ٿيندو رهيو. هيءَ آڌيءَ رات کان وٺي صبح تائين پڇن ڪندي رهندي هئي ۽ اٽڪل ڏهہ ٻارنهن ڪلاڪ هرروز پڇن تي ويهندي هئي.

ماڻي ٻُڪي جيءَ جو حال ٻڌو. هوءَ شووجيءَ جي ننڍي ڀيڻ هئي. هن جي پريم جي وري عجيب حالت هئي. جڏهن سوامي جن ستسنگ ڪندا هئا، تڏهن هن جون اکيون لال ٿي ويندئون هيون ۽ اُنهن مان ڳوڙها پيا وهندا هيا. هيءَ اٺ نوَ ڪلاڪ روز پڇن ڪندي هئي ۽ هن کي سوامي جن جي درشن جو اندر ۾ پورو آڌار ٿي ويو هو. هن جي سرت بہ مٿين ديشن ۾ پهتي هئي، جڏهن سوامي جي مهاراج، جن، جوت ٿي جوت ۾ سمائجي ويا هئا، تڏهن ٻڪي جي ٻہ ٽي ڏينهن بيهوش پيئي هوندي هئي ۽ هن جي سرت سوامي جي مهاراج جي چرنن ۾ لڳي رهندي هئي. سوامي جن هن کي اندر ۾ درشن ڏيئي فرمايو "جهڙيءَ طرح اڳي تون شيوا ڪندي هئينءَ، تيئن هيبنئر بہ وڃي ڪر." مهاراج جن هميشہ هن کي اندر ۾ درشن ڏيندا هئا. ڪنهن بہ ستسنگيءَ کي ڪا خاص ڳالهہ سوامي جن کي پڇڻي هوندي هئي تہ هن وٽ ايندا هئا ۽ هوءَ اندر ۾ سوامي جن کان پڇي، هنن کي سندن ڳالهہ جو جواب ڏيندي هئي.

ٻڪي جِي ۽ وشني. اِهي ٻئي هميشہ سوامي جن جي شيوا ۾ رهنديون هيون. وشني سوامي جن جي ڪاڏي پيتي جي شيوا بلڪل عقل ۽ هوشياريءَ سان ڪندي هئي. سوامي جن ڪڏهن ڪڏهن بنا اِطلاع جي ٻاهر هليا ويندا هئا، اِنهيءَ ڪري هيءَ هميشہ ڪجهہ ٿورو ڪاڏي جو سامان هڙ ۾ ٻڌي هڪ ڳوٿريءَ ۾ وجهي ڇڏيندي هئي. جنهن وقت سوامي جن اوچتو ٻاهر هليا ويندا هئا تہ هوءَ پوءِ، ڳوٿري ڪڇي ڊوڙي سندن پنيان ويندي هئي ۽ جتي سوامي جن ترسندا هئا، اُتي ڪاڏو تيار ڪري ڪين ڏيندي هئي.

هڪ دفعي سنہ 1874ع ۾ ملڪ ۾ ڏاڍو اَڃي ڏڪر پيو. مينهن اَصل نٿي پيو، ماڻهو ويچارا بي حال ٿي، سوامي جن وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون تہ ڪو مينهن وسي، هزارين جيوَ ٻک ۾ مري رهيا آهن. اِهو ٻڌي سوامي جن خاموش رهيا. وشني اُنهيءَ وقت

اُتي وينئي هئي، تنهن ماڻهن کي چيو تہ ، توهين پنهنجي گهر هليا وڃو ۽ سياٽي پاٽيهي مينهن پوندو. جڏهن ماڻهو هليا ويا تڏهن سوامي جن وشنيءَ کي چيو تہ "بارش جو تہ حڪم نہ آهي، تو اجازت بنا، اِئين ڇو چيو تہ سياٽي مينهن پوندو؟" تنهن تي وشنيءَ عرض ڪيو تہ هاڻي مينهن ضرور وسڻ گهرجي ۽ مان تہ هينئر ڇئي وينئي آهيان. تڏهن سوامي جن فرمايو تہ سڀ ڳڏجي پڄن تي ويهو تہ پوءِ مينهن پوندو. پوءِ ٻئي ڏينهن برسات پيئي. سوامي جن پوءِ وشنيءَ کي چيو تہ آئينده ڪڏهن بہ ڪنهن کي بہ اهڙي طرح نہ چوندي ڪج. هيءَ تنهنجي خاطر بارش پيئي آهي، پر اصل ۾ مالڪ جو حڪم ائين نہ هو.

جڏهن سوامي جن جو ستسنگ تمام زور سان ترقي ڪندو ويو، تڏهين سندس برادريءَ وارن اچي ڏاڍو گوڙ ۽ تڪرار ڪيو ۽ اجايا اُفواه ڦهلائڻ لڳا. اُنهن سيني ڳڏجي اِها تجويز سوچي تہ سوامي جن جي خاندان کي، برادريءَ مان ڪڍي ڇڏجي ۽ جيڪو بہ مرد يا زال سندن برادريءَ جو، هنن جي ستسنگ ۾ ويندو، تنهن کي برادريءَ مان نيڪالي ڏجي. جيڪا بہ کين طاقت هئي سا هنن هلائي ۽ جهڳڙا ڪندا رهيا، پر سندن وس ڪجهہ بہ نہ هلي سگهيو، ڇاڪاڻ تہ سندن برادريءَ مان ڪيترن جا مٽ مائٽ ستسنگ ۾ ويندا هئا. اِهو جهڳڙو ڪيترا ئي سال انهن ماڻهن جاري رکيو. شادي ۽ غميءَ ۾ بہ ستسنگ ۾ ايندڙ برادريءَ وارن کي هو تڪليف ڏيڻ لڳا. تڏهن برادريءَ وارن اهو فيصلو ڪيو تہ فلاڻي ڏينهن برادريءَ جا خاص ماڻهو ۽ برهمڻ، نهالچند جي گهر، ڏهين وڳي ڏينهن جو اچي گڏ ٿين ۽ سوامي جي مهاراج جن بہ اُتي اچن. اُنهيءَ تي سوامي جن، چاچا پرتاب سنگهہ کي سندن پاران اُتي وڃي حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو. چاچا جيءَ اِهو حڪم برچشم رکيو. پر سوامي جن کي عرض ڪيو تہ "مان اڪيلو هيترن گڏ ٿيلن وروڌين جو ڪيئن مقابلو ڪري سگهندس!" تنهن تي سوامي جن فرمايو تہ "تون بنا ڌڙڪ اُتي وڃ، مان سڀ سنڀال ڪندس." چاچا پرتاب سنگهہ مقرر ڪيل جاءِ تي ويو ۽ اُتي ڏنائين تہ سڀ گڏ ٿيا وينا آهن ۽ هو بہ اُتي وينو ۽ چيائين تہ جنهن کي بہ ڪجهہ چوڻو آهي سو چوي. برابر بہ ڪلاڪ گفتگو هلندي رهي. سوال جو پورو جواب، چاچاجي هنن کي ڏيندو رهيو. سيني جا چپ ڏندن سان لڳي ويا، ۽ چپ ٿي ويا. تڏهن لالا جڳن پرساد ۽ لالا هردواري ناٿ چيو تہ هاڻي ڇئو جيڪي ٻيو چوڻو اٿوَ، مگر ڪو بہ وڌيڪ ڳالهائي نہ سگهيو. آخر ۾ سڀ چوڻ لڳا تہ حقيقي ۾ سوامي جي مهاراج جن، وڏا مهاتما آهن ۽ ماڻهو بلا وجہ هنن جي نندا ڪري پاپ جو بوجهو پنهنجي سر تي ٿا وجهن.

سوامي جن جي گهر جي ٻاهران جتي ستسنگ ٿيندو هو، اُتي ڏاڍا فقير اچي وهندا هئا ۽ ماڻهو اُنهن کي ڏاڍو دان ڏيندا هئا. ستسنگين کي ڏاڍي تڪليف ٿيندي هئي ۽ ستسنگ ۾ پڻ اُنهيءَ گوڙ ڪري خلل پوندو هو. انهيءَ ڪري سوامي جن شهر کان ٻاهر رهڻ جو ارادو ڪيو. شهر کان ٽي ميل پري هنن هڪ هنڌ پسند ڪيو ۽ اُتي باغ جو

بنياد وڌو. باغ ۾ رهڻ جون جايون تيار ٿيون ۽ سوامي جن پوءِ اُتي وڃي رهڻ لڳا. اهو هينئر سوامي باغ جي نالي سان سڏجي ٿو.

هڪ دفعي سوامي جن کي تمام گهٽي پيڙ ياڙ پسند نه آئي ۽ ڪجهه وقت ايڪانت ۾ رهڻ پسند ڪيائون. اُنهيءَ ۾ ڪن ششن جو امتحان به ونٺو هون. تڏهن اهو حڪم ڏنائون ته هنن وٽ ڪوبه بنا اجازت نه اچي ۽ گهر جو دروازو بند ڪري پاڻ اندر ڪمري ۾ ڏيان ۾ ڪجهه ڏينهن وينا هوندا هئا.

راءِ بهادر سالگرام جن، اُنهيءَ وقت آگري ۾ موڪل تي آيا هئا ۽ انهن کي درشن جي ڏاڍي پياس هئي. اُنهيءَ وقت بابا جئمل سنگهه جن به، ٿن ڏينهن جي موڪل تي اُتي آيل هئا. جن مان به ڏينهن ائين گذري ويا هئا. (انهيءَ بابت وڌيڪ احوال بابا جئمل سنگهه جن جي بيان ۾ لکيل آهي.) راءِ بهادر، درشن جي اُڪير پوري ڪرڻ لاءِ ڪڏ ٽپي وڃي هيٺ درشن ڪيو.

جڏهن سوامي جن هن کي ڏٺو، تڏهن ناراض ٿي فرمايائون ته "بنا موڪل تون ڇو هت آيو آهين ۽ تو منهنجوحڪم ڇو ڪين مڃيو؟ هتان هڪدم هليو وڃ". راءِ بهادر جن سڌو ٿي هٿ جوڙي مٿو ٽيڪيو ۽ ڏوهه لاءِ معافي گهري ۽ عرض ڪيو ته "اڳتي توهانجي حڪم جي انحرافي نه ٿيندي." تڏهن حضور جن هنکي معاف ڪيو ۽ ديا جو هٿ سندن مٿي تي رکيو. ائين ٿي گرمگ جي پرک ٿي ٿئي. دنيا وارن جو اهو حال آهي، جو جيڪڏهن انهن جو قصور ڪين ٻڌايو وڃي ته نه رڳو هو ناراض ٿا ٿين، بلڪ ستسنگ ۾ ئي اچڻ ڇڏي ٿا ڏين ۽ پوءِ هو خالي رهجيو وڃن.

سوامي جي مهاراج جن، جيڪا ٻاڻي سار وچن ۾ لکي آهي، اُنهيءَ ۾ عام فهم ۽ سولي زبان ۾ سنت مت جا اوچي کان اوچا خيال بيان ڪيل آهن. اُنهيءَ ۾ چٽيءَ طرح سمجهايل آهي ته سنت مت اوچي ۽ اعليٰ درجي جي مت آهي ۽ اُنهيءَ ۾ سيني کان مٿين منزلن جي مهما ورنن ڪيل آهي.

سوامي جن اُن ۾ ست لوڪ ۽ راڌا سوامي ڌام جي مهما جو احوال اهڙو سولي ٻوليءَ ۾ لکيو آهي، جو اُنهيءَ جو مطلب اڻ پڙهيل مرد توڙي زالون به چڱيءَ طرح سولائيءَ سان سمجهي سگهن ٿا.

سوامي جن پنهنجي چولي ڇڏڻ جو خيال ٻه سال اڳ حضور مهاراج راءِ بهادر سالگرام کي ٻڌايو هو، تڏهن هنجي تمام گهٽيءَ پرارٿنا تي هنن وڌيڪ رهڻ منظور ڪيو هو. هينئر سوامي جن حضور مهاراج جن کي وري چيو ته "پنجن ڏينهن کان پوءِ هي خاڪي جسم ڇڏيو ويندو." اِهو ٻڌي هنن جي دل سست ٿي پيئي ۽ افسوس ڪرڻ لڳا، ۽ وري عرض ڪيائون ته "هن وقت اهڙي موج هو نه ورتائيندا ته سيني جيون تي سندن وڏي ديا ٿيندي."

اِنهيءَ تي سوامي جي مهاراج جن فرمايو ته "هي شرير هاڻي پراڻو ٿي ويو آهي ۽ هن جو هينئر رکڻ منظور نه آهي." وري راءِ بهادر جن ڪيترا ڀيرا اِها وينتي

ڪئي تہ ”هن وقت پلا ٻيا ڪجھ ڏينهن وڌيڪ ديا ٿئي.“ انهيءَ تي سوامي جن پندرهن ڏينهن واسطي شرير قائم رکڻ قبول ڪيو ۽ هي حڪم ڏنو تہ ”آئينده وري اهڙو عرض نہ ڪج، چاڪاڻ تہ عرض ڪرڻ سان دل اِنڪار ڪرڻ نٿي چاهي، پر هن شرير کي وڌيڪ رکڻ ڪنهن بہ طرح، مناسب ڏسڻ ۾ نٿو معلوم ٿئي.“ آخر پندرهن ڏينهن کان پوءِ 15 جون 1878ع ۾ هي خاڪي چولو ڇڏيائون.

سوامي جي مهاراج جن جي جوتي جوت سمائجڻ کان پوءِ هو ٻُڪي جيءَ کي پرتڪش ڏسڻ ۾ ايندا هئا.

هڪ ڏينهن ٻُڪي جيءَ کي گُردواري ۾ صبح جو ڇهين وڳي سوامي جن جو درشن ٿيو. هن سوامي جن کي عرض ڪيو تہ ”سيني ساڌن تي ديا ڪريو.“ تڏهن سوامي جن فرمايو ”ديا ڪنهن تي ڪئي وڃي؟ ڪو ديا وٺڻ وارو بہ تہ هجي تہ اُن تي ديا ڪئي وڃي، ڏس! تہ سڀ ساڌو باغ ۾ ننڊ ۾ سمهيا پيا آهن ۽ فقط بہ ساڌو، ٻملداس ۽ ديالداس پڇن تي وينا آهن، پوءِ ڪنهن تي ديا ڪئي وڃي؟“

سنگرو جن تہ هميشہ ٻئي هٿ ڊگهيڙي، پرانهہ ڪال جو جيون تي ديا ڪرڻ اچن ٿا، پر جيوَ ننڊ جي وَس ٿي، پڇن سمرن نٿا ڪن ۽ ديا وٺڻ کان سواءِ رهجيو وڃن.

**فريدا! رات ڪستوُري وَنڊ گئي — ستيان ملي نہ ڀاءُ،**
**جنان نہ ئَن نينڊرا وَلي — تنان ملن ڪئاءُ.**

فريد صاحب جن فرمائين ٿا تہ رات جو ڪستوري وِڪامي ويئي، جيڪي سمهيا پيا هئا، تن کي خبر ئي ڪا نہ پيئي تہ اُها ڪهڙي پاوَ يا اگهہ ۾ وڪامي ويئي. جن جي اکين ۾ ننڊ آهي، تن کي ڇا ملندو؟

# بابا جئمل سنگهه

هنن جو جنم 1839ع ۾ پنجاب ۾ بياس جي پرسان گهمان ڳوٺ ۾ ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي بابا جئمل سنگهه جن کي ساڌو سنتن جي سنگت جو شوق هوندو هو. سندن ڳوٺ ۾ بابا کيمداس رهندو هو، جنهن هنن کي ويدانت سمجهايو ۽ گرنٿ صاحب پاڙهيو. گرنٿ صاحب ۾ ٿپ ٿپ تي نام ۽ شبد جو بار بار ذڪر ڪيل آهي. انهيءَ پڙهڻ سان هنن کي معلوم ٿيو تہ اهو ٻاهران زبان سان چوڻ يا ڳائڻ وڄائڻ وارو شبد نہ آهي، پر اهو ساري سرشٽيءَ کي هلائڻ وارو آهي. "نام کي ڌاري کنڊ برهمنڊ." بابا کيمداس کان هنن اها ڳالهہ سمجهڻ چاهي، پر هو اها کيس سمجهائي نہ سگهيو. جلد ئي هنن جو پنا لاڏاڻو ڪري ويو. پوءِ هي مهاتمائن جي ڳولا ۾ نڪتا. پنجن شبدن بابت وچي پڇندا هئا، پر ڪو بہ هنن کي سمجهائي نہ سگهيو. آخر گهمندا گهمندا هو اٽڪ ضلعي جي هڪ هزرو ڳوٺ ۾ آيا، جتي هڪ اڀياسي بابا بالڪ سنگهہ رهندو هو. هن کان پنجن شبدن بابت پڇيائون، هن چيس تہ "مان واهگروءَ جو جاپ ڪندو آهيان، باقي پنجن شبدن جي مون کي خبر نہ آهي."

آخر هو نوشيرا، پشاور مان گهمندا مردان ۾ آيا، جتي هنن کي هڪ اڀياسي گرنٿي گڏجي ويو. هن باباجيءَ کي ٻن شبدن جو راز ٻڌايو، جنهن جو هو اڀياس ڪندو هو. تنهن کان پوءِ هنن کي ڀروسو ٿيو تہ مالڪ جنهن ٻن شبدن بابت پتو ڏنو آهي، سو پنجن جو بہ ڏيندو. پنهنجي ڳوٺ ڏانهن واپس اچي رهيا هئا تہ رستي ۾ هنن کي ساڌن جو ٽولو مليو، جنهن سان گڏجي هو هردوار اچي پهتا.

اُتي هو ڪيترن ساڌن مهاتمائن کي گڏيا، پر ڪير بہ کين پنجن شبدن جو انت ڏيئي نہ سگهيو. آخر رشي ڪيش جي پرسان هڪ جهنگل ۾ هنن هڪ وڏيءَ عمر وارو ساڌو ڏٺو، جو نہ شهر ۾ ايندو هو ۽ نڪي ڪنهن کي ويجهو اچڻ ڏيندو هو. هو جهنگل جا ميوا کائي گذر ڪندو هو ۽ رات ڏينهن ٽنگن تي بهي اڀياس ڪندو هو. جڏهن بابا جي هنجي ويجهو ويا تہ ساڌوءَ چين تہ "هتان هليو وڃ، جي هتي چيتا ۽ رڃ رهن ٿا، جي توکي کائي ويندا." تنهن تي باباجيءَ چيس تہ "جڏهن هو توهان کي نٿا کائين تہ پوءِ مون کي ڇو کائيندا؟" اِهو جواب ٻڌي، مهاتما هنن سان سٺي نموني ڳالهايو. باباجيءَ هن کان پنجن شبدن جي ڀيد بابت پڇيو، جن جي هو ڳولا ۾ هئا. اِنهيءَ ساڌوءَ ٺڏو شوڪارو ڀري چيو تہ، تون بہ اُنهيءَ شيءِ جي ڳولا ٿو ڪرين، جنهن جي ڳولا ۾ مان بہ آهيان. **اڀياس کان پوءِ مون کي سڏيون مليون آهن، پر پنجن شبدن کان سواءِ مڪتي نہ ملندي.** مون اندر اڀياس ڪري ڏٺو آهي بہ هڪ وڏو مهاتما، آگري ۾ رهي ٿو، جو سترهن ارڙهن سالن جي اڪيلي اڀياس ڪرڻ کان پوءِ، هينئر دنيا کي ست مارگ جو رستو ڏيکاري رهيو آهي."

بابا جئمل سنگھہ جن سڏو آگري ۾ آيا. خوشيءَ ڪري تڪڙ ۾ هنن ساڌوءَ ڪان، مهاتما جو پتو بہ نہ پڇيو. آگري ۾ هنن مندر وغيره ڳوليا پر، ڪجھہ بہ پتو نہ پين. آخر هڪ ڏينهن جمنا ۾ سنان ڪندي هنن سوامي جي مهراج جن جي ٻن ششن ڪان، سوامي جي مهاراج بابت ڪجھہ چوندو ٻڌو. اُنهن ڪان پتو پڇي هو پني گليءَ ۾ آيا، جتي سوامي جن اوڏي مهل اچا ستسنگ شروع ٿي ڪيو ۽ اهڙي موج ورتائي جو جپ صاحب جي سورهين پوڙي "پنچ پروان، پنچ پرڌان، پنچي پاوھ درگاھ مان،" جو ستسنگ شروع ڪيو. سوامي جن اُنهيءَ تي پنجن نامن جو پيد، شبد وغيره تي روشني وڌي.

باباجي مٿو ٽيڪي اُتي ويٺا. سوامي جن پڇين تہ "ڪٿان آيو آهين؟" هنن چيو تہ "پنجاب مان." هنن سوامي جن جا گھٽيئي ستسنگ ٻڌا ۽ سمجھائون تہ هن ڪان مٿي پيو مهاتما نہ هوندو، پر پئي چرڪيا تہ مان سڪ آهيان ۽ هي مونو آهي. هڪ ڏينهن ستسنگ ڪان پوءِ جڏهن سڀ ماڻهو هليا ويا ۽ باقي سوامي جن ۽ باباجي وجي بچيا، اوڏيءَ مهل سوامي جن، هنن کي سنت مت سمجھائي چيو تہ "اها سڪ ۽ موني ڪان مٿي آهي. اسان کي سچو ڳولائوُ ٿيڻ گھرجي. ڪرم ڪانڊ ۾ ڦاسي ڳولائو اڪثر اصليت ڪان دور رهجو وڃن. تون سوچ، تہ مٿي تي وڏا وار رکائڻ يا نہ رکائڻ ۾ ڪهڙو فرق ٿو ٿئي؟ توکي واهگروءَ ساڻ ملڻو آهي يا وارن ساڻ ٻڌجڻو آهي؟" پوءِ هو نام جو اُپديش وٺي ايياس ۾ لڳا رهيا. اُنهيءَ وقت باباجي 18 سالن جا هئا.

هڪ ڏينهن سوامي باغ ۾ باباجي ايياس ۾ ويٺا هئا تہ سوامي جن اُتي اچي نڪتا، باباجي ڌيان ۾ هئا، انهيءَ ڪري نمسڪار نہ ڪري سگھيا. سوامي جن سندن ڌيان باهر هيٺ آندو ۽ چيائون "هاڻي تون خوش آهين نہ، جو مون توکي گرو صاحبن وارو رستو ڏنو آهي؟" باباجيءَ چيو تہ "اهو بلڪل سچ آهي، پر منهنجي آتما جڏهن مٿين منڊلن تتي ويئي، تہ اُن کي ڪجھہ رڪاوٽ ٿي" سوامي جن چيو. "اهي منڊل اڳي جڏهين تون مون سان هئين تڏهن تو اڳيئي پار ڪري ڇڏيا آهن." تنهن تي باباجيءَ چيس "انهيءَ جي ثابتي ڪهڙي آهي؟" سوامي جن چيس تہ "وري ڌيان ۾ ويھہ." پوءِ هنن جون سڀ رڪاوٽون دور ڪري ڇڏيائون. باباجيءَ پوءِ سوامي جن ڪان پڇيو، تہ "هاڻي مان ڪٿي وڃي رهان ۽ ايياس ڪريان؟" سوامي جن چيس تہ "هن دنيا ۾ سوارٿ ۽ پرمات ٻئي ضروري آهن. جيڪڏهن سوارت کي ڇڏبو تہ پوءِ ايياس ۾ واڌارو روڪجي ويندو، تنهن ڪري وڃي ڪم ڪر ۽ پور هيو ڪري ڪماءِ."

باباجي پوءِ آگري ۾ 24 نمبر پلٽڻ ۾ ڀرتي ٿيا. اُتي ٿي سال رهيا. ڊيوٽي بہ ڪندا هئا ۽ ستسنگ پڻ ٻڌندا هئا. آگري ۾ هنن سوامي جن جا گھٽيئي ڪوتڪ ڏٺا.

باباجي فرمائين ٿا تہ "هڪ ڏينهن سوامي جن مون کي چيو تہ هينئر نوڪريءَ تي وڃ، پر منهنجو چت ستسنگ مان وڃڻ تي نہ هو. مان لڪي لڪي ستسنگ ٻڌندو رهيس، فوج ۾ رات جو حاضري وٺندا هئا. مان حاضريءَ مهل نہ ويس پر ٻي وڳي رات جو وڃي اُتي پهتس، سنتري جو پهري تي هو تنهن کي چيم تہ مان تہ حاضريءَ مهل غير

حاضر هوس، هاڻي پنهنجي ڪمري ۾ وڃان يا حاضريءَ واري حوالدار وٽ وڃان؟ سنتريءَ چيو تہ توهين تہ حاضر هئا ۽ منهنجي پرسان بيٺا هئا. اُتان پوءِ مان حاضريءَ واري حوالدار وٽ آيس، تنهن پاڻ چيو تہ حاضريءَ جي ڳڻپ مهل توهين حاضر هئا. مون کي پڪ ٿي ويئي تہ سوامي جن مون تي اها مهرباني ڪئي آهي ۽ پاڻ منهنجي روپ ۾ اچي حاضري ڏني اٿن."

انهيءَ ڳالهہ کان 15 ڏينهن پوءِ فوجي ڪورٽ (Court Martial) 9 ڏينهن لاءِ وهٽي هئي. اتي قانوني ڪتاب رکڻ جي ڊيوٽي مون تي هئي. مون هڪ فوجيءَ کي چيو تہ "ڪتاب رکڻ جو ڪم تون ڪر تہ مان اهي 9 ڏينهن ستسنگ ۾ وڃي رهان." هن اها ڳالهہ قبول ڪئي.

مون سوامي جن کي چيو تہ "مان 9 ڏينهن موڪل وٺي آيو آهيان ۽ توهان جي چرنن ۾ رهندس." مون کي رهڻ لاءِ هڪ چوبارو ڏنو ويو. نائين ڏينهن جڏهن مان ڇانوڻيءَ ۾ ويس، تہ انهيءَ فوجيءَ کان پڇيم تہ "قانوني ڪتاب ڪٿي آهن، جو اهي سنيالي وري چارج ۾ ڏيڻا آهن." هن چيو تہ "اهي ڪتاب توهين اڄ صبح جو پنهنجي اصلوڪي جڳهہ تي رکي ويا هئا. ڇو توهان کي اهو وسري ويو آهي؟ توهين تہ روز اِهي ڪتاب رکندا رهندا هئا ۽ ڪم لٿي کان پوءِ وري پنهنجي ساڳيءَ جاءِ تي رکي ويندا هئا."

باباجي جن چون ٿا تہ پوءِ اتان ٿي، مان پنهنجي ڪوارٽر ۾ آيس. حاضريءَ وارو حوالدار جو منهنجو دوست هو ۽ مان هن کي گرمکي سيکاريندو هوس، تنهن کي چيم تہ مان توکي چئي ويو هوس تہ 9 ڏينهن ستسنگ ۾ وڃان ٿو ۽ اِها ڳالهہ ڪنهن سان بہ نہ ڪج، سو مان هينئر آيو آهيان. هن چيو تہ حاضريءَ مهل جڏهن مان تنهنجو نالو ۽ نمبر پڪاريندو هوس تڏهن هرروز تون حاضريءَ جو جواب ڏيندو هئين. مون کي پورو ويساهہ ٿي ويو تہ سوامي جن منهنجي حاضري ڀرائي آهي ۽ مون ستگرن جو شڪر ڪيو.

وڌيڪ باباجي مهاراج جن فرمائين ٿا تہ اسان کي ناتال جي چار ڏينهن موڪل ملندي هئي، جنهن ۾ ڪم نہ ڪيو ويندو هو. مون خيال ڪيو تہ اهي ڏينهن ٻاهران ڪمري کي ڪلف لڳائي پڇن ڪندس. روٽيءَ واري کي چئي ڇڏيم تہ روٽيءَ لاءِ مون کي سڏڻ نہ اچي ۽ جي ضرورت پيئي تہ مان پاڻيهي اچي روٽي کائي ويندس ۽ چپومانس تہ ڪو منهنجو پڇيئي تہ چئج تہ هت ڪونهي. اتفاق سان پنيان ڪو لکڻ جو سرڪاري ڪم اچي اوچتو نڪتو. منهنجي ڪمري جي ٻاهران ڪلف لڳل هو ۽ ڪوئڻ واري سمجهيو تہ مان ڪو نہ آهيان. تنهن ڪري مان انهيءَ ڪم تي وڃي نہ سگهيس. اينٽري ۾ آفيسر، ڪلارڪ کان گهر ڪئي تہ جلد حساب ڏي. منهنجي نہ هجڻ ڪري هو حساب نٿي ڏيئي سگهيو. سندس دل ۾ آيو تہ آفيسر کي چوان تہ حوالدار جئمل سنگهہ حاضر ڪونهي. انهيءَ وقت ڪلارڪ مون کي چوندو ٻڌو تہ "مان حاضر آهيان، پلي تون

حساب ويهي، لک. ” ڏينهن ۾ ٽي دفعا حساب لکيو ويندو هو ۽ ٽيئي دفعا آفيسر کي اُهو پهچايو ويندو هو.

مان چارئي ڏينهن ڪمري ۾ اندر هوس ۽ مون کي انهيءَ بابت ڪا به خبر نه هئي، رڳو صبح جو چئين وڳي ۽ رات جو ڏهين وڳي ضروري حاجت لاءِ ٻاهر نڪرندو هوس. چئن ڏينهن کان پوءِ جڏهن ٻاهر نڪتس ته ڪلارڪ وري مون کي ڪوٺايو ته ڪاله وارو حساب ڪو نه لکايو اٿيئي. مون چيومانس ته چار ڏينهن ته مان اندر رهيو آهيان ۽ اڄ ئي ته ٻاهر آيو هيان. هن چيو ته تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين. ٻيا جيڪي ماڻهو حساب مهل حاضر هئا تن مان هڪ کي گهرايائون. تنهن چيو ته ڏسو، هي ڪاغذ جنهن تي توهين حساب لکندا هئا! مون گروجن جي ديا محسوس ڪئي ۽ انهن جا شڪرانا مڃيا.

آگري ۾ ٽي سال رهڻ کان پوءِ بابا جئمل سنگهه جي پلٽڻ جي بدلي ٻين ٻين هنڌ ٿيندي پئي رهي.

مهنت اندر سنگهه، شهر قصور ضلعي لاهور جو ويٺل، جو باباجي مهاراج جن جي پلٽڻ ۾ سپاهي هو ۽ اڪثر باباجيءَ جي خدمت ۾ رهندو هو، تنهن هي واقعو ٻڌايو ته سنه 1874ع ۾ جڏهن سندن پلٽڻ پشاور ۾ هئي تڏهن اُتي هڪ نئون صوبيدار اُنهيءَ پلٽڻ ۾ بدلي ٿي آيو. هو شوخ ۽ تند مزاج آدمي هو ۽ هروقت پيو زيردستن کي دباءُ گاريون ڏيندو هو، سڀ سپاهي هن مان تنگ ٿي پيا. باباجي اُنهيءَ وقت حوالدار هئا ۽ سڀ سپاهي سندن عزت ڪندا هئا. سيني سپاهين باباجيءَ کي عرض ڪيو ته صوبيدار سيني کي ستائي سزا ٿو ڏئي. تنهن تي هنن ڪين چيو ته نرم ۽ سخت ٻنهي قسمن جا آفيسر پيا ايندا ۽ ويندا آهن. جهڙو به آفيسر اچي، اُنهيءَ سان گذر ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن اهو گرم مزاج جو آهي ته توهين نرم سپاهيءَ جا ٿيو ۽ منٿ خوشامند سان وقت ڪاٽيو. نه هميشه گرمي ٿي رهي نه سردي.

ٻئي ڏينهن صوبيدار پنهنجي عادت موجب، باباجيءَ کي آفيس ۾ گهرايو ۽ چيو ”مون ٻڌو آهي ته تون گوشت نٿو کائين ۽ ٻين سپاهين کي به کائڻ کان منع ٿو ڪرين. ياد رک ته جو سپاهي گوشت نه کائيندو، تنهن کي نوڪري کان موقوف ڪيو ويندو.“ تنهن تي باباجيءَ ديننا سان جواب ڏنو، ”جناب! گوشت کائڻ واري سان منهنجو مقابلو ڪٽي ڪريو، جيڪڏهن هوُ مون کان ڪٽي ويو ته مان گوشت کائيندس ۽ جي هارايائين ته پوءِ هو گوشت کائڻ ڇڏيندو!“ تنهن تي صوبيدار ڪاوڙ ۾ پرجي ويو ۽ چيائينس ته ”مان اها ٽر ٽر نه ٻڌندس، شام جو جنهن به گوشت نه کاڌو، تنهن کي نوڪريءَ مان خارج ڪيو ويندو.“

اُنهيءَ ڏينهن شام جو صوبيدار ٽانگي ۾ گهمڻ ٿي ويو ته سندس ٽانگو اونڌو ٿي پيو ۽ کيس سخت چوٽ آئي ۽ هن کي اسپتال ۾ ڪٽائي ويا. هن جي ٽنگ ۽ چيله جو هڏو پچي پيو هو ۽ هن کي ڪاٺ جون پٽيون ٻڌيون ويون. درد ۾ ڪيڪڙاٽ پئي

ڪيائين ۽ سڄي رات ننڊ نہ آيس. ٻئي ڏينهن روئي چوڻ لڳو تہ حوالدار چئمل سنگھ جي ڪري ئي، هيءَ منهنجي حالت ٿي آهي ۽ هو ئي منهنجو علاج ڪندو. مان پاڻ چئمل سنگھ کي سندس گھر ۾ ڇڏي آيو هوس. نہ تہ چوان ها تہ اُنهيءَ ئي منهنجي گاڏي ڪيرائي آهي. هن چيو تہ مون خود هن جهڙو ماڻهو سامهون ايندو ڏٺو جنهن ٽانگو اونڌو ڪري مون کي چيو ”تون پيڻ کي مردار ٿو کارائين. مرڻ وقت گوشت کائڻ جي سزا ڀوڳڻي ٿي پوي. اُنهيءَ جو ٿورو نمونو هينئر ڀوڳي وَٺ!“ جن اُتي اِهي لفظ ٻڌا تن چيس ”حوالدار چئمل سنگھ هڪ ڪامل فقير آهي. اُنهيءَ سان توکي گستاخي نہ ڪرڻ گھربي هئي.“

اِندر سنگھ اُنهيءَ وقت بابت وڌيڪ ڳالھ ٿو ڪري تہ ، جنهن وقت باباجيءَ کي صوبيدار جي گاڏي اونڌي ٿيڻ ۽ ٽنگ ڀڄڻ جي خبر پيئي. تنهن وقت هو ڪٽ تي ليٽيا پيا هئا ۽ پاڻ کان پاٽيهي پيئي چيائون، ”سوامي جي! مون تہ ائين ڪو نہ چيو تہ هن جي ٽنگ ڀڄي، هي ويچارو ٻارن ٻچن وارو آهي ۽ هن جا ٻار ڪيئن ڪندا! هن جي سخت اکرن تہ منهنجو ڪجھ بہ نہ بگاڙيو هو.“

صبح جو صوبيدار جي ڪٽ باباجيءَ جي ڪمري جي ٻاهر ڪٽي آڻي رکيائون. هن جي زال ۽ ٻار بہ هن سان گڏ اُتي آيا هئا. اُتي کين پتو پيو تہ اُهو ڏينهن آرتوار جو هو ۽ باباجي جهنگل ڏانهن هليا ويا هئا ۽ اِها خبر نہ هئي تہ هو ڪيڏيءَ مهل واپس ايندا. باباجيءَ جو اِهو اُصول هو تہ موڪل ڏينهن هو صبح جو پنهنجي آفيس کان اجازت وٺي، ٻاهر ڪنهن ويران هنڌ هجليا ويندا هئا ۽ اُتي وڃي ڌيان ۾ وهندا هئا ۽ رات جو واپس ايندا هئا ۽ اُنهيءَ ڏينهن ڪاڌو بہ نہ کائيندا هئا.صوبيدار سوُر ۾ پئي ڪيڪرايو ۽ سندس زير دستن کيس چئي ڏنو ”توهان سيني کي هڪ جهڙو ئي سمجهيو، هڪ ڪامل فقير کي گھٽ وَڌ ڳالهائي هاڻي هيءَ سزا ڀوڳي رهيا آهيو.“ پوءِ سندس ڪٽ واپس آندي ويئي.

ٻئي ڏينهن وري صوبيدار جي ڪٽ باباجيءَ جي ڪمري وٽ آندي ويئي، باباجيءَ هن کي ڪٽ تان اُٿڻ ج3ي منٿ ڪئي. تہ ڀڳل هڏو وري نہ نڪري پوي ۽ کيس فرمايو تہ ڪو بہ فڪر نہ ڪريو. سڀ ٺيڪ ٿي پوندو. تنهن تي صوبيدار چيو تہ ”بہ ڏينهن مون سخت سور ۾ ڪاٽيا آهن. ڄڻ تہ دوزخ جي سزا ڀوڳي رهيو هوس. هينئر توهان وٽ اينديئي منهنجو درد گھٽجي ويو آهي. مون کان سخت غلطي ٿي ۽ مون کي معاف ڪريو.“ تنهن تي باباجيءَ چيو ”توهان تہ منهنجو ڪو بہ نقصان نہ ڪيو هو. مان تہ پاڻ توهان جو زبردست آهيان، مون کي ڪا بہ طاقت يا عبادت نہ آهي.“ باباجيءَ جي حليمي ۽ نهٺائي ڏسي، صوبيدار جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ چوڌاري جيڪي سپاهي اُتي بيٺا هئا سي حيران ٿي ويا تہ جا! اهو صوبيدار جو ڪالھ تائين گاريون پيو ڪيندو هو ۽ سزا ڏيڻ جون ڌمڪيون پيو ڏيندو هو تنهنجو هينئر ڪهڙو نہ اچي هي حال ٿيو آهي! باباجيءَ هنجي ڀڳل هڏن تي هٿ ڦيرايو ۽ فرمايو ”گھبرايو نہ. دک سک سرير کي

يوڳٽو آهي ۽ جلدي آرام اچي ويندو." اُنهيءَ کان پوءِ صوبيدار جو درد ويندو رهيو ۽ ٿن مهينن کان پوءِ نيڪ ٿي هلڻ لڳو، هينئر هو اڳيون صوبيدار نہ هو، هُو هرروز پهريائين باباجيءَ جي درشن لاءِ ايندو هو ۽ سيني سان چڱيءَ طرح هلڻ لڳو، پاڻ گوشت کائڻ ڇڏي ڏنائين ۽ ٻين کي بہ چوڻ لڳو تہ ماس کائڻ مهاپاپ آهي، اُنهيءَ کان پوءِ پلٽڻ ۾ ڪنهن بہ باباجيءَ کي ڪا بہ تڪليف ڪا نہ ڏني، سڀ آفيسر ساڻن پريم سان هلندا هئا ۽ خود انگريز آفيسر هنن جي عزت ڪندا هئا.

هڪ دفعي افغانستان جي سرحد جي ويجهو پناڻن وٽي فساد مچايو، پناڻ اوچتو لڪي ايندا هئا ۽ بندوقبازي ڪري وري ڀڄي ويندا هئا. ڪيتراي دفعا وڙهڻ جي ميدان تي، باباجي مهاراج ڪڏ ڪوٽي، بندوق پرسان رکي ڌيان ۾ وينا هوندا هئا ۽ جڏهن پناڻ اُتي ايندا هئا تہ چوندا هئا تہ، هي ڪو فقير آهي ۽ ڪين ڪجھ بہ نہ ڪندا هئا ۽ سندن بندوق کي بہ هٿ نہ لائيندا هئا، هو اڳيان وڌي بندوقبازي ڪري، وري ڀڄي ويندا هئا.

ٻيو هڪ واقعو جو مهنت اندر سنگھ جو باباجيءَ جي هٿ هيٺ ڪم ڪندو هو، تنهن ٻڌايو تہ اسانجي پلٽن جو مردان شهر ۾ ڏيرهو، ڪال پڳوان، باباجيءَ مهاراج جن کي عرض ڪيو تہ مون کي هتي ڪالرا جي بيماري ڦهلائٽي آهي، انهيءَ ڪري توهين پنهنجي پلٽڻ کي هتان پري وٺي وڃو يا جيئن بہ حڪم ڏيو تيئن ڪجي، بابجيءَ ڪيس چيو تہ چار ڏينهن ترس، پوءِ توکي جيئن وڻي تيئن ڪج." اهڙو اتفاق ٿيو جو ٽئين ڏينهن پلٽڻ کي اُتان ڪوچ ڪرڻ جو حڪم اچي ويو، پلٽڻ جي رواني ٿيڻ کان پوءِ اُتي سخت ڪالرا اچي پيئي ۽ سوين ماڻهو مري ويا.

سال ۾ ٻہ مهينا فوجي سپاهين کي موڪل ملندي آهي. باباجي اُنهيءَ موڪل ۾ آگري اچي خوب ڀڄن ۾ لڳي ويندا هئا. هڪ دفعي سوامي جن، هن کي اپياس ۾ وينل ڏسي فرمايو "هي تہ سنت سپاهي آهي" ۽ اُتي هي ڪلام چيو

**يھ ڏُن هئَ لوڪ اگم ڪي، ڪوئي پڪڙي سنت سپاهي**

ڪجھ وقت کان پوءِ باباجيءَ جي پلٽڻ وري آگري ۾ بدلي ٿي آئي.

آگري جي ستسنگ ۾ عام طور، راءِ بهادر سالگرام جي "پريم جي شيوا" ۽ بابا غريب داس جي "وديا، علميت ۽ ديننا" جي تعريف ٿيندي هئي، اُتي باباجيءَ جي "روحاني چڙهائي ۽ اوچي ڪمائيءَ جو ذڪر اڪثر ڪيو ويندو هو. اُتي سڀ ستسنگي هميشہ باباجيءَ بابت ائين يا چوندا هئا. "هن پنجابيءَ تہ ڪال ۽ مهاڪال جو تخت ئي لوڏي ڇڏيو آهي" جنهن تي هڪ دفعي سوامي جن فرمايو "هن پنجاب فتح ڪري ڇڏيو آهي ۽ هي اصل پنجابي ٻڌجي ويو آهي" اِنهيءَ ڳالھ جو اشارو پنجن اندرين منزلن جي فتح ڪرڻ جو هو. وءِ وري فرمايائون "هن جو ۽ منهنجو پراڻو ساٿ آهي. پنجاب مون هن جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي."

آگري ۾ باوا هنسداس هڪ ڪمائيءَ وارو مهاتما سوامي باغ ۾ رهندو هو، هڪ دفعي حضرو بابا سانوَڻ سنگهه جي مهاراج هن کي گڏجڻ آيا هئا. باوا هنسداس، بابا جئمل سنگهه جي وڏي تعريف ڪئي ۽ چيو تہ "سوامي جن اسان کي بڪ ۾ پيارو پر باباجيءَ کي تہ ٻنهي هٿن سان هنن سمنڊ پري ڏنو، جيئن امير ماڻهو دولت لٽائي ڏيندو آهي."

ڪجهہ وقت کان پوءِ وري باباجيءَ، سوامي جن کي عرض ڪيو، مان حضور جن جي قدمن کان پري رهڻ نٿو چاهيان ۽ مون کي نوڪريءَ مان رخصت وٺڻ جي موڪل ڏني وڃي." تنهن تي سوامي جن فرمايو، "تون انگريزن جو ملازم نہ آهين، بلڪ منهنجي نوڪريءَ ۾ آهين، مان هميشہ تنهنجي انگ سنگ هوندس. جي مان توکي تنهنجي ساءِ ڏائي پاسي نظر نہ اچان تہ پوءِ تون بيشڪ نوڪري ڇڏي مون وٽ هليو اچج." ٻيو وڏيڪ فرمايائون تہ "انهيءَ پاسي ماڻهن جو بہ اُڌار ڪرڻو آهي، بيشمار ماڻهو اُتي راهہ نهاري رهيا آهن."

موڪلائڻ مهل باباجيءَ چرنن ۾ مٿو ٽيڪي چرنامرت لاءِ عرض ڪيو، سوامي جن فرمايو "پاڻي ڪٽي اچ ۽ چرنامرت بڻائي وٺ." پوءِ باباجي مهاراج جن ٿالهہ ۾ پاڻي پري آيا، سوامي جن وڏيءَ ديا ۽ رحمت سان، پنهنجا ٻئي چرن ٿالهہ ۾ رکيا ۽ فرمايو، "جنهن بہ جيوَ کي تون نام ڏيندين، اُهو سڌو سچکنڊ ويندو. ڪا بہ طاقت اُنهيءَ کي روڪي نہ سگهندي." پوءِ باباجي ٿالهہ وارو پاڻي هڪدم پي ويا. رواني ٽيڻ وقت سوامي جن ٻئي هٿ باباجي4 جي مٿي تي رکيا ۽ وري فرمايو "منهنجا ٻچا! تو ايتري تہ ڪمائي جمع ڪئي آهي، جو پنهنجي ڪمائي ڪيل نام جو هڪ ڪڻو ڏيئي، تون لکن کي سچکنڊ وٺي ويندي." اُنهيءَ وقت اُتي پوءِ ٻين پيارن شيوڪن بہ چرنامرت وٺڻ جي اِچا ڪئي، پر سوامي جن فرمايو "پائي! جا اصل چيز هئي سا تہ هو ڪٽي ويو. هاڻي تہ باقي پاڻي وڃي رهيو آهي. جيتري مرضي ٽئيوَ اوترو اهو پي ڇڏيو."

باباجيءَ جي پلٽڻ جي بدلي آگري مان دهليءَ ٿي، پوءِ اَمبالي کان جهانسيءَ ٿي ۽ پوءِ سندن پلٽڻ پشاور ويئي، اُتان وري پوءِ راولپنڊي، سيالڪوٽ، مردان، ملتان، لاهور، وغيره ويئي. باباجي مهاراج جن ترقي ڪري پهرين نائڪ ۽ پوءِ حوالدار ٿيا، سيني وڏن آفيسرن کي اِها خبر پئجي ويئي هئي تہ باباجن ڪامل وَلي آهن ۽ فقط حق حلال جي روزي ڪمائڻ لاءِ، هنن فوج ۾ نوڪري ڪئي آهي. آفيسرن هنن جي پهري جي ڊيوٽي معاف ڪري ڇڏي ۽ ڪنهن بہ قسم جو سخت ڪم هنن کان نہ وٺندا هئا.

شروع شروع ۾ ڪيترن سالن تائين، سوامي جن جي زور پرڻ تي بهم، باباجي مهاراج جن ڪنهن کي بہ نام دان نہ ڏنو، جيڪو آدمي هنن کان نام دان وٺڻ جي خواهش ڪندو هو، تنهن کي هو آگري سوامي جن وٽ موڪليندا هئا. آخر سوامي جن ڪين حڪم فرمايو، "آئينده پنهنجي علائقي جو ماڻهو، نام وٺڻ لاءِ مون وٽ نہ موڪلج ۽ خود

تون هن کي نام ڏيندو ڪج. “ اُنهيءَ کان پوءِ هنن نام ڏيڻ شروع ڪيو ۽ جهانسيءَ ۾ سوامي جن جي وقت ۾ ٻين ڇئن کي نام ڏنو.

سنه 1877ع ۾ هو موڪل تي آگري آيا ۽ موڪلائڻ مهل، سوامي جن کين چيو ۽ ”هيءَ منهنجي ۽ تنهنجي آخرين ملاقات آهي، هيٺئر منهنجي سنساري ياترا ختم ٿيڻ واري آهي، اڄ کان پوءِ ديهه سروپ جو گڏجڻ نه ٿيندو.“ باباجيءَ جي اکين ۾ پاڻي ايندو ڏسي سوامي جن هنن کي ڳلي لڳايو ۽ هڪ گڏريل واقعو، باباجيءَ جي گرمکتا جو حاضر ماڻهن کي ٻڌايو ته ”هڪ دفعي مون حڪم ڏنو ته مان ڪجهه ڏينهن پنهنجي ڪوٺي بند ڪري ڀڄن ڪندس ۽ جيسين دروازو مان نه کوليان تيسين ڪو به مون وٽ نه اچي، مون زنجير لڳائي دروازو بند ڪري ڇڏيو هو، ٻئي ڏينهن جئمل سنگهه موڪل تي آگري آيو هو، هن جو اِهو نيم هوندو هو ته جيسين درشن نه ڪندو هو تيسين کاڌو وغير نه کائيندو هو، شيواڌارين مان منهنجو حڪم هن کي معلوم ٿيو.

هي برابر ٻه ڏينهن بنا کاڌي وينو رهيو، ٽئين ڏينهن سالگرام به درشن لاءِ اتفاق سان اُتي اچي نڪتو، جڏهن هن کي به منهنجي حڪم جي خبر پيئي ته هو ڏاڍو پريشان ٿيو ۽ هو به ٽي ڏينهن موڪل وٺي آيو هو

جئمل سنگهه جي به ٽن ڏينهن جي موڪل، اُنهيءَ ڏينهن ختم ٿيڻ واري هئي، ٻه ٽي ڪلاڪ انتظار ڪرڻ کان پوءِ هن جئمل سنگهه سان صلاح ڪئي ته دروازا سڀ اندران بند آهن، اڄ ته پاسي واري گهر تان ڪڏ ٽپي هيٺ لهون ۽ درشن ڪريون. پر جئمل سنگهه انهيءَ ڳالهه مڃڻ کان صاف انڪار ڪيو ۽ پنهنجي من جي خوشيءَ بدران هن گروءَ جو حڪم مڃڻ تي چاهيو. گروُخود مالڪ آهي، **جيڪي به هو ڪري ٿو سو سوچي سمجهي ٿو ڪري.** ليڪن سالگرام پاسي واري گهر رستي هيٺ اندر لهي ويو، جنهن جو ڪيس جيڪو ڦل مليو سو ته هوئي چاڻي ٿو. پوءِ سوامي جن کيس حڪم ڏنو ته هن کان پوءِ ڪڏهن به تون درشن ڪرڻ لاءِ نوڪريءَ کان موڪل وٺي نه اچج. جيسين ڪ مان توکي معافي نه ڏيان، پوءِ جئمل سنگهه کي گهرائي، پرساد ڏيئي، مون گاڏيءَ جي ڇتڻ کان اڳ کيس موڪل ڏني، مان هنجي گرمکتا ۽ پڳتيءَ مان ڏاڍو خوش آهيان.“

باباجي مهاراج جن جو هڪ گرڀائي چندا سنگهه جو اُنهيءَ وقت اُتي حاضر هو، هوُ پنجاب جو وينل هو، تنهن سوامي جن کي عرض ڪيو، ”توهان ته پنهنجي پرم ڌام وڃڻ جي دک جي ڳالهه ٻڌائي آهي، اسان جو والي وارث ڪير ٿيندو؟ پنجابِ ۾ ٻه عام ستسنگ جاري ٿيڻ گهرجي.“ تنهن تي سوامي جن فرمايو، ”اِنهيءَ عرض جو اڪال پرک فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ۽ جئمل سنگهه جي نالي اهو ڪم سونپيو ويو آهي. پنجاب ۾ نام خوب جاري ٿيندو ۽ سيني جي پوري سنڀال ٿيندي.“ تنهن کان پوءِ سوامي جن پرشاد سان گڏ هڪ پٽڪو پرشادي ڪري، باباجيءَ کي ڏنو ۽ گهڻي پريم سان هنن کان موڪلائي کين روانو ڪيو.

ٻيبي رکو پنجاب جي رهڻ واري ڪيتري وقت تائين سوامي جن جي انتر ڌيان تي وڃڻ کان پوءِ ماتا راڌاجيءَ جي شيوا ۾ رهندي هئي. هوءَ هميشہ ماتاجيءَ ۽ چاچاجيءَ کي عرض ڪندي هئي تہ پنجاب گرن جي ڌرتي آهي ۽ ڪيتري وقت کان وٺي اها نام کان خالي رهجي ويئي آهي، اُتي ڪو مهاتما نام جي پرچار لاءِ موڪليو. اهڙو زبردست مهاتما اُتي وڃي، جو پنجاب جي سخت ۽ نردئي ڌرتيءَ کي سڌاري! ماتاجيءَ فرمايو تہ سوامي جن سڀ انتظام ڪري ڇڏيو آهي. تون ڪو بہ فڪر نہ ڪر، وقت تي سڀ ڪجھ ٿيندو.

ڪجھ وقت کان پوءِ، هڪ رات جو سويل جڏهن ماتاجي اشنان ڪرڻ لاءِ ٿي ويئي، تڏهن ٻيبي رکوءَ کي واکو ڪري جاڳايائين ۽ چيائينس تہ سڀاڻي صبح جو جهڙو گرو تون چاهين ٿي تهڙو هٿ پهچي ويندو. اهو سوامي جن جو سريشٽ پٽ ۽ گرمک آهي. سوامي جن پنجاب جي ڌرتي ڪيترو وقت ٿيو جو هن جي لاءِ لڳائي ڇڏي هئي. سڀاڻي وڃي هن کي اسٽيشن تان وٺي اچ.

صبح جو بابا جئمل سنگھ جن آگري ۾ آيا ۽ ماتاجيءَ هنن کي آدرستڪار سان پاڻ وٽ رهايو. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ ۽ باباجيءَ جي رواني ٿيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ ڪين هڪ ريشمي پٽڪو، جو هوءَ اندران ڪدي آئي ۽ سيني جي روبرو اهو ڪيس ٻڌو ۽ فرمايو تہ سوامي جن، چولي ڇڏڻ کان اڳ اهو مون کي ڏنو هو ۽ چيو هوائون تہ جئمل سنگھ منهنجو سڀ کان پيارو پٽ ۽ شش آهي. تنهن کي اهو پٽڪو ٻڌائج. هن اِهو باباجيءَ جي مٿي تي ٻڌي فرمايو، "توهين پنجاب وڃي، سوامي جن جو حڪم پوريءَ طور بجاءِ آڻيو ۽ پنجن شبدن جو ڀيد ڏيو."

ٻيبي رکوءَ کي بہ باباجيءَ سان گڏ روانو ڪيو ويو ۽ ڪيس چيو ويو تہ اها سڀ سوامي جن جي شيوا ڪري سمجهج. راءِ بهادر سالگرام صاحب 1877ع ۾ پينشن وٺي آگري پيپل منديءَ ۾ ستسنگ شروع ڪيو. هڪ دفعي باباجي مهاراج جن هنن کي آگري ۾ گڏجڻ ويا. باباجيءَ سان اُنهيءَ وقت گڏ چاچا پرتاب سنگھ ۽ بابا غريب داس جي بہ هئا. راءِ بهادر سالگرام کي سڀ حضور صاحب ڪري چوندا هئا.

هو اُتي باباجن مهاراج جن سان وڏي پريم سان پاڪر پائي گڏيا ۽ زبردستي هنن کي پاڻ سان گڏ گاديءَ تي وهارڻ جي ڪوشش ڪيائون ۽ فرمايو "ٻائي صاحب! سوامي جن جي اصل شيوا تہ توهان ڪئي ۽ پڃن سمرن ڪري پنهنجي نج گهر پهتا آهيو، مون تہ سڄي عمر سرڪاري نوڪري ڪئي ۽ قلم گسائي ڪري اها گذاري." باباجي مهاراج جن تنهن تي جواب ڏنو تہ "توهان جهڙي شيوا ٻئي ڪنهن بہ ڪانہ ڪئي، سوامي جن جي توهان تي وڏي ديا هئي. ٻئي ڏينهن حضور صاحب جن هڪ ريشمي پوشاڪ ڪٺي باباجيءَ جن وٽ آيا. پوشاڪ کي باباجيءَ وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ فرمايو تہ هي ريشم ۽ ڪيمخاب تہ توهان کي سونهن. مون کي غريب هاريءَ کي هي ڪهڙي ڪم ايندا! حضور صاحب جن تنهن تي جواب ڏنو "ڇا! حضور سوامي جن توهان کي

بادشاهن جو بادشاهہ نہ ٻڌايو آهي ڇا ۽ روحاني دولت سان مالامال نہ ڪيو آهي ڇا؟“ ليڪن باباجيءَ اها پوشاڪ وٺڻ منظور نہ ڪئي جنهن تي حضور صاحب جن فرمايو، ”چڱو! انهيءَ کي هڪ دفعو پائي پوءِ مون کي موٽائي ڏيو.“ تنهن تي چاچا پرتاب سنگهہ چيو، ”ائين نہ ٿيندو، انهيءَ پوشاڪ کي پائڻ کان پوءِ منهنجو حق ٿيندو.“ پر ماتا راڌاجيءَ، اها پوشاڪ وٺي، پنهنجن هٿن سان باباجيءَ کي ڏني، تڏهن ئي هنن اُها ورتي.

پوءِ چاچاجي مهاراج، هڪ آسڻ ڪٺي آيا ۽ باباجيءَ کي گديءَ تي وهارڻ لاءِ ڪوشش ڪيائون، ليڪن باباجيءَ اُتي ويهڻ کان صاف اِنڪار ڪيو. جڏهن راڌاجيءَ اهو کين چيو تہ ”هي آسڻ سوامي جن جو آهي ۽ اهو توکي ڏيڻ لاءِ حڪم ڏيئي ويا آهن، تڏهن هنن اُهو وٺي پنهنجي مستڪ تي رکيو، اهو آسڻ اڃا تائين، ڏيري جي توشي خاني ۾ رکيل آهي.

آخر 34 سالن جي نوڪري ڪرڻ کان پوءِ باباجيءَ مهاراج جن سنہ 1889ع ۾ پينشن ورتي. پهرين بہ ٽي ڏينهن پنهنجي ڳوٺ گهمان ۾ رهي پوءِ بياس نديءَ جي ڪناري تي ڪڏن ۾، جنهن جي ويجهو هينئر ڏيرا بابا جئمل سنگهہ آباد آهي، اُتي اچي رات ڏينهن، ڀڄن ۽ سمرن ۾ مگن رهيا. بياس اِسٽيشن جي پرسان پائي نهال سنگهہ تندور واري کان ڪجهہ بيسڻ جون مانيون ۽ پيتل لوٽ وٺي ايندا هئا ۽ انهن کي هڪ پٽڪي ۾ ٻڌي، وڻ ۾ لٽڪائي ڇڏيندا هئا. ٽئين چوٿين ڏينهن جڏهن کين بک ستائيندي هئي، تہ پوءِ هڪ سڪل روٽي ڪڍي پاڻيءَ ۾ پسائي کائي ڇڏيندا هئا ۽ درياءَ جو پاڻي ٻي اُڃ مٽائيندا هئا.

اِها ايڪانت واري جوهہ جا دنيا جي گوڙ کان پري هئي، سا کين ڏاڍو پسند هئي. پرسان وراڻچ ۽ بلسراءِ ڳوٺن ۾ اها ڳالهہ مشهور هئي تہ انهيءَ جاءِ تي هڪ ديو (راڪاس) رهي ٿو، جو ماڻهن ۽ جانورن کي ماري کائي ٿو ڇڏي. اُتي جا بزرگ ڳالهہ ڪندا هئا، تہ جانورن ۽ انسانن جي هڏن جا پڃرا اُتي پيل هوندا هئا. انهيءَ ڪري ڪو بہ انهيءَ پاسي نہ ويندو يا لنگهندو هو.

وراڻچ ڳوٺ جا پير مرد ٻڌائيندا هئا تہ سندن ڳوٺ جو هڪ مستانو فقير جنهن کي ڪاهنا ڪملا ڪري چوندا هئا، اهو بابا جئمل سنگهہ جو اُتي اچڻ کان ڪئين سال اڳ انهيءَ پاسي پٿر، سرن جا ٽڪر وغيره گڏ ڪري هڪ ڍير ٺاهيندو ويندو هو. ماڻهو پڇندا هئس تہ هي ڇا ٿو ڪرين؟ تہ هو کين چوندو هو تہ هتي بادشاهہ ايندو، انهيءَ جي محل ٺاهڻ لاءِ هي مصالح پيو گڏ ڪريان ۽ هو چوندو هو تہ هت هڪ وڏو شهر ٺهندو.

جڏهن شمع روشن ٿي ٿئي، تہ پروانا خود بخود انهيءَ طرف ڇڪجي ٿا اچن. باباجيءَ جي بزرگي ۽ ڪمال جي مشهوري چوڌاري ڳوٺن ۾ پکڙجي ويئي، سندن

حياتي سنت مت جي اُصولن مطابق هئي. هو پينشن تي پنهنجو گذر ڪندا هئا ۽ ڪا بہ شيءِ ڪنهن کان ڪا نہ وٺندا هئا.

پهريان ڪئين سال هو اُتي هڪ ڪچي ڪوٺڙيءَ ۾ رهندا هئا. پوءِ جڏهن شري حضور بابا ساون سنگھہ جي مهاراج جن سندن عقيدي ۾ آيا، تڏهن اِها ڪوٺڙي پڪي ڪري ٺهرائي ويئي. پيئڻ لاءِ پاڻي، انهيءَ وقت ڪي پريمي ستسنگي پرسان درياءَ تان تمام تڪليف ڪري دبن ۾ پري، ڪڏن مان لنگهي ڪٽي ايندا هئا. انهيءَ ڪوٺريءَ جي ويجهو حضور بابا ساون سنگھہ هڪ، کوھہ باباجيءَ جي اجازت سان ٺهرايو. باباجيءَ انهيءَ کوھہ جو نالو سوامي ساگر رکيو. شري حضور بابا ساون سنگھہ مهاراج جن فرمائيندا هئا تہ انهيءَ کوھہ جو پاڻي، پاڻي نہ آهي، پر ڪا بي شيءِ آهي. کوھہ ٺهرائڻ کان پوءِ باباجيءَ جي ڪوٺڙيءَ پرسان بہ ٻيون ڪوٺيون ٺهرايون ويئون. هڪ ٻيبي رکوءَ لاءِ ۽ ٻي روٽي پچائڻ لاءِ. انهيءَ کان پوءِ ستسنگين جي رهڻ لاءِ ٻيون چار ڪوٺيون ۽ هڪ چوبارو ٺهرايا ويا، جنهن ۾ هينئر زالون رهنديون آهن. تنهن کان پوءِ هڪ ننڍو ستسنگ گهر ۽ ٻارنهن دري، پنڊارو وغيره ٺهيا. انهن سڀني جو خرچ سري حضور بابا ساون سنگھہ جن ڪيو هو. انهيءَ کان پوءِ هڪ وڏو ڪمرو جو کوھہ جي پرسان آهي، سو ستسنگ لاءِ ٺهيو. اِنهيءَ ستسنگ گهر ۾، باباجي مهاراج جن فقط هڪ ستسنگ ڪيو هو.

چولي ڇڏڻ کان ڪجھہ ڏينهن اڳ فرمايائون تہ منهنجي وڃڻ ۾ باقي ٿورا ڏينهن وڃي بچيا آهن. پائي ملڪي رام (ٻيبي رليءَ جو پٽ) اڪين ۾ پاڻي آهي چيو، ”حضور اسان ڪي ڪنهن جي حوالي ڪري ٿا وڃو؟“ تنهن تي باباجيءَ فرمايو، ”منهنجي وڃڻ کان پوءِ بابوُ ساوَڻ سنگھہ ڪم ڪندو اُنهيءَ جو مون کان چئوٽو تپ ۽ تيج هوندو ۽ شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ ۾ راڌا سواميءَ جو نالو پيو ٻڌبو.“

بياس ڏيري ۾ تيرهن سال ستسنگ ڪرڻ کان پوءِ 2400 ماڻهن کي نام ڏيئي، بابا جئمل سنگھہ جي مهاراج جن، 29 ڊسمبر سنہ 1903ع ۾ پرم ڌام پڌاريا.

# سري حضور مهاراج بابا ساوَڻ سنگھ

جيتوٽيڪ ڏيرا بابا جئمل سنگھ جو بنياد جئمل سنگھ جن وڌو هو، پر ڏيري جا اڏيندڙ، حضور بابا ساوڻ سنگھ جن آهن. بابا جئمل سنگھ جي ڏينهن ۾ اُتي فقط هڪ ڪوٺڙي هوندي هئي پر حضور مهاراج جن جي ڏينهن ۾، اِهو هنڌ هڪ ننڍي بستي ٿي پيو.

حضور بابا ساوڻ سنگھ جو جنم 5 ساوڻ سنبت 1915 وڪرمي برابر 27 جولاءِ 1858ع ۾ جتانه ڳوٺ ۾ پنهنجي ناناڻي گهر ٿيو. سندن وڏا گريوال خاندان جا، مهمان سنگھ وارا ڳوٺ ضلعي لڌيانه ۾ رهندا هئا. سندن پِتا سردار ڪال سنگھ فوج ۾ صوبيدار ميجر هو. سندن خاندان ڳوٺ جي پسگردائيءَ ۾ ٽن ڳالهين ڪان مشهور هو. (1) جنم جي خوبصورتي (2) چال چلن (3) سادو شيوا.

سندن جمڻ کان ٽي چار سال اڳ، هڪ مهاتما سندن گهر ۾ اڳڪٿي ڪئي هئي، ته هن گهر ۾ جلدي هڪ لاثاني بالڪ پيدا ٿيندو، جو چڪرورتي هوندو ۽ سڄيءَ دنيا ۾ مشهور ٿيندو.

گرنٿ صاحب مان سندن نالو ساوڻ سنگھ نڪتو. حضور جن جي جمڻ کان اڳ انهي سال اُتي برسات ڪانه پئي هئي ۽ فصل سڪي پئي ويا، ليڪن سندن جمڻ جي ڏينهن، صبح کان شام تائين برسات پئي پيئي ۽ ڏڪر پوڻ ٽري ويو.

سندن ڏاڏي بابا شير سنگھ سندن ڄڻي، هڪ لڌيانه جي مشهور جوتشي کي ناهڻ لاءِ ڏني، جوتشي سندن جنم ڪنڊليءَ جا گرهه ڏسي حيران ٿي ويو. هن چيو ته هي بالڪ پورن پرميشور جو اوتار پيدا ٿيو آهي. اهرو سروَڪلا سمپورن اوتار هن مرت لوڪ ۾ سوين ڄڳن کان پوءِ پيدا ٿيو آهي. هن چيو ته مون وٽ سيني اوتارن جون ڪنڊليون آهن، جي مون هن جي ڪنڊليءَ سان ڀيٽيون آهن. ههڙو تيجسوي مهاتما دنيا ۾ مشڪل پرگهٽ ٿيندو آهي.

هن جا لفظ ٻڌي، بابا شير سنگھ چيو ته ”چا هو سادو ٿيندو؟“ پنڊت چيو ”نه! هي دين ۽ دنيا ٻنهي جو مالڪ ٿيندو ۽ لکن جيون جو هو اُڌار ڪندو. يوگين جو پرم يوگي، اميرن جو امير ۽ دنيا ڀر ۾ مشهور ٿيندو. لکين ماڻهو هن جي تابع هوندا، وڏا وڏا راجائون هن جي اڳيان مستڪ جهڪائيندا.“

جوتشيءَ وڌيڪ چيو ته ”هڪ گرهه ڪرشن مهاراج جهڙو هن جي ڪنڊليءَ ۾ آهي، جو هن کي ڏسندي ماڻهو هن تي موهت ٿي ويندا. ٻيو گرهه، هن کي سري رامچندر جهڙو آهي، جنهن ڪري هو پنهنجي استريءَ سان گهڻو وقت نه رهندو. ٽيون يوگ هن ۾ سري گرو نانڪ صاحب جهڙو آهي، ته هي سڄي عمر، جڳهه جڳهه گهمي جيون جو اُڌار ڪندو. هن جو ستسنگ ۾ سدائين ڌيان هوندو. هي پورن يوگي ٿيندو ۽

گروءَ ڪي من سان مڃيندو. ڏن، ڏام، مڪان ۽ سواريءَ جو سک هنڪي هوندو. لوڪاچار لاءِ گرهست ۾ ڪاروبار ڪندو، ليڪن گرو پڳتي ۽ ستسنگ ۾ هن جو ڌيان رهندو جيستائين چاهيندو تيستائين هو جيئرو رهندو ۽ جڏهن سندس اڇا ٿيندي تڏهن سرشٽي ڇڏي ويندو. آخر انت ۾ ڪنهن شش کي حڪم ڏيئي هليو ويندو، جو شش ڏني، داني، شيل ۽ اڪند يوگي هوندو."

سندس ماتا چوندي هئي، "هي بالڪ اوستا ۾ ڪڏهن بہ نہ روئندو يا رڙندو هو." جڏهن هو ٻن يا ٽن سالن جو هو تہ هر روز صبح جو هنڪي چئين وڳي جاڳ ٿيندي هئي ۽ بتيءَ ڏانهن پيو ڏسندو هو. پهرين کٽ تي مانٽ ڪري ليٽيو پيو هوندو هو، ۽ جڏهين ڏينهن چڙهندو هو تہ ائين پيو پٽ پٽ ڪندو هو، جو چٽ تہ ڪو جپ پيو ڪري. هو هميشہ پيو کلندو هو، ماتا کان سواءِ ڪنهن جي بہ گود ۾ وڃڻ پسند نہ ڪندو هو. سڄي ڏينهن ۾ رڳو بہ چار چمچا کير جا پيئندو هو.

جڏهن سندن ماتا صبح جو سکمنيءَ جو پاٺ ڪندي هئي، تہ هو چپ چاپ کٽ تي ليٽئي پئي ٻڌندو هو. بالڪ اوستا ۾، ٻين ٻارن سان تمام گهٽ راند ڪندو هو. ڪتاب پنهنجا بلڪل صاف رکندو هو.

سندن ماتا جو اهو نيم هوندو هو، جو هوءَ هر روز سنان ڪري، سکمنيءَ ۽ جپ صاحب جو پاٺ ڪري پوءِ ڪجهہ کائيندي هئي، هڪ دفعي جڏهن حضور جن انن نوَن سالن جا هئا، تہ سندن ماتا کي ڏاڍو اڇي بخار ٿيو. پهريان 7 — 8 ڏينهن هوءَ بخار ۾ بہ سنان ڪري، پاٺ پيئي ڪندي هئي، مگر ائين ڏينهن کيس اهڙو تہ زور سان تپ ٿيو جو هوءَ اُٿي نٿي سگهي. سندس چت ۾ اها چنونا هئي تہ اڄ ڏينهن تائين ڪو بہ ڏينهن بنا پاٺ جي نہ ويو آهي، انهيءَ ڪري سوچ ۾ هئي تہ اُنهيءَ مهل مهاراج جن پنهنجي کٽ تان اُٿي، ماتا وٽ آيا ۽ چوڻ لڳا، "امان! تون اڄ پاٺ نہ ڪندينءَ ڇا؟" ماتا جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. مهاراج جن چيو "مان اڄ پاٺ ڪندس." پهريون بہ چار پوڙيون ۽ مهاراج جن کي ماتا سان روز پاٺ ڪندي ياد ٿي ويون هيون. ليڪن ماتا جي حيرانيءَ جي حد نہ رهي، جڏهن هنن سڄو جپ صاحب برزبان چئي ماتا کي ٻڌايو، اُنهيءَ خوشيءَ ۾ ماتا جو تپ ئي لهي ويو.

حضور جن اسڪول ۾ هميشہ پهريون نمبر ايندا هئا. پنهنجي استاد جي ماتا پتا سمان عزت ڪندا هئا ۽ هن کي ڪوهہ تان پاڻي ٻري اشنان ڪرائيندا هئا ۽ سندن گهر جو ڪم بہ خوشيءَ سان ڪندا هئا. جڏهن نوڪريءَ ۾ هوندا هئا، تڏهن بہ پنهنجن جهونن ماسترن کي سوکڙيون موڪليندا هئا.

حضور جن کي فوج ۾ نوڪري ڪرڻ جو شوق هوندو هو ۽ هو 14 نمبر پنجاب پلٽڻ ۾ داخل ٿيا. 4 — 5 مهينا پريڊ سکيا پوءِ انگريز آفيسرن جي پڙهائڻ لاءِ کين اسڪول ماستر مقرر ڪيو ويو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ کين رُڙڪيءَ ۾ پلٽڻ طرفان

پڙهائڻ لاءِ موڪليو ويو. جتي انجنيئرنگ سروس ۾ رکيو ويو، جتان سب ڊويزنل آفيسر جي عهدي تان ريٽائرڊ ڪيائون.

بابوءَ گلاب سنگهه، جو ڪيترو وقت حضور جن جو هيڊ ڪلارڪ هو، سو ڳالهه ٿو ڪري ته حضور جن ڏاڍا محنتي هئا ۽ جانفشانيءَ سان ڪم ڪندا هئا. اسين ٿڪجي پوندا هئاسين پر هوءَ اصل نه ٿڪبا هئا. سرڪاري ڪم ۾ رات ڏينهن هڪ ڪري ڇڏيندا هئا ۽ ڪاڏو ڪائڻ به وسري ويندو هون. پيار جي هڪڙي لفظ سان، سيني جون دليون هٿ ڪري ڇڏيندا هئا.

ڪڏهن به ڪنهن سان سختي ڪانه ڪندا هئا، جو ڪم ٻين آفيسرن کان نه ٿي سگهندو هو يا اُنهن جي عقل کان ٻاهر هوندو هو، ته اُهو هنن کي پوري ڪرڻ لاءِ موڪليو ويندو هو. مري پهاڙ ۾ واٽر ورڪس به حضور جن جي زير نظر ٿيو هو. تمام پري کان پاڻي آڻڻو هو. جتان پٽي آڻڻو هو، اُهو رستو تمام اٽانگو هو ۽ وچ تمام ڏکيا جبل هئا. جن مان وڏا پاڻيءَ جا نڙا لنگهائڻا هئا. اُهو تمام مشڪل ڪم هو.

پهرين ته اُتي جيڪي انگريز آفيسر ڪم ڪندا هئا، سي متر ڪن سان پهاڙن جا پٿر پچائيندا هئا، اُنهيءَ ۾ وڏو خرچ اچي ٿو ويو. انهيءَ ڪم جي سوچڻ لاءِ سيني آفيسرن جي ميٽنگ ڪوٺائي ويئي. حضور جن اها تجويز پيش ڪئي ته، بارود سان پٿر ٿاڪيا وڃن نه اُنهيءَ ۾ خرچ گهٽ ايندو ۽ ڪم به جلد پورو ٿيندو. سيني کي اِها رٿ پسند آئي. جڏهن وڏا پاڻيءَ جا نڙا مري جي بازار مان ٿي لنگهيا، جتي انگريزن جا وڏا دڪان هئا ۽ هڪ ديول به هئي، تڏهن اُنهن انگريزي واپارين ۽ پادرين سرڪار کي نوٽيس ڏنو ته جيڪڏهن بارود سان ٽڪر ٿاڪائڻ ڪري، سندن دڪانن ۽ ديول جي شيشن ۾ حضرت عيسيٰ ۽ ميريءَ جي بتن کي نقصان ٿيو، ته اُنهيءَ لاءِ سرڪار ذميوار ٿيندي. وڏا آفيسر وڏي ويچار ۾ پئجي ويا ۽ حڪم ڏنائون "اُهو بزار ۽ ديول جو ٽڪر، مترڪن سان ٿاڪيو وڃي" پر اُتي ٽڪر اهڙو ته سخت هو جو انهيءَ کي پچڻ ڏاڍو مشڪل هو. 15 ڏينهن ۾ اهڙيءَ طرح ڪم ڪرڻ سا پتو پيو ته ٻن سالن ۾ به اهو ننڍو ٽڪر ٿاڪجي نه سگهندو ۽ جيڪو خرچ سڄي واٽر ورڪس لاءِ منظور ٿيل آهي، سو سڀ اُنهيءَ هنڌ لڳي ويندو.

انهيءَ لاءِ آفيسر گڏ ٿيا ۽ سندن دماغ ۾ ئي ڳالهه نه ٿي آئي ته هاڻي ڇا ڪجي! آخر حضور جن ڏانهن نهاري هنن سيني چيو توهين ڪا انهيءَ لاءِ ڪا تجويز ٻڌايو؟ تنهن تي حضور جن چيو "منهنجي خيال ۾ هڪڙي تجويز آهي، پر انهيءَ لاءِ ٿي چار سئو ڪاٺ جا سليپرگهربا." سيني چيو ته "ڪٽي چار هزار سليپر ڪپن. توهان کي ڪل اختياري آهي، جيئن ڪپيوَ تيئن ڪريو، پر ڪم ڪيئن به جلدي پورو ٿئي."سليپرن لاءِ آرڊر ڏنو ويو.

پهرين سرنگهه کوٽي انهيءَ مٿان ٻٽيون ٽهيون سليپرن جون رکيون ويئون، تنهن جي مٿان وري ڳرا پٿر رکيا ويا ته جيئن سرنگهه جي اندر بارود ڦاٽي ته انهيءَ جو

زور سليپر پچي چڏين ۾ پوءِ پتر نہ اڏامن ۾ ٻاهر ڪو بہ نقصان نہ ٿئي. انهيءَ سڄي ٽڪر ۾ حضور جن پاڻ روبرو ڪم ڪرائيندا هئا. جڏهن ٻاٽي جي نڙن لڳائڻ جو ڪم دڪانن جي سامهون اچي پهتو ۾ اوستائين سڄي ڪم جي پوريءِ ڄاڻ مزورن ۾ زيردستن کي پئجي ويئي هئي. اُنهيءَ هنڌ خود حضور جن ٻيهي اٺ سرنگهون کوٽايون. ڇئن سرنگهن جي مٿان سليپرن جون ٿهيون لڳايون ويئون. باقي ڇئن تي اڃا سليپر لڳائڻا هئا. انهيءَ وقت حضور جن جو نوڪر ڪائڻ لاءِ ڪجھ ناشتو ۾ ٻاٽي ڪٽي آيو هو. هنن پاسيرو ٿي اهو کاڌو ۾ جڏهن واپس آيا تہ حڪم ڏنائون تہ "باقي ڇئن سرنگهن مٿان سليپر رکي ڪم شروع ڪريو" تنهن تي مزورن چيو تہ "بارود جي وَٽين کي تہ انن ئي سرنگهن ۾ باھ لڳائي ويئي آهي. " حضور جن فرمايو "اهو پڌي منهنجي بدن جو ڇڻ تہ رت ئي سڪي ويو. سمجهيم تہ هاٽي اندر پترن ڦاٽڻ ڪري دڪانن جا شيشا وغيره ۾ ديول جا بت ڇيهون ڇيهون ٿي ويندا ۾ انگريزي آفيسر چوندا تہ هڪ ديسي آفيسر جي هٿ هيٺ ڪم ڏيئي، سرڪار کي ڪيترو نہ نقصان ٿيو. دل ۾ چيم تہ ڊوڙي وڃي بارود جي دڪائڻ وارن برندڙ فيوزن کي ڪڍي ڇڏيان. ليڪن منهنجي ساٿي آفيسرن ۾ ٻين سپني، زبردستيءَ مون کي ائين ڪرڻ کان روڪيو. مگر انهيءَ وقت صبر ڪٿي ٿو اچي!"

"ڊوڙي جيئن سرنگهن وٽ ويس، تہ اَزخود دل مان پرارٿنا نڪتي تہ اي مالڪ! هن وقت منهنجي عزت ۾ لڄ تنهنجي هٿ ۾ آهي. پهرينءَ سرنگھ وٽ پهتس تہ آفيسرن چيو تہ، سرنگھ ڦاٽڻ واري آهي، پري پچ، نہ تہ بدن پرزا پرزا ٿي ويندءِ. خدا جي واسطي واپس اچ، پر اُنهيءَ وقت جسم جو ڪنهن کي هوش هو! پهرينءَ سرنگھ جو فيوز ڪڍيو ويو. منهنجي حيرانيءَ جي حد نہ رهي، جڏهن ڏٺم تہ وٽ شروع ۾ ئي ٿورو پري وسامي ويئي هئي. ڊوڙي ٻئي سرنگھ تي ويس، ٽينءَ تي ويس، چوٿينءَ تي ويس سڀني جي ساڳي حالت هئي. چار ئي وٽيون ٿورو پري پاڻ ئي پاڻ وسامي ويئون هيون.

اُنهيءَ وقت ستگرو دين ديال جي مهر ۾ ديا جي نظر جا مون تي ٿي، اُها منهنجي دل ڄاڻي ٿي. روم روم مان گروءَ جي احسان جو شڪر نڪري رهيو هو. دل چاهيو ٿي تہ پنهنجو تن من گروءَ جي چرنن تان قربان ڪري ڇڏيان! گروءَ اُهو ڪم ڪري ڏيکاريو، جو انسان جي طاقت کان ئي ٻاهر هو! پوءِ اُنهن سرنگهن مٿان ڪاٺ جا سليپر لڳائي، انهن فيوزن کي ٿورو ڪاٽي ٻيو دفعو وري اهي ڪم آندا ويا ۾ اهي اهڙا پريا جو ڇڻ تہ اُنهن ۾ ڪو بہ نقص ڪو نہ هو. " حضور جن فرمايو تہ "اها سڄي رات گروءَ جي شڪراني ڪرڻ ۾ گذري. روم روم، ڏن ستگرو پئي پڪاريو. پر گروءَ جي ديا، مهر ۾ فضل جو ڪوئي ڪيترو شڪر ادائي ڪري سگهي ٿو!"

وري فرمايائون "سچي هردي سان جيڪو عرض گروءَ جي چرنن ۾ ڪيو ٿو وڃي، سو گرو ضرور اهو پورو ٿو ڪري. " دنيا جي پدارٿن جو عرض ڇا ڪرڻو آهي! **گروءَ کان تہ گرو ئي گهرڻ گهرجي**

اَزْ خدا غير از خدا چيزي مخواه، دل مکن اَز فکر با طلها سياهہ
(مولانا روم)

وري چيائون تہ جڏهن باباجي مهاراج سان، اِنهيءَ واقعي جو ذڪر ڪيم، تہ هو فرمائڻ لڳا، ”مالڪ هميشہ پنهنجن پيارن پڳتن جي مدد ڪري ٿو ۽ سوامي سڀ تنهنجا ڪم پورا ڪندو.“

**گرهست آشرم:** حضور جن جي شادي 24 – 25 ورهين جي عمر ۾ ڪشن ڪوُر سان ٿي. اٺاويهن سالن جي نوڪريءَ جي عرصي ۾ فقط ٿي دفعا ٻن ٻن مهينن لاءِ سندن اِستري ساڻن گڏ نوڪريءَ تي رهي، باقي سڄو وقت هوءَ پنهنجي ڳوٺ ۾ رهندي هئي. باباجي مهاراج جي درشن ڪان جلدي پوءِ، حضور جن پورن طور سان جتي رهڻ جو پرن پرڏان ڪري ڇڏيو هو. اُنهيءَ وقت سندن عمر اٽڪل 36 – 37 سال هئي.

1944ع ۾ ماتا ڪشن ڪوُر جي چولي ڇڏڻ کان پوءِ هڪ دفعي حضور جن فرمايو، ”ڪشن ڪوُر، مون کي پنهنجي پري پالڻ ۾ پوريءَ طرح مدد ڪئي ۽ باباجي مهاراج جن جيڪو هن کي حڪم ڏنو هو تہ هاڻي تون پنهنجي خانوند کي، پتي پاوَ سان نہ ڏسج، تنهن تي هوءَ پوريءَ طرح سان قائم رهي“

حضور جن کي ٽي پٽ ڄاوا (1) سردار بچنت سنگهہ (2) سردار بسنت سنگهہ (3) سردار هربنس سنگهہ. سردار بسنت سنگهہ 32 سالن جي عمر ۾ گذاري ويو.

حضور جن جا ماتا، پتا، ڏاڏو، ڏاڏي سڀ ڌرمي خيالن جا هوندا هئا، تنهن ڪري ڪين ننڍپڻ ڪان ئي وني روحانيت جو شوق هوندو هو.

سندن گهر جا سڀ مرد ۽ زالون، هرروز صبح جو جپ صاحب جو پاٺ ڪندا هئا، جو ڪين ننڍي هوندي کان ئي ياد هوندو هو. 9 _10 سالن جي عمر ۾ هنن گرنٿ صاحب جو پهريون پاٺ پورو ڪيو. شروع ڪان ڪين ڪتابن پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو، ليڪن اجايا فضول ڪتاب پڙهڻ ۾ پنهنجو وقت نہ وڃائيندا هئا ۽ فقط ڌرمي ڪتاب پڙهندا هئا، جهڙوڪ نانڪ پرڪاش، رامائڻ، مهاڀارت، ڀاڳوت، وغيره، انهن ڏينهن ۾ ڌرمي ڪتاب ٿورا هوندا هئا، تڏهن بہ ڪتان نہ ڪتان اهي هٿ ڪري پڙهندا هئا ۽ ڪيترائي ڌرمي ڪتاب گهرائي پڙهيائون. ڪيترا اسلامي ڪتاب اُردوءَ ۾ ترجمو ڪيل، جهڙوڪ ڪيميائي سعدت، احيارا لعلوم وغيره هنن پڙهيا.

شروعات ۾ نوڪريءَ جي وقت يعني بابا جي مهاراج جن جي درشن ڪان اڳ، حضور جن پنهنجو ڪافي وقت ساڌو مهاتمائن ۽ مسلمان فقيرن جي صحبت ۾ گذاريو. جڏهن 1891ع ۾ سندن بدلي مري پهاڙ تي ٿي، تڏهن اُتي پريومل ڌرمسالا جي پرسان مسواڙي جاءِ ۾ رهندا هئا. انهيءَ ڌرمسالا ۾ امرناٿ جي ياترا وڃڻ وارا مهاتما، اڪثر اچي رهندا هئا. انهن کي حضور جن ڪاڌو ڪپڙو ۽ ڪجهہ مسافريءَ جو خرچ پڻ ڏيندا هئا. انهيءَ زماني ۾ حضور جن ويدانت جا ڪيترائي ڪتاب پڙهيا، جهڙوڪ گيتا، يوگ وششت، اُپشد، وغيره ۽ اِيپاسي مهاتمائن سان انهن تي ويچار ڪيو ۽ سمجهيا. مسلمان

فقيرن کان مولانا روم، شمس تبريز، خواجہ حافظ جا ڪتاب ۽ مجدوالف ثاني وغيره پڙهيا ۽ سمجهيا. هڪ پادريءَ سان انجيل بابت ڳالهہ ٻولهہ بہ ڪندا هئا.

حضور جن فرمائيندا هئا تہ ڪين ڪڏهن بہ، ڪنهن بہ ڌرمي سوسائٽيءَ ۾ وڃڻ کان عار نہ هوندو هو. جتي بہ ڪين سٺي ڳالهہ نظر ايندي هئي، اُتان اها حاصل ڪندا هئا. هڪ ڪتاب موسم فتوحات مڪي، گهڻيءَ ڪوشش کان پوءِ مصر مان گهرائي پڙهيائون. قرآن شريف پوري طرح پڙهيو هئائون. اهڙيءَ طرح پنجتيهن سالن جي عمر تائين، ڪامل ستگروءَ جي ڳولا ۾ انهيءَ مڪيہ فرضن جي تياريءَ جو انتظام ٿيندو رهيو، جو حضور جن کي باقي سڄي عمر ۾ پورو ڪرڻو هو.

باباجيءَ جو درشن: سنہ 1894ع ۾ جڏهن مريءَ ۾ هئا، تڏهن سندن ملاقات بابا جئمل سنگهہ سان ٿي. اُنهيءَ ڳالهہ جو اشارو گهڻو وقت اڳ، پشاور جي هڪ فقير ڪاهن ڪيو هو. جڏهن حضور جن جي نوڪري نوشهره ۾ هوندي هئي، تڏهن اڪثر هو آرتوار ڏينهن بابا ڪاهن کي گڏجڻ ويندا هئا، جو بلڪل مستيءَ جي حالت ۾ رهندو هئو ۽ ڪنهن کي بہ پاڻ وٽ اچڻ نہ ڏيندو هو. جيڪو بہ سندس ويجهو ايندو هو تنهن کي گاريون ڏيئي پچائي ڇڏيندو هو. حضور جن جڏهن ملڻ ويندا هئس، تڏهن هوُ نهايت صبر ۽ عزت سان پيش ايندو هو ۽ ڪين ڏاڍو پيار ڪندو هو. حضور جن بہ هن جي ڏاڍي خاطري ڪندا هئا ۽ جنهن بہ شيءِ جي ڪيس ضرورت هوندي هئي سا ڪيس وٺي ڏيندا هئا.

هڪ دفعي حضور جن بلئڪ مائونٽن جي دوري تان واپس هڪ مهيني جي موڪل تي گهر وڃي رهيا هئا. ڪين پاڻ سان ٻہ هزار رپيا روڪرا هئا، رستي ۾ بابا ڪاهن جي گڏجڻ لاءِ پشاور اسٽيشن تي لهي پيا. ڏٺائون تہ بابا ڪاهن اڳيئي اُتي اسٽيشن تي ويٺو هو ۽ چيائين "اج منهنجي سرڪار کي اچڻو هو. چيم تہ خود ئي وڃي هن سان گڏجان." اُتان پوءِ هوُ حضور جن کي پنهنجي رهڻ واري هنڌ تي وٺي ويو. هيو تہ وڃائڻ لاءِ هنڪي ڪجهہ بہ نہ هو، سو پنهنجي ڪمبل لاهي ڪٽي پٽ تي وڇايائين. حضور جن جڏهن اُنهيءَ تي وهڻ کان انڪار ڪيو، تڏهن چوڻ لڳو "ڇا مان توهان کي وهاريان ٿو ۽ توهين نٿا وهو؟" ۽ زبردستيءَ حضور جن کي ان تي وهاريائين. دير تائين پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا رهيا. موڪلائڻ مهل حضور جن هن جي اڳيان پنج رپيا رکيا. هوُ چوڻ لڳو، "مان پورا ويهہ وٺندس ۽ اچا گول گول." حضور جن فرمايو "بابا! هاڻي تون وڏو لالچي ٿي پيو آهين. اڳي ڇئن پنجن روپين ۾ راضي ٿيندو هئين. اح ويهہ رپيا ٿو گهرين؟" هن جواب ڏنو "مان لالچي ڪو نہ آهيان مال موجب ذڪوات (دان) ٿيندي آهي. تون ٻہ هزار رپيا ڪٺي آيو آهين ۽ مون ويهہ رپيا گهريا آهن" حضور جن ويهہ رپيا ڪڍي هن جي سامهون رکيا. تڏهن هوُ چوڻ لڳو "توکي خبر آهي تہ مون کي روپين جي ڪا بہ ضرورت نہ آهي، هينئر ئي ڇوڪرا ايندا ۽ اِهي سڀ ڦري ويندا. مان چاهيان ٿو تہ تنهنجي ڪمائي پاڪ ۽ سڦل ٿئي، جنهن ڪمائيءَ لاءِ غريب غربي لاءِ حصو نڪري ٿو،

اُها ڪمائي هضم ٿي ٿئي، نہ تہ اُنهيءَ جو زهر خرابي پيدا ٿو ڪري.“ ٿوريءَ دير کان پوءِ اتي نندا ننڍا ڇوڪرا آيا ۽ هنجي ڪپڙن جي تلاشي وٺي سڀ رپيا ڪڍي هليا ويا ۽ هو انهن کي گاريون ڏيندو رهيو.

ڪيترن ڏينهن کان پوءِ هڪ ڏينهن تمام گهڻيءَ دير تائين حضور جن بابا ڪاهن وٽ ويٺا هئا ۽ ڪيتري رات گذرڻ کان پوءِ، هو ڇوڪرو لڳو ”هاڻي ٿون وڃ.“ حضور جن چيس ”اڄ مان خالي ڪونہ ويندس، اڄ توهان کان ڪجهہ وٺي ويندس.“ هن چيو ”توکي ايترو ملندو جنهنجو انت ئي نہ آهي. پر اجا اُهو وقت نہ آيو آهي.“ حضور جن پڇيس ”اهو وقت ڪڏهن ايندو؟“ هن چيو ”هاڻي اِهو سمو اچڻ وارو آهي.“ وري حضور جن چيو ”چا! ٿون ڏيندين يا ڪو ٻيو ڏيندو؟“ جوابُ ڏنائين ”تنهنجو حصو مون وٽ نہ آهي، ڪوئي ٻيو ڏيندو.“ تنهن تي حضور جن پڇيو ”اُهو ڪٿي آهي، اُنهيءَ جو نالو ۽ پتو ٻڌاءِ؟“ هن جواب ڏنو ”ٿون هنکي ڳولي نہ سگهندين، هو پاڻ ئي تنهنجي ڳولا ڪندو، تنهنجي امانت هن وٽ رکي آهي.“

هيو بہ ائين. حضور جن هڪ ڏينهن مريءَ ۾، گهوڙي تي آفيس مان پهاڙ تان هيٺ پئي لٿا تہ، اُنهيءَ وقت سندن سامهون رستي ۾، باباجي مهاراج ۽ ٻيبي رکو مٿي پهاڙ تي پئي ويا. جن کي هنن ڏنو ۽ سمجهيو تہ شاهد هي ڪو فوجي پينشنر آهي جو آفيس مان پنهنجي پينشن وٺڻ پيو وڃي. يا ڪمشنريءَ ۾ هن جي ڪا اپيل هوندي! جڏهن حضور جن باباجي مهاراج جي پرسان لنگهي ويا، تڏهن باباجيءَ ٻيبي رکوءَ کي چيو ”مان هن شخص لاءِ ئي هت آيو آهيان، هي منهنجو گهڻي وقت کان ميلاپي آهي.“ تنهن تي ٻيبيءَ چيو ”هن تہ توهان کي واهگروءَ جي فتح بہ نہ چيو، هي ڇڱو توهان جو واقف آهي؟

باباجيءَ جواب ڏنو ”هن ويچاري کي ڪهڙي خبر آهي تہ اڄ کان چوٿين ڏينهن هو مون وٽ ايندو.“ ٿيو بہ ائين.

حضور جن ڳالهہ ڪندا هئا تہ، اُنهيءَ وقت هو هڪ ويدانتي مهاتما کان هڪ ويدانت جو ڪتاب پيا پڙهندا هئا. ٽيئن ڏينهن جنهن وقت اهو ويدانتي ساڌو هنن وٽ ويٺو هو تہ، بابو ڪاهن سنگهہ ڪئنٽونمينٽ مئجسٽريٽ جو هيڊ ڪلارڪ، هنن وٽ آيو ۽ چيائين ”توهان کي ڪيتري وقت کان ڪنهن ڪمائيءَ واري مهاتما جي تلاشِ آهي، اڄ ڪلهہ هت هڪ ڪمائيءَ وارو مهاتما آيو آهي، جيڪڏهن هنجو درشن ڪرڻو اٿوَ تہ مون سان گڏ هلو.“ ڳالهين ڪندي هن ظاهر ڪيو تہ اِهو راڌا سوامي مت جو نيتا آهي ۽ هو سرت شبد يوگ جي مارگ جي تعليم ڏئي ٿو. تنهن تي اُنهيءَ ويدانتي ساڌوءَ، راڌا سوامي مت جو نالو ٻڌندي ئي وَٺي اُنهيءَ جي نندا ڪرڻ شروع ڪئي. هو ڇوڻ لڳو ”اِهي ماڻهو ناستڪ آهن ۽ ايشور کي نٿا مڃين.“ هو وَڌيڪ چوڻ لڳو ”ناستڪن سان ملڻ ۾ ڪهڙو لاڀ آهي، اهڙن ماڻهن جي سنگت کان پري پڃڻ گهرجي.“

حضور جن چيو "ڳالهين ڪرڻ سان شايد هو ناستڪ مان آتسڪ بڻجي پوي!" اُنهي مهاتما جيِ اهائي منشا هئي ته ڪهڙي به طرح هيءُ اتي نه وڃي.
خير! ٻئي ڏينهن حضور جن بابو ڪاهن سنگھ سان گڏ، سڪديال آگري جي ستسنگيءَ جي اوطاق تي ويا، جتي باباجي مهاراج لٿل هئا. ٽي چار ڏينهن لڳاتار ڳالهيون ٿينديون رهيون. حضور جن سوال ڪندا ٿي رهيا ۽ باباجي ڏاڍي پريم سان، جواب ڏيندا رهيا. هنن ايترا ته سوال ڪيا جو بعضي ٻيا ستسنگي تنگ ٿي پوندا هئا ۽ اها شڪايت ڪرڻ لڳا ته هن شخص ته اسان جو ستسنگ خراب ڪري ڇڏيو آهي! باباجيءَ فرمايو ته هن کي سوال ڪرڻ ڏيو. چوٿين ڏينهن کان پوءِ سندن سڀ سوال ختم ٿيا. کين هاڻي يقين ٿي ويو ته گرو نانڪ صاحب جي سچي تعليم يعني اُها شيءِ جا گرو نانڪ صاحب جن کان گرو انگد صاحب جن کي ملي ۽ وري گرو انگد صاحب جن کان گرو امرداس جن کي ملي، اُها مون کي هنن کان ملي سگھندي! پنجن نامن جو ڀيد ۽ شبد مارگ جنهنجو ذڪر بار بار گرنٿ صاحب ۾ اچي ٿو، اُنجو پهرئين دفعي هنن کولي ورنن ڪيو آهي. حضور جن پاڻ عجب ۾ پيا ته ڪيتري قدر هن مت جي متعلق ماڻهن ۾ غلط فهمي ڦهليل آهي. ويدانتي ساڌوءَ جي ڳالھ تي هنن کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ اُنهيءَ سان گڏ افسوس به ٿين ته جن ماڻهن کي اسين گياني مهاتما سمجهي، اُنهن کان روحانيت جو سبق حاصل ڪرڻ ۾ پنهنجو ڀلو ٿا سمجهون، اُهي ماڻهو بنا ڪنهن تحقيقات جي، غلط بيان ڪرڻ ۾ ڪسر نه ٿا رکن! ٻئي ڏينهن هنن باباجي مهاراج جن جي خدمت ۾ نام جي بخشش لاءِ عرض پيش ڪيو، ليڪن اُنهيءَ سان گڏ اهو به چيو ته "مون کي راڌا سوامي نام نه ڏنو وڃي." تنهن تي باباجيءَ ٺهڪ ڏيئي کلي ڏنو ۽ چيائون ته "انهيءَ نالي تان توکي نفرت ڇو آهي؟" حضور جن جواب ڏنو ته مون کي نفرت ڪانهي، پر اهو نالو مون کي ذرا عجيب ٿو معلوم ٿئي."
باباجيءَ ڪائن پڇيو "تون ڪهڙي ٻاڻيءَ جو پاٺ ڪندو آهين؟" هنن چيو ته "جپ صاحب ۽ جاپ صاحب ۾ اُهي ٻئي منهنجا روز نت نيم آهن ۽ ٻيو وقت به وقت مان گرنٿ صاحب به پڙهندو آهيان." باباجيءَ پڇيو ته "جاپ صاحب ۾ گرو گوبند سنگھ صاحب ايشور جا ڪيترا نالا رکيا آهن. جيڪي پهرين ڪنهن به گرنٿ يا پوٿيءَ ۾ درج ڪيل نه آهن؟"
حضور جن جواب ڏنو "اهي نالا مون ڪڏهن ڳڻيا ته ڪونهن، پر سمجهان ٿو ته اٽڪل ٻارنهن سئو هوندا."
باباجي مهاراج جن فرمايو ته "جڏهن ٻارنهن سئو نالا جي تو اگ ڪنهن به گرنٿ ۾ نه ڏٺا آهن، تن کان توکي نفرت نه آهي، ته پوءِ جيڪڏهن ڪنهن مهاتما، اڪال پرک جو پيار مان، هڪ ٻيو نالو رکيو، ته پوءِ اُنهيءَ تي توکي ڇو اعتراض آهي؟" پوءِ وري چيائون ته "راڌا سوامي نالو واهگروءَ جو آهي. راڌا روح کي چون ٿا ۽ سوامي اُنهيءَ جو مالڪ آهي. راڌا سوامي معنيٰ روح جو مالڪ."

ڪُل مالڪ کي تہ سِوامي سوامي سيني مهاتمائن ڪري سڏيو آهي، گرو نانڪ صاحب جن چيو آهي "اوُچ اپار بي انت سوامي" اهڙيءَ طرح بين مهاتمائن بہ سوامي پد جو اِشارو ڪيو آهي. سوامي جن فقط هڪ لفظ راڌا، اُنهيءَ ۾ وڌو آهي، جنهن کي بنا سمجهي ايترو اعتراض ٿو ڪيو وڃي!

بوءِ سوامي جن جي ٺاهيل پوٿي ساروچن مان هڪ شبد ڪڍي چيائون تہ هي پڙهہ:

**راڌا آد سرت ڪا نام — سوامي آد شبد نج ڌام،**
**سرت شبد آد راڌا سوامي — دونو نام ايڪ ڪر جاني**

اُنهيءَ کان پوءِ حضور جن چيو "هاڻي اصليت مون کي سمجهہ ۾ اچي ويئي ۽ جيڪڏهن اهو مالڪ جو نالو آهي تہ بوءِ مون کي اُنهيءَ تي ڪو بہ اعتراض نہ آهي."

ٻئي ڏينهن حضور جن کي نام مليو. باباجي مهاراج جن نام ڏيئي ڪين فرمايو، "تنهنجي امانت مون وٽ رکيل هئي جا اڄ مون توکي ڏني آهي." اهو ٻڌي هنن کي بابا ڪاهن جا لفظ ياد آيا تہ جنهن وٽ تنهنجي امانت آهي، اهو پاڻيهي توکي ڳوليندو. ڪجهہ وقت کان پوءِ، حضور مهاراج جن موڪل وٺي باباجي مهاراج جن وٽ ڏيري ۾ آيا.

هڪ پراڻو ستسنگي جو اُنهيءَ وقت اُتي ڏيري ۾ رهندو هو، سو ٻڌائي ٿو تہ اُنهيءَ وقت، حضور جن سڄو ڏينهن هڪ ننڍڙيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ اندر دروازو بند ڪري وهندا هئا ۽ ڪنهن کي بہ اُنهيءَ ۾ اندر وڃڻ جي موڪل ڪانہ هوندي هئي. شروع ۾ هو ٿورو ڪاڌو کائيندا هئا، ليڪن بعد ۾ تہ کائڻ پيئڻ ئي بلڪل نالي ماتر هوندو هون. هڪ روپئي جو اٽو پياس اسٽيشن تان گهرائيندا هئا، جو ڪيترن ڏينهن تائين پيو هلندو هوا حضور جن کي پوٿي پڙهڻ جي هرروز عادت هوندي هئي، پر هاڻي اُنهيءَ پاسي کان بہ خيال ويندو رهين. رات ڏينهن شبد اڀياس کان سواءِ، پيو ڪو بہ ڪم ڪو نہ ڪندا هئا. ٽي ڪلاڪ پيرن تي ويهي آسڻ ۽ ٽي ڪلاڪ بيهي ڀڄن ڪندا هئا. اِهو ڪاٺ جي 5 فوٽ ڊگهيءَ بيراڳڻ تي ڪندا هئا، جا اڄ ڏينهن تائين حضور جن جي ڪمري ۾ رکي آهي. اُهو سڄو وقت بلڪل ايڪانت ۾ رهندا هئا. نہ ڪوٺڙيءَ کان ٻاهر نڪرندا هئا ۽ نڪي ڪنهن سان بہ ڳالهائيندا هئا. سيني سان سنٻنڌ ٽوڙي، اُهو وقت هنن گوشہ نشيني اختيار ڪئي هئي. رڳو باباجيءَ جي درشن لاءِ هڪ دفعو ڪوٺڙيءَ کان ٻاهر ايندا هئا. ٽي مهينا برابر سندن اِها حالت هئي. موڪل پوري ٿيڻ کان پوءِ، هو پنهنجي نوڪريءَ تي ائبٽ آباد وڃي چڙهيا.

حضور جن چوندا هئا "شروع ۾ تہ من سان سخت لڙائي ٿي ڪرڻي پوي، پر پوءِ اُهو من اهڙو تہ فرمانبردار نوڪر بڻجي ٿو پوي، جو هو خود ڀڄن ڪرڻ لاءِ مجبور ٿو ڪري." حضور جن جو هڪ پراڻو نوڪر بنتاسنگهہ جو گهڻو ئي وقت سندن شيوا ۾

رهيو هو، سو ڳالهه ڪندو هو تہ حضور جن سچي سچي رات پچن ۾ ويئا هوندا هئا. جڏهن ڪيس ڪنهن وقت سجاڳي ٿيندي هئي تہ هو هميشہ حضور جن کي پچن تي ويٺل ئي ڏسندو هو. جيڪڏهن ڪين ننڊ زياده ستائيندي هئي، تہ پوءِ ڪٽ اُپي ڪري پنهي ٽنگن جي وچ ۾ رکي، ڪلاڪن جا ڪلاڪ بيهي پچن ڪندا هئا. اهو سندن شروعات وقت هو.

اُنهيءَ نوڪر هڪ ڏينهن حضور جن کان پڇيو "چا! ڪاڏي بنا بہ انسان جيئرو رهي سگهي ٿو؟" حضور جن فرمايو "بنتا سنگهہ! نام امرت آهي، اُهو بدن کي ڪمزور ٿيڻ نٿو ڏئي. جيڪو نام سچيءَ رچنا کي بهاري بيٺو آهي، تنهن لاءِ هڪ شرير کي قائم رکڻ، ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي!"

هن وري عرض ڪيو "حضور! توهان کي بک نٿي لڳي؟" جواب ڏنائون "اَندر ۾ اُهو آهار ڪائڻ لاءِ ٿو ملي، جو بک جو نالو نشان بہ نٿو رهي!" هن وري پڇيو، "ننڊ تہ ضرور توهان کي ستائيندي هوندي؟" جنهن تي وري فرمايائون، "بکِ ۽ ننڊ ماڻهو پنهنجي مرضيءِ موجب گهٽائي وڌائي سگهي ٿو، اِهو هن جي پنهنجي اختيار ۾ آهي. زنده رهڻ لاءِ تمام ٿوري خوراڪ ۽ تمام ٿوري سمهڻ جي ضرورت آهي ۽ پچن ڪرڻ سان اِهي پئي خود بخود گهٽجي وڃن ٿا."

هڪ دفعي حضور جن فرمايو، "پائي! مون تہ ڪجهہ بہ پچن نہ ڪيو آهي. مون کي تہ باباجي مهاراج جن ڪيو ڪرايو بخشيو آهي" پائي بنتا سنگهہ جو اُتي بيٺو هو سو چوڻ لڳو، "حضور! اُهي ڇهہ ڇهہ ۽ نوَ نوَ ڪلاڪ پچن ۽ ٽي ٽي ڪلاڪ هڪ آسڻ تي وهڻ ۽ ڪيترا ڪيترا ڏينهن ڪاڏو نہ ڪائڻ، اِهي سڀ ڳڻپ ۾ نہ آهن ڇا؟" تنهن تي حضور جن جواب ڏنو.

**"نام وڏو مهانگو آهي، جيڪڏهن سر ڏيڻ سان بہ اهو ملي تہ بہ اُنهيءَ کي سستو ڪري سمجهو."**

حضور جن ستسنگ ۾ اڪثر فرمائيندا هئا تہ پچن ڪرڻ جوانيءَ ۾ موت جي برابر آهي. اُهو بزدل ۽ ڪمزور طبيعت وارن جو ڪم نہ آهي. راتيون جاڳڻ، بک اڃ سهڻ، هر ڪنهن قسم جون سختيون برداشت ڪرڻ، من جي خواهشن کان منهن موڙڻ، اِهو ڪو آسان ڪم نہ آهي!

وڏيڪ فرمائيندا هئا تہ اِهو سڀ تڏهن ٿيندو، جڏهن من ۾ ستگروءَ جي پيار کان سواءِ، ٻي ڪا بہ محبت نہ رهندي. جيوُ پنهنجي هڪ هڪ ساهہ لاءِ چوڪيداري ڪري ۽ ڏسي تہ، سندس چت ۾ اندر **"گروءَ کان سواءِ ٻي ڪا بہ شڪل ۽ پيو خيال نہ ٿو اچي"** ۽ اندر ۾ هن جي نج لاڳ، رڳو گروءَ جي چرنن ۾ رهي ۽ هو ٻاهر دنيا ۾ فقط نالي ماتر ورتي، تڏهن ئي وڃي ڪجهہ بڻجندو. وري فرمايائون، **"سمرن ۾ ايترو تہ پيار هئڻ گهرجي، جو هڪ پل بہ سمرن نہ وسري، جنهن کي سمرن سان پيار نہ آهي، اُنهيءَ کي گروءَ جي عشق جي اجا هوا ئي ڪا نہ لڳي آهي"** زباني جمع خرچ سان مالڪ نٿو ملي.

هي تہ ڪرٽيءَ جو مارگ آهي. جيڪو سر نٿو ڏيئي سگهي، تنهن کي ملندو بہ ڪجھ نہ. جيستائين دنيا جو پيار نہ ڇٽندو تيستائين مالڪ جو پيار ڪيئن لڳندو؟" انهيءَ شخص جون ڳالهيون ٻڌي دل ۾ اڪثر اِهو سوال اُٿندو هو تہ، حضور جن تہ ڪل مالڪ، ساڪيات ست پرش، انامي ۽ سچکنڊ جا والي آهن ۽ سنت تہ شروع کان وٺي سنت ٿيندا هئا، پوءِ هنن کي پڇن سمرن ڪرڻ ۽ ايتري ڪشٽ ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور هو. جو هينئر بہ جيڪو وقت کين ملي ٿو، سو پڇن اڀياس ۾ گذارين ٿا. گرو نانڪ صاحب، ڪبير صاحب ۽ ٻين سنتن جو بہ تہ اِهو ئي دستور هوندو هو.

دريائي لال ڳالھ ٿو ڪري تہ اسان مان، ڪنهن کي بہ حضور جن کان اِنهيءَ سوال پڇڻ جو حوصلو ئي نہ ٿيندو هو. حضور جن جو اهڙو تہ ڪجھ رعب هوندو هو، جو انهن جي سامهون غير مطلب جي ڳالھ لاءِ زبان ئي نہ کلندي هئي، پر هڪ دفعي اسين سڀ حضور جن جي ڪمري ۾ ويٺا هئاسين، اجا حضور جن اُتي نہ آيا هئا. لالا ڏنراج وڪيل جو پيءُ بابوُ ميا داس، جو حضور جن جي هٽ هيٺ نوڪريءَ ۾ سا ٺن گهٽو وقت رهيو هو، اُهو بہ اُتي ويٺو هو. اُنهيءَ کي اسان اِنهيءَ سوال ڪرڻ لاءِ زور ڏنو. جڏهن حضور جن آيا، تڏهن هن کين چيو "حضور! توهين پڇن جو ٿا ڪريو؟ توهان کي اِنهيءَ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟" پهرياٺين تہ حضور جن اِنهيءَ سوال جي جواب ڏيڻ ۾ ٽنائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ فرمايو، پڇن نہ ڪجي تہ ٻيو ڇا ڪجي! " پر مياداس چوڻ لڳو، "باباجي مهاراج جن تي، حضور جن کي پهريائين ڏينهن نام ڏيڻ وقت مالامال ڪري ڇڏيو هو ۽ چيو هئائون تہ ، منهنجي پنيان جيڪو منهنجي جاءِ تي ڪم ڪندو، اُهو مونکان ڇئوٽو تپ ۽ تيج ڪٽي ايندو، پوءِ توهين ڪايا کي ڪشٽ ڇو ٿا ڏيندا رهو؟"

بابا نظام الدين ملتان وارو بہ اُنهيءَ وقت اُتي موجود هو. هن جو بابا جئمل سنگھ کان نام ورتل هو. هو تمام پراڻي ڪمائيءَ وارو مهاتما هو ۽ حضور جن هن جي وڏي عزت ڪندا هئا. حضور جن هن ڏانهن اِشارو ڪري فرمايو تہ توهانجي ڳالھ جو جواب هي ڏيندو. جنهن تي بابا نظام الدين چيو، "بابوجي! اِهو سڀ پڇن ۽ سمرن ۽ اسانجي ڪري ڪيو ٿو وڃي. سنت خود ئي اسان کي اِهو نہ سيکارين تہ اسين پوءِ سکي ڪو نہ سگهنداسين." حضور جن کلي فرمايو "ڪري ڏيکارڻ تي بہ ڪو ورلو اها ڳالھ مڃي ٿو." اِنهيءَ تي بابا نظام الدين چيو، "اِنهيءَ ڪري ئي تہ اُنهن جي بدران حضور جن کي اِهو ڪرڻو ٿو پوي."

## حضور جن جو درشن، صورت ۽ سيرت

---

حضور جن جي شان ۽ جمال جو حال، ڪير بيان ڪري سگهي؟ ڊگهو قد، پتلو ڊولائتو جسم، نازڪ بدن، ڳاڙهي رنگ مائل، گورو رنگ، ڪلمڪ مکڙو ۽ سندن اکين

۾ سدائين اَمرت پريل هو، نڪ ڊگهو جنهن جي هيٺان مڇون، سفيد سونهاريءَ سان گڏيل هيون. سندن چهرو رعب وارو. ڏاڍي ڳل تي اک کان هڪ آڱر هيٺيرو هڪ ڪارو تر، جنهن جي خوبصورتيءَ اڳيان، حافظ جي پيش ڪيل قيمت — سمرقند ۽ بخاري جي بادشاهت به تڇ معلوم ٿي ٿئي.

"اگر آن ترڪ شيرازي، بدست آرد دل مارا،
بخال هندوش بخشند، سمرقند وَ بخارا را "

يعني جيڪڏهن اهو شيراز جو پهلوان منهنجي هٿ ۾ اچي وڃي ته پوءِ هن جي ڪاري تر تان، مان جيڪر سمرقند ۽ بخارا کي سندن مٿان قربان ڪري ڇڏيان!

ساڄي ڳل تي هڪ ڪارو گول نشان هون، جنهن جي ڪارڻ، پرسان ڏاڙهيءَ جي وارن کي ڪارو رنگ ڏنو هو. نرڙ تي نڪ جي مٿان سڌيون پنج ليڪون يا ريکائون هين، جي جوتش موجب پورڻ ڀوڳيءَ جو گڻ ٻڌائين ٿيون. سندن ٻانهون ڊگهيون گوڏن تائين پهچنديون هيون، سندن چرڻ ڪنولن ۾ پدم جو نشان هو. جڏهن به اُنهن پوتر چرنن تي، ڪنهن ڀاڳوان کي سر جهڪائڻ نصيب ٿيندو هو ته هنجي دل مان ساري اوُنده ۽ ڪلفت دور ٿي ويندي هئي ۽ انهيءَ جي اثر جو آنند ڪيترن ڏينهن تائين، هن جي روح تي ڇانيل رهندو هو. حضور جن جي ڪهڙي ڪهڙي انگ جي شوڀيا ورڻن ڪري ٿي سگهجي؟ گسائين تلسيداس جن گروءَ جي چرنن جي هڪ ننهن بابت فرمائين ٿا ته:

"سري گرو پد نک مني گن جوتي — سمرت ديبه درشٽ هئي هوتي،
دلن موهه تم سو سپر ڪاشو — بڙي ڀاڳ اُر آوهي جا سوُ،
اوگهر هئين بمل بلوِچن هئي ڪي — مٽين دوش دک ڀئه رجني ڪي،
جٿا سو انجن انجي ورگ ساڌڪ سڌو سو جان،
ڪوتڪ ديکت سيل بن پوتلِ پوري نڌان."

يعني ته سري گرو چرنن جي هڪ ننهن جو نوُر، لالن ۽ هيرن جي ڏيئي جي روشنيءَ سمان آهي. هنن جي چرنن جي سمرڻ سان، دويه درشٽي (اندرين اک) کلي ٿي، انهن جو سورج روپي پرڪاش، هردي جي انڌڪار کي ناس ٿو ڪري. اُنهيءَ انسان جا وڏا ڀاڳ آهن، جنهن جي اندر ۾ اهو اچي. انهيءَ جي روشنائيءَ سان هردي جو نيتر کلي ٿو ۽ سنسار روپي انڌيري رات جو دک ۽ دوش دور ٿو ٿئي.

جنهن ستگروءَ جي چرنن جي ڌوڙ جو سرمون پنهنجي اکين ۾ وڌو آهي، اُهو ساڌڪ، سڌ ۽ سڃان ٿي، ٿو وڃي ۽ اُهو پنهنجي اندر ۾ انيڪ پرڪار جي ليلا، بن، پربت، جهنگل ۽ پرٿوي ڏسي ٿو.

حضور جن گهڻي ڀاڱي اڇي رنگ جا ڪپڙا پائيندا هئا. سفيد پٽڪو، اڇي خميص، تنهن جي مٿان اڇي رنگ جي صدري ۽ سفيد پڃامون پائيندا هئا. جڏهن ٻاهر ويندا هئا ته اڇو ڪوٽ پائيندا هئا. سندن صورت، اڇي ڏاڙهي ۽ سفيد ڪپڙن

سان 0اڍي سوپيا ڏيندي هئي ۽ ڏاڍي من موهڻي پيئي لڳندي هئي. دل پيئي چاهيندي هئي تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ اِهو درشن ڪجي.

دريائي لال ريٽائرڊ سيشن جج ڪپور ٿلا وارو ڳالھ ٿو ڪري تہ، هڪ دفعي 1914ع يا 1915ع جو ذڪر آهي، جنهن وقت هو جلندر ۾ وڪالت ڪندو هو. هڪ ڏينهن هو ۽ ڀڳت سنگھ وڪيل ٻئي، حضور جن کي اسٽيشن تي چڏڻ آيا هئا. اُنهيءَ وقت اتفاق سان چوڌري رحيم بخش وڪيل، بہ پنهنجي مرشد کي اسٽيشن تي چڏڻ آيو هو. جڏهن هن جي مرشد حضور جن کي ڏٺو تہ اُٿيئي يڪدم بيهي، هڪ ٽڪ مهاراج جن ڏانهن ڏسڻ نهارڻ شروع ڪيو. جيڏانهن پليٽفارم تي مهاراج جن ٻئي ڦريا، هن بہ اوڏاهين پنهنجو منهن ٻئي ڪيو. پنج، ڏهہ منٽ اهائي حالت رهي، آخر هن ڪان رهيو نہ ٿيو ۽ حضور جن جي ويجهو اچي چوڻ لڳو، ”توهان جي چهري جو اِلاهي نور ۽ روحاني پرڪاش اهڙو موهيندڙ ٿو لڳي، جو دل ٿي چاهي تہ اِهو ڏسندو ئي رهان!“ تنهن تي حضور جن ڦرمايو، ”اِها سڀ توهانجي دل جي صفائي ۽ هردي جي پوترتا آهي، ۽ مون ۾ تہ ڪا بہ صفت نہ آهي.“ هو چوڻ لڳو، ”بزرگن جو اِئين چوڻ ئي تہ وڏو شان وارو آهي.“ ٻوءِ دير تائين پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا رهيا. ٻئي ڏينهن چوڌري رحيم بخش هن کي ٻڌايو، ”حضرت فرمايو ٿي تہ، توهان جو مهاراج صاحب، سچي جهان جي فقيرن جو وڏو شهنشاهہ آهي.“

حضور جن جي تقرير ڏاڍي دلڪش ۽ اثر واري هوندي هئي. آواز اوُچو مٺو، سريلو ۽ من موهيندڙ هوندو هون. بہ بہ، ٽي ٽي ڪلاڪ پريم سان اپديش فرمائيندا رهندا هئا ۽ ذري بہ ٿڪاوٽ محسوس نہ ڪندا هئا. جنهن وقتِ ستسنگ لاءِ تخت تي اچي ويهندا هئا تنهن وقت ملين ۾ ملين هردو ۽ اپوَتر ڪان بہ اپوتر اکيون، هنن جي مهاسندر ۽ منوهر شرِير جو درشن ڪري گد گد ٿي ويندڀون هيون، ستسنگ ۾ سندن مشڪڻ ۽ کلڻ، گويا امرت جون بوندون وسڻ برابر هوندو هو ۽ شيوڪن جي مرده دل کي، آتمڪ جيوَن بخشيندو هو. سندن مها اُتم ستسنگ جنم جنم جي پاپ ڪرمن جي ميل کي، هردي مان صاف ڪندو هو. مهاملين ۽ مها وڪاري روح بہ، سندن ستسنگ ۾ اچي بدلجي ويندا هئا. حضور جن جي اُپديش جو اثر بجليءَ سمان هو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ درشن ڪري بہ سنگت درشن جي پياسي رهندي هئي.

حضور جن ديا جا سمنڊ، پريم جا ساگر ۽ ٻاجھ جا درياءَ هئا. سندن بخشيش جو خزانو سدائين پربل هو. جنهن وقت ڪو بہ پاپي يا گنهگار سندن سامهون ايندو هو، اُنهيءَ وقت سندن رحمت جو درياءُ جوش ۾ اچي، هن جي گناهن جو ميل صاف ڪري ڇڏيندو هو.

حضور جن فرمائيندا هئا تہ سنت جيوَن جا پاپ نٿا ڏسن. جيڪڏهن هو اَسان جي ڪرمن تي نظر ڪن، تہ ڀوءِ ڪو بہ انسان، سندن ويجهي ويهڻ جو لائق نہ آهي. هنن جي دل ۾ سڀني لاءِ رحم ۽ ديا جو ڀاوُ هوندو هو. فرمائيندا هئا تہ سڀ اِنسان هڪ ئي پتا

جا پٽ آهن ۽ پاڻ ۾ پائر آهن. برو ڪنهن کي چئجي! ۽ فقط هنجي خوبين ۽ گڻن ڏانهن نگاهه ڪريو. هو سيني کي هڪ نظر سان ڏسندا هئا ۽ هرڪو اِئين سمجهندو هو تہ مهاراج جن منهنجا آهن.

دريائي لال ريٽائرڊ سيشن جج ۽ ڪپور ٿلا رياست جو وزير، هڪ پنهنجو واقعو هن ريت ٿو بيان ڪري تہ "هڪ دفعي جون جي مهيني 1911ع يا 1912ع ۾ مان حضور جن جي درشن لاءِ بياس ڏيري ۾ ويس ۽ اُتي بن پهرن جو وچي پهتس. اُتي سڀ ڪاڏو ڪائي پنهنجين ڪوٺين ۾ دروازا بند ڪري وچي آرامي ٿيا هئا. مان بارهانڻ دريءَ ۾ ڪوٽ بوٽ لاهي، هڪ تڏي تي مٿن ڪان سر رکي ليٽي پيس. اِها بارهان دري حضور جن جي رهڻ واري ڪوٺيءَ جي لڳ هئي. اُنهن ڏينهن ۾ ڏيري ۾ بہ ننديا ستسنگ گهر، جي ڪوهہ جي ويجهو آهن. بارهان دري ۾ چوباري ڪان سواءِ، بي ڪا بہ عمارت رهڻ لاءِ ڪا نہ هوندي هئي. حضور مهاراج جن اُپرندي واري چوباري جي مٿان، ماڙيءَ ۾ آرام ڪندا هئا. هنن 18 سال لڳاتار پهاڙي علائقن ۾ نوڪري ڪئي هئي ۽ هي سندن پهريون ئي سال هيٺ ميدان ۾ رهڻ جو هو. انهيءَ ڪري هو بن پهرن جو خميص لاهي ڇڏيندا هئا ۽ فقط هڪ ڪڇو ۽ بدن جي ڍڪڻ لاءِ چادر اوڍيندا هئا." ديوان دريائي لال چوي ٿو تہ "مان بارهان دريءَ ۾ ليٽي تہ پيس، مگر مون کي آرام نہ آيو. هيٺ فرش باهہ جهڙو تتل هو ۽ مٿان باهہ جهڙي لڪ پيئي لڳي. اُج ۾ چپ سڪندا پئي ويا ۽ ائين سمجهيم تہ هڪ باهہ جي ڪوري ۾ پيو آهيان. ٿوري وقت ڪان پوءِ ڏٺم، تہ سامهون مهاراج جن، اُس ۾ چوباري ڪان هيٺ لهي، منهنجي سيرانديءَ ڪان اچي بيٺا ۽ فرمايائون تہ تون هت لُوءَ ۾ ڇو پيو آهين؟ جلدي اُٿ. پوءِ هنن پنهنجي بدن تان چادر لاهي، مون کي پنهنجي پٺي ڏيکاري چيائون "ڏس! تو منهنجو بدن زخمي ڪري ڇڏيو آهي." بنتا سنگهہ کي جلدي سڏ ڪيائون ۽ هن کي حڪم ڏنائون تہ هڪ منجي ڪٽي اِچ. پوءِ سندن ڪوٺيءَ جي پرسان هڪ ڪچيءَ ڪوٺيءَ ۾ اها چارپائي وڇائي، انهيءَ جي مٿان فراسي ۽ وهاڻو رکائي، بنتا سنگهہ کي چيائون تہ ڪوٺيءَ ۾ پيل گهگهيءَ مان ٿڌو پاڻي ڪٽي اچي مون کي پياري. پئي ڏينهن بيبي رکوءَ مون کي ٻڌايو تہ مهاراج جن پٺيءَ جي ڦوڦيندن ڪري سمهي نہ سگهيا هئا ۽ چوڻ لڳي، "پائي! تنهنجا ڪي اهڙا سخت ڪرم هئا، جن جي ڪري توکي نرڪ جي باهہ ۾ سڙهڻو هو ۽ اهو ڪرم مهاراج جن پاڻ تي ڪنيا آهن." جڏهن حضور جن جي ديا ۾ مهر جون ڳالهيون ٿيون ياد پون تڏهن اکين مان ڳوڙها ٿا وهڻ لڳن."

**حضورجن جي قوّت برداشت:** حضور جن جي سهڻ جي شڪتي جو ڪهڙو بيان ڪجي! جيٺ جي گرمين ۾ کليَ ميدان تي، لاباري ڪان پوءِ، پاڻ روبرو بيهي، ڪٽڪ سنگن مان جدا ڪرائيندا هئا. اُتي کي ستسنگي تہ اُس جي ڪري ٿڪجي پوندا هئا ۽ هيڏانهن هوڏانهن وهڻ لاءِ جاءِ پيا ڳوليندا هئا، مگر حضور جن فوجي ڪمانڊر وانگر سڏا بيٺا هوندا هئا. کي حضور جن کي چوندا هئا تہ، صبح ڪان وٺي حضور جن

اُس ۾ ويٺا آهن، هينئر هلي ٿورو آرام ڪريو. تنهن تي حضور جن مشڪي فرمائيندا هئا ته، اِجهو! هاڻي هلون ٿا، باقي ٿورو ڪم آهي.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته حضور جن، اُس ۾ ويهي پئي ڪم ڪرايو ۽ هڪڙي ستسنگي چتي ڪولي سندن مٿان ڪٽي جهلي بيٺو. تنهن تي حضور جن چيو ته اِنهيءَ جي ڪا به ضرورت نه آهي. اُنهيءَ وقت حضور جن جو هڪ داستان ياد آيو، جو هنن هڪ دفعي ٻڌايو هو ته، هڪڙي ڏينهن گرميءَ جي موسم ۾ هو ائبٽ آباد مان باباجي مهاراج جن جي درشن لاءِ بياس اچي رهيا هئا ۽ اٽڪل هڪ وڳي منجهند جو بياس جي ريلوي اسٽيشن تي اچي پهتا. ڏينهن ٺاري هلڻ بدران، اُنهيءَ ئي وقت اُس ۾ ڏيري ڏانهن پنهنجو رخ رکيائون. اُنهن ڏينهن ۾ ٽانگا وغيره اُتي ڪو نه هوندا هئا. رستي ۾ هڪ هنڌ ڇانوَ ۾ ويهڻ جو خيال آين، پر دل ۾ چيائون ته وڃئين ٿو گرو جو درشن ڪرڻ ۽ ڏسين ٿو اُس ۽ ڇانوَ. من کي ائين چئي، هڪدم اُتي پنڌ پيا، هاڻي ڏيري جو حال ٻڌو.

باباجي مهاراج جن سڄي عمر برهمچاري هئا. تنهن ڪري هو گرمي گهٽ محسوس ڪندا هئا ۽ اُس ۾ ٻاهر ڪو نه نڪرندا هئا. جنهن وقت حضور جن بياس اسٽيشن کان ڏيري لاءِ روانا ٿيا، تنهن وقت کان وٺي باباجي مهاراج جن پنهنجي ڪوٺڙيءَ جي ٻاهر اُس ۾، اچ وڃ شروع ڪئي. تنهن تي بيبي رکوءَ کانئن پڇيو، "مهاراج! توهين ته سياري ۾ به اُس سهي ڪو نه سگهندا آهيون، سو اڄ نٽهڻ اُس ۾ ٻاهر جو پيا ڦرو؟"

باباجيءَ ڪجهه به جواب نه ڏنو ۽ اُس ۾ ٽهلندا رهيا. جڏهن حضور جن، اٽڪل فرلانگ کن ڏيري جي ويجهو اچي پهتا، تڏهن باباجي مهاراج جن، پنهنجي ڪوٺيءَ جي اندر هليا ويا. جڏهن حضور جن ڏيري ۾ اندر پهتا، تڏهن بيبي رکوءَ کين ڏسي کلي چيو "ٻائي صاحب! مون کي ته پهرين ئي معلوم ٿي ويو هو ته تون اچي رهيو آهين! باباجي برابر هڪ ڪلاڪ اُس ۾ پئي آيا ويا ۽ هينئر اندر ويا آهن." حضور جن کيس جواب ڏنو ته "ها! بيبي تون ڄڻ ته ڪا انترجامي مهاتما آهين ۽ توکي سڀ خبر آهي؟"

بيبيءَ چيو، "مون کي اِهو خيال آيو هو ته، ڪنهن جي لاءِ هي اُس پيا سهن." حضور جن چيو، "انهيءَ ڪري ئي رستي ۾ مون کي جيٺ جي سخت اُس، برسات جي ٿڌي هوا وانگر پئي معلوم ٿي!"

حضور جن گرميءَ سرديءَ جي ڪا به پرواهه نه ڪندا هئا. برسات هجي يا طوفان هجي، جيڪو به ڪم ڪرڻو هوندو هون، سو ضرور ڪندا هئا.

هڪ دفعي حضور جن لنگر ۾ ويا، جتي زالن توَن تي مانيون پئي پچايون. اُتي هڪڙي چلهي ۾ تمام گهڻو ڪارو دونهون نڪري رهيو هو. حضور جن سڌو وڃي دونهين جي وچ ۾ ويهي رهيا. ٻيو جيڪو ماڻهو مهاراج جن سان گڏ هو، تنهنجو ته

دونهين ڪري ساهہ گهٽجڻ لڳو ۽ اکين مان پاڻي اچڻ لڳس. هن مهاراج جن کي عرض ڪيو، ”حضور، هتي تمام گهڻو دونهون آهي، توهين ٿورو پاسو ڪري ويهو.“ حضور جن فرمائڻ لڳا، مون کي تہ دونهون ڪجهہ بہ نٿو ڪري.“ اُتي ئي هو ويٺا رهيا

حضور جن جو هلڻ تڪو هوندو هو ۽ جيڪي هنن سان گڏ هوندا هئا، سي پٺيان ئي رهجي ويندا هئا.

هڪ دفعي حضور جن 1945ع ۾ ائيٽ آباد ويا هئا. هي اُتان موٽڻ جو واقعو آهي. صبح جو سويل اُتي اشنان ڪيائون، تنهن کان پوءِ ستسنگ ڪيائون. پوءِ موٽر ۾ چڙهي راولپنڊيءَ ۾ آيا. اُتي سنگت، کين ستسنگ ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. جتي بہ ڪلاڪ کن ستسنگ ڪيائون. اُتان پوءِ لائلپور آيا، اهو سفر هڪ سئو ميلن کان بہ وڌيڪ هو.

لائلپور ۾ شيوا سنگهہ سيشن جج جي ماءُ جو مرتڪ ڀوڳ هو. اُتان ڀوڳ کان پوءِ، روانا ٿي بي وڳي رات ڌاري اچي ڪپور ٿلا ۾ پهتا. جتي ڊاڪٽر ايشور سنگهہ جي ڌيءَ جي شادي جو آنند ڪاج، چئين وڳي صبح جو شروع ٿيڻو هو. حضور جن سڀني ڪان پهرين اُتي آسڻ تي براجمان هئا. اتان پوءِ انين وڳي صبح جو جلندر ويا، اتي بارهين وڳي موٽر ڊرائيور جيڪو سردار شيوا سنگهہ، پنهنجي موٽر سوڌو حضور جن کي راولپنڊيءَ مان وٺڻ لاءِ موڪليو هو، اُنهيءَ کي روانو ڪيائون ۽ ڪيس بارهن رپيا ۽ پٽڪو انعام ڏنائون. هي ڊرائيور مسلمان پٺاڻ هو ۽ سلام ڪري چوڻ لڳو، ”بابا! اسان کي وري ياد ڪجو، مان ٽيهن سالن جو جوان، ننڊ ۽ ٿڪ ڪري مي ويو آهيان، پر توهان سڄي رات نڪي سمهيا آهيو ۽ نہ ڪاڏو اٿوَ تہ بہ توهان جي چهري تي نور الاٺي پيو چمڪي، توهين آدمي نہ پر خدا جو ديدار آهيو.“ اُنهيءَ وقت مهاراج جن جي عمر اٽڪل 87 سال هئي.

هڪ ٻيو واقعو درج ڪري هن مضمون کي ختم ڪيو ٿو وڃي، هڪ ڏينهن حضور جن جي طبيعت ٺيڪ نہ هئي، زڪام ۽ بخار هون. سڀني سمجهيو تہ اج ستسنگ ۾ حضور جن ڪين ويندا. هيڏانهن گهڙيال چار وڄايا، هوڏانهن حضور جن جهٽ پٽ ستسنگ جي وڃڻ لاءِ تيار ٿيا. کين هٿ ٻڌي عرض ڪيو ويو تہ، اج توهان جي طبيعت ٺيڪ نہ آهي، تنهن ڪري ستسنگ ۾ نہ وڃو. حضور جن جواب ڏنو تہ، مان بلڪل ٺيڪ اهيان ۽ ستسنگ ۾ ضرور ويندس.

وري بہ سڀني کين نہ وڃڻ لاءِ عرض ڪيو. تڏهن هو فرمائڻ لڳا، **”هن بدن کان جيترو ڪم ورتو وڃي اوترو سٺو آهي، هڪ ڏينهن کيس باهہ ۾ ئي وجهڻو آهي، باباجيءَ جيڪا ڊيوٽي سونپي آهي، انهيءَ ۾ ڪوتاهي نہ ڪرڻ گهرجي“** جڏهن ستسنگ ۾ ويٺا، تڏهن اهڙي تہ سندن گرجنا هئي جو ڪنهن کي شڪ نہ ٿيو تہ کين بخار آهي! پورا اڍائي ڪلاڪ ستسنگ ڪري واپس گهر آيا. انهيءَ وقت دريائي لال سيشن جج مهاراج جن سان گڏ هو. هو دروازو بند ڪري رهيو هو تہ هڪ ماڻهو ڀڄندو اُتي آيو ۽ چوڻ لڳو، ”مان هينئر آيو آهيان ۽ مون کي مهاراج جن جو درشن ڪرڻو آهي.“

دريائي لال کيس چيو تہ ”پاڻي! اڄ حضور جن جي صحت ٺيڪ نہ آهي، هينئر ستسنگ ڪري موٽيا آهن ۽ اوندهہ تي ويٺي آهي، صبح جو اچي درشن ڪج.“

پر هو چوڻ لڳو تہ، مون کي هينئر درشن ڪري موٽي وڃڻو آهي ۽ سياڻي ميرٺ ۾ نوڪريءَ تي چڙهڻو آهي وغيره وغيره. تنهن تي جج صاحب غصي ۾ اچي هن کي چيو، ”بابا! رحم ڪر، حضور جن کي ڪجهہ سال جيئڻ تہ ڏيو.“ پوءِ هن زور ان دروازو بند ڪري ڇڏيو. انهيءَ وقت انهيءَ شخص جي چهري تي اهڙي تہ اُداسي ڇانئجي ويئي جو هن جي دل ڀڳهرجي ويئي، پر هن دروازو نہ کوليو. جڏهن هو مٿي ويو، تڏهن حضور جن هن کي فرمايو ”هڪ ماڻهو جو تمام پري کان آيو آهي، انهيءَ کي مون وٽ اچڻو آهي، وڃي دروازو کولي اچ.“

جج صاحب جواب ڏنو تہ برابر هڪ ماڻهو آيو هو، پر مون کيس مٿي اچڻ کان روڪيو، ڇاڪاڻ تہ حضور جن بلڪل ٿڪل هئا. تنهن تي حضور جن چيو، ”تو من مت ڪئي نہ، هاڻي وڃي هن کي ڳولي اچ.“ هن هيٺ اچي ڏٺو تہ اُهو شخص کيس نظر نہ آيو. پوءِ چوڌاري ڏيري ۾ هن کي ڳوليائين، پر هو ڪٿي بہ نہ لڌس. آخر نراس ٿي، جڏهن موٽي آيو ۽ مٿي حضور جن وٽ وڃڻ تي هو ڇا ٿو ڏسي، تہ اهو ماڻهو هيٺ وارانڊي جي پٽ سان لڳو بيٺو هو. هن هٿ جوڙي هن کان معافي ورتي ۽ چيائينس تہ ”پاڻي! توکي حضور جن ياد ڪيو آهي.“ اِهو ٻڌي انهيءَ ماڻهوءَ جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. مهاراج جن مٿي هن جو انتظار ڪري رهيا هئا. ائين سمجهيو ويو تہ مهاراج جن هن سان بہ ٿي منٽ ڳالهائي کيس رخصت ڏيئي آرام ڪندا. ليڪن سنتن کي آرام ڪٿي آهي؟ هن شخص وڏيءَ عاجزيءَ سان نام ملڻ لاءِ عرض ڪيو ۽ حضور جن هن کي نام ڏيڻ لاءِ تيار ٿيا. حڪم ڏنائون تہ هيٺيون دروازو بند ڪريو ۽ ڪنهن کي بہ مٿي اچڻ نہ ڏيو ۽ رات جو ۱ وڳي نام ڏيئي واندا ٿيا. اهو شخص اوڏيءَ مهل ئي واپس اسٽيشن تي گاڏيءَ لاءِ روانو ٿي ويو. نام ڏيڻ کان پوءِ حضور جن اشنان ضرور ڪندا هئا، پوءِ ڪٿي ڪيتري بہ گرمي يا سردي هجي، بيمار هجن يا تندرست هجن.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ حضور جن هڪ چٺي، دريائي لال کي ڏني، جنهن ۾ لکيل هو تہ جيڪو ميرٺ وارو ماڻهو ٿورا ڏينهن اڳ، نام وٺي ويو هو، سو بياس مان ڏهہ ڏينهن موٽڻ کان پوءِ گذاري ويو ۽ حضور جن آخري وقت تي هنجي جيڪا سنڀال ڪئي تنهن جو احوال اُنهيءَ چٺيءَ ۾ لکيل هو.

اُنهيءَ ماڻهوءَ کي فقط بہ ڏينهن بخار آيو هو. مرڻ وقت اُٿي ويهي رهيو ۽ پنهنجي زال ۽ ٻارن کي چوڻ لڳو ”هن وقت منهنجي اندر جو پردو کلي ويو آهي، گرو مهاراج جن مون وٽ ويٺا آهن ۽ چون ٿا تہ هاڻي تيار ٿيءُ، مان توکي وٺڻ آيو آهيان. زال کي چيائين تہ تون ڪو بہ فڪر نہ ڪر، بياس، گرو مهاراج جن کي شرن ۾ هلي وڃ. پنهنجي ٻارن کي چيائين تہ جيڪڏهن توکي جنم مرڻ جي ڦاسيءَ کان ڇٽڻو آهي تہ،

جلدي وَڃي بياس ۾ حضور جن کان نام وَٺ. اُتي ڪل مالڪ منش سرير ڌارڻ ڪري آيو آهي، پر دنيا هن کي نہ ٿي سڃاڻي."

**حلال جي روزي:** حضور جن حلال جي روزيءَ جو خاص خيال رکندا هئا ۽ اڪثر فرمائيندا هئا، "من جي پوترتا لاءِ شڌ ان جو هئڻ ضروري آهي **"ڇهرو کائبو ان تهڙو ٿيندو من."** حضور جن هميشہ پنهنجي حق جي ڪمائيءَ تي گذارو ڪندا هئا ۽ پنهنجي جائز آمدنيءَ کان سواءِ ڪڏهن هڪ ڪٽو بہ غير جي ڪمائيءَ جو منهن ۾ نہ وجهندا هئا ۽ نہ ڪنهن کان هڪ پئسي جي شيءِ بہ، پنهنجي ذاتي غرض لاءِ قبول ڪندا هئا.

هڪ دفعي حضور جن کي، سوڍا بائڪارب گهرائڻي هئي ۽ دريائي لال ڇڄ کي چار آنا ڏيئي فرمايائون "ايندڙ آرتوار تي جڏهن تون ڏيري ۾ اچين، تہ هنن ئي پئسن جي سوڍا بائڪارب وٺيو اچج." حضور جن ڪڏهن ڪنهن کان ڪا بہ شيءِ نہ وٺندا هئا ۽ نہ ڪنهن جي گهر جو کائيندا هئا. جڏهن ٻاهر ستسنگ وغيره تي ويندا هئا، تہ پنهنجو ڪاڌو نهرائي پاڻ سان ڪٽي ويندا هئا. جيڪڏهن ڪجهہ ڏينهن لاءِ ٻاهر ويندا هئا تہ پنهنجو ڪاڌو ناهڻ لاءِ رسويو پاڻ سان وٺي ويندا هئا. هوُ پوري قيمت ڏيڻ کان سواءِ ڪڏهن بہ ڪنهن جي شيءِ قبول نہ ڪندا هئا. بعضي ڪي ستسنگي، وڏي پريم سان ماکي يا ڪشمير جا صوف يا ڪوئيٽا جون باداميون آڻيندا هئا. حضور جن اُنهيءَ جي قيمت جا پورا پئسا ڏيئي پوءِ اُها شيءِ قبول ڪندا هئا ۽ چوندا هئا، "مون کي توهانجي پريم جي ضرورت ۽ اُنهيءَ جو قدر آهي ۽ انهن شين جي ضرورت نہ آهي." ٻيبي رلي، ستسنگين کي هميشہ چوندي هئي، "حضور جن ڪا بہ شيءِ کائين تہ ڪو نہ ٿا، پوءِ ڇو خوامخواهہ هنن جا ٻيڻا پئسا خرچ ٿا ڪرايو. آئينده جيسنائين توهان کي لکيو نہ وڃي، تيسنائين ڪا بہ شيءِ نہ آڻيو."

حضور جن چوندا هئا **"جيڪو بہ ساڌو، ڪنهن جو هڪ بہ داڻو کائي ٿو، تہ اُهو ڏيڻ واري جي ڪرمن جو بوجو ٿو ڪٽي ۽ اُنهيءَ جي ڏيڻ بنا هو نہ ڇٽندو."** ٻيڪي ساڌو، نڪاڻي جا مهنت يا پوُڄاري، پوڄا جي پئسن وٺندڙ گرنٿين ۽ ٻين اهڙن ماڻهن کي جن جو گذر ٻين جي ڪمائيءَ تي هوندو هو، تن کي نام ڏيڻ کان هو انڪار ڪندا هئا.

حضور جن اڪثر ستسنگ ۾ فرمائيندا هئا تہ **سچو گرو، سک جي هڪ پائي بہ نٿو وٺي،** جيڪو گرو شش کان رپيا پيسا وٺي، پنهنجي ٻارن ٻچن کي پالي ٿو، اُهو گرو نہ آهي، پر هڪ منگتو ۽ بکاري آهي. گرو داتا آهي. هو حق حلال جي ڪمائي ڪري، پنهنجن ٻارن ٻچن کي پالي ٿو ۽ جيڪي بچيس ٿو سو خدا جي خلق جي خدمت ۾ لڳائي ٿو. گرو نانڪ جن چيو آهي:

**گر پير سڏائي منگڻ جائي، تاڪي مور نہ لاگو پائي،**
**گهال کائي ڪجهہ هٿوُن دي، نانڪ راهہ پڇاڻي سي،**

يعني جو گرو پاڻ کي پير سڏائي، ماڻهن جي رهين پئسن مان پنهنجو پيٽ پالي ٿو، اُهو گرو نہ آهي، پر هڪ پينو آهي. اُنهيءَ اُنهيءَ جي پيرن تي ڪڏهن بہ متو نہ ٽيڪيو. جيڪو حق حلال جي ڪمائي ڪري، پنهنجو ڪٽنب ٿو پالي ۽ جيڪي ڪيس بچي ٿو اُنهيءَ مان ساڌو سنتن جي شيوا ٿو ڪري اهو ئي حق جي راهہ ڄاڻي ٿو.

جيڪي بہ وڏي درجي وارا فقير ۽ مهاتما ٿيا آهن، تن پنهنجي هٿن سان پورهيو ڪري، پنهنجو گذران ڪيو آهي. ڪبير صاحب ڪپڙو اُڻيو، رويداس جتين جي مرمت ڪئي. گرو نانڪ صاحب ڪرتارپور ۾ پوک ڪرائي. **جيڪو بہ شخص حق حلال جي روٽي نٿو ڪائي، اُهو پچن سمرن هرگز نہ ڪري سگهندو.**

مولانا روم فرمايو آهي "پرماتما جي بندگي لاءِ حلال جو ڪاڌو ضروري آهي تہ متان اهو دک ۽ خرابي پيدا نہ ڪري! حلال جي روزيءَ سان علم، سياڻپ، عشق ۽ بره پيدا ٿا ٿين. گرو، شبد جو شوق ۽ مالڪ جي ملڻ جو پيار حلال جي روزي پيدا ٿي ڪري ۽ انهيءَ مان تنهنجي پاڪ دل ۾ مالڪ جو شوق ۽ اکين ۾ نور پيدا ٿو ٿئي. جنهن ڪاڌي ڪائڻ مان حسد، غفلت ۽ جهالت وڌي، انهيءَ کي حرام جي ڪمائي ڪري سمجهو."

ڪبير صاحب جن بہ فرمايو آهي تہ:

**گرهي ڪا ٽڪرا بـرا – جـاڪي نـوَ نـوَ اُنگـال دانـت،**
**پچـن ڪـري تـو اُبـري – نهـين تـو ڪـاڍي آنـت.**

يعني پرائي گهر جو ٽڪرو ڏاڍو برو آهي، جنهن ۾ نوَ نوَ آگر جيڏا ڏند آهن، اهو پچن ڪرڻ سان هضم ٿيندو، نہ تہ اهو آندا ئي ڪڍي ڇڏيندو.

نام وٺڻ کان پوءِ حضور جن جو اهو قاعدو هوندو هو تہ جيڪو بہ پگهار ڪين ملندو هو، سو سڀ آڻي حضور باباجي مهاراج جين اڳيان رکندا هئا. اُنهيءَ مان جيڪو بہ باباجي مهاراج جن ڏيري جي خرچ لاءِ مناسب سمجهندا هئا، سو رکي، باقي هنن کي گهر خرچ لاءِ ڏيندا هئا. جيستائين باباجي مهاراج جي حيات هوا، تيستائين سندن اِهو ئي طريقو رهيو. باباجيءَ جي وقت ۾ جيڪي عمارتون ڏيري ۾ ٺهيون سي سڀ حضور جن جي ڏنل رپين مان ٺهيون هيون.

**ستسنگ ۽ نام:** حضور جن عام ستسنگ پهرين 1910ع ۾ جاري ڪيو. پنجاب جي اُها حالت هئي، جو اصلي روحانيت هتان گم ٿي ويئي هئي. گرو نانڪ صاحب جي پڳتي مارگ جي تعليم جو اثر بلڪل گهٽجي ويو هو. سرت شبد مارگ يعني انحد شبد جو ابياس ۽ پنجن نامن جي پيد کان ڪير بہ واقف ڪين هو. گرو نانڪ صاحب جن جي گهر جا ودوان سک بہ، گرو گرنٿ صاحب جي تعليم کي ويدانت ۽ يوگ سان پيٽڻ ۾ فخر سمجهندا هئا. ڪو گرو نانڪ صاحبن کي ويدانتي سمجهندو هو ۽ ڪو ڪين يوگي مت جو گرو سمجهندو هو ۽ ڪو وري هنن کي ديوي ديوتان جو اُپاسڪ بيان ڪندو هو. گرو مت جي جن بنيادي اُصولن جي قائم ڪرڻ لاءِ، گرو صاحب جن پنهنجي

مثال سان، جنهن سچائيءَ کي ثابت ڪرڻ لاءِ هنن پنهنجي جان قربان ڪئي هئي، اُنهيءَ جي پاڙ، کهاڙيءَ سان ڪٽڻ شروع ٿي ويئي هئي. گرو صاحب جن ته دهل تي ڏونڪو هڻي پڪاريندا هئا ته:

**مت ڪوئي پرم پلي سنسار، گر بن ڪوئي نه اُترس پار.**

**بن گرپوُري ڪوئي نه پاوي، لک ڪوٽي جي ڪرم ڪماوي.**

انهيءَ تعليم جي برخلاف، ته گروءَ کان سواءِ ڪا به مکتي حاصل نٿي ٿي سگهي، سکن ۾ گرو ڪرڻ جي سخت مخالفت جاري ٿي ويئي هئي. گرو پڳتي ۾ شبد ابياس جو ڪو به نالو نه ڄاڻندو هو. انگريزي تعليم جي اثر هيٺ نوجوان ناستڪپڻي جي طرف ڪرندا پئي ويا. غريب پنگي ۽ چمار وغيره، غربت ڪري عيسائي ٿيندا پئي ويا. دنيا زور ۽ شور سان اڌرم جي طرف تڪڙو پئي وڃي ۽ ايشور مان ماڻهن جو وشواس نڪرندو پئي ويو.

رحمت جي بادلن وسڻ کان اڳ، آسمان ۾ ڪارن ڪڪرن ظلم جي ڪارن بادلن سان طوفان ٿو اچي ۽ ڪال جي انيائي هٿن سان جيو تمام دکي ٿا ٿين، تڏهن ست پرش ديال رحم ڪائي، منش جو جنم وٺي دنيا ۾ اچي ٿو.

شروع ۾ جيترو زور سان ستسنگ حضور جن جو شروع ٿيو. اوترو زور سان، ماڻهن انهيءَ جي مخالفت ڪئي.

1911ع ۾ حضور جن پينشن وٺڻ کان پوءِ جڏهن ڏيري ۾ ستسنگ شروع ڪيو، تڏهن ستسنگين جو ٿورو تعداد هوندو هو. بابا جئمل سنگهه جي مهاراج جن اٽڪل 2400 ماڻهن کي نام دان ڏنو هو. جن مان ڪيترا گذر ڪري ويا هئا. انهيءَ وقت هر ڪنهن آرتوار تي وڏو ستسنگ ٿيندو هو جنهن ۾ اٽڪل ٻه ٽي سئو ماڻهو ايندا هئا. هستي آهستي سنگت وڌندي وڃي لکن سان لڳي.

حضور جن ٻه لک اٺن هزارن کي نام دان بخشيو ۽ 2 اپريل 1948ع ۾ صبح جو ساڍي اٺين وڳي چولو ڇڏيو ۽ پنهنجي جاءِ تي سردار بهادر جڳت سنگهه جن کي وصعيت ڪري مقرر ڪري ويا.

# سردار بهادر جڳت سنگھ جي مهاراج

سردار بهادر جڳت سنگھ، جن جو جنم 28 جولاءِ 1884ع ۾ ٿيو هو. سندن پتا جو نالو سردار ٻولا سنگھ هو، جو نوسي ڳوٺ ضلعي جلندر ۾ هڪ وڏو زميندار ۽ ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جو ميمبر پڻ هو.

سردار بهادر جن جلندر ۾ تعليم حاصل ڪئي جتان مئٽرڪ پاس ڪري پوءِ گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ داخل ٿيا، جتي هنن ايم. ايس.سي M.Sc جي ڊگري حاصل ڪئي

سندن ڪلاسي چوندا هئا ته، جڳت سنگھ شرافت ۽ سادگيءَ جو پتلو هوندو هو. اعليٰ چال چلت ۽ نفس کي پنهنجي هٿ هيٺ رکڻ ڪري ڪاليج ۾ سڀ هن کي "گروجي" ڪري سڏيندا هئا. پهرين هنن کي لائلپور گورنمينٽ ائگريڪلچر ڪاليج ۾ ڪيمسٽريءَ جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو. جتان وائيس پرنسيپال جي عهدي تان هنن ريٽائرڊ ڪيو.

ڪاليج جو پرنسيپال مسٽرلانڊرس هنن جي قابلهيت ۽ لياقت مان ايترو ته خوش هو، جو هن سڄي ڪاليج جو انتظام هنن جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ هو ڪو به ڪم هنن جي صلاح ڪان سواءِ ڪو نه ڪندو هو.

1908ع ۾ سردار بهادر جن حضور جن مهاراج بابا ساوڻ سنگھ جي چرنن ۾ آيا ۽ نام وٺي هنن تمام گهٽي ڪمائي هئي. پنهنجي رهڻ جي گهر جو سڄو انتظام هنن پروفيسر لالچند کي سپرد ڪيو جو هنن جي صحبت ۾ ستسنگي ٿي پيو هو. هو پاڻ وٽ پگهار مان پائي به نه رکندا هئا ۽ سڄو پگهار پروفيسر لالچند جي هٿ ۾ ڏيندا هئا. اُنهيءَ مان هنن ڪيترن غريب شاگردن جون فيون ۽ ٻيو خرچ ڏيئي هنن کي وڏي تعليم ڏيارڻ لاءِ موڪليائون، جنهن جي خبر لالچند کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به ڪانه هئي.

1099ع ۾ نام وٺڻ کان پوءِ، هنن جي حياتيءَ ۾ ڦيرو اچي ويو ۽ هنن جو سڄو لاڙو پرمارٿ جي طرف ٿي ويو. انهيءَ وقت ۾ هو برادريءَ ۾ ڪنهن جي موت تي ويا هئا ۽ اُتي گرنٿ صاحب جي پاٺ ۾ شامل ٿيڻ جو کين اُتي موقعو مليو. گرنٿ صاحب جو پاٺ ته اسان به ٻڌو آهي ۽ ٻڌون پيا، هڪ ڪن سان ٻڌوسين ۽ ٻئي ڪن کان اُهو نڪري ويو. پر جيڪي آتمائون، سچ کنڊ کان، ڪنهن خاص ڪم لاءِ هن دنيا ۾ اچن ٿيون، تن جي چال ۽ هلت بلڪل نرالي ٿي ٿئي. گرنٿ صاحب ۾ هڪ تڪ اچي ٿي.

اَوَر ڪاج تيري ڪِتي نه ڪام، مل ساڌ سنگت ڀڄ ڪنول نام،
سر انجام لاگ ڀوَجل ترن ڪي، جنم برٿا جات رنگ مايا ڪي.

يعني ساڌ سنگت ۽ پڇن کان پوءِ، تنهن جا پيا سڀ ڪم. ڪنهن بہ ڪم جا نہ آهن. سنسار روپي پوَ ساگر مان ترڻ لاءِ سخت ڪوشش ڪر. مايا جي رنگ ۽ دنيا جي تماشن ۾ تنهنجو جنم برباد ٿيندو پيو وڃي.

بس اِها تڪ اوڏيءَ مهل پنهنجو ڪم ڪري ويئي. هنن جي طبيعت هميشہ ويچاروان هوندي هئي ۽ شروع ۾ ئي هنن جي عملي جيون هئي" هر وقت اِهي تڪون سندن زبان تي هونديون هيون. هنن جي من اهو فيصلو ڪيو هو تہ جڏهن منش جنم جو اصلي مقصد، سر انجام لاگ پوجل ترن ڪي، يعني پوَجل مان ترڻ لاءِ سخت ڪوشش ڪرڻ لاءِ آهي تہ پوءِ، "پچ ڪيوَل نام ئي" منش جنم جو اصلي مقصد تي ٿو وڃي. انهيءَ آدرش کي پنهنجي اڳيان رکي هو سڄي عمر انهيءَ تي پڪا رهيا.

اڃا سندن شادي ڪا نہ ٿي هئي. هنن جي ماتا سندن مڱڻو ٻالڪپڻي ۾ ئي ڪري ڇڏيو هو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ گهر ۾ سندن شاديءَ جو ذڪر هليو. هنن جواب ڏنو تہ گرنٿ صاحب ۾ انهيءَ ڪم جو ڪٿي ذڪر ڪيل آهي؟ گرو صاحب جن تہ "پچ ڪيوَل نام" يعني فقط نام جي سمرڻ ڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي. ڪيتري وقت تائين انهيءَ لاءِ گهروارا زور ڏيندا رهيا ، پر اِها سڄي سندن ڪوشش اجائي ثابت ٿي. سندن سڳو سوٽ سردار پڳت سنگهہ جلندر ۾ وڪيل هو، تنهن اها سموري ڳالهہ وڃي حضور مهاراج بابا ساونڻ سنگهہ جن جي اڳيان پيش ڪئي ۽ عرض ڪيو "حضور! ڪيترن سالن کان منهنجي پيءُ ۽ منهنجي چاچي، هن جو مڱڻو هڪ سني خاندان ۾ ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڇوڪري بہ هن وقت ڪافي وڏي ٿي ويئي آهي، جيڪڏهن هن وقت مڱڻو رد ڪبو تہ سڄي علائقي ۾ بدنامي ٿيندي ۽ ڏاڍي گهٽتائي ٿيندي."

انهيءَ تي حضور جن حڪم ڏنو تہ، سيني گرو صاحب جن ۽ ڪامل فقيرن شادي ڪئي آهي. اولاد لاءِ بہ اهو حڪم مڃڻ ضروري آهي، تنهن ڪري شادي ٿيڻ گهرجي. حڪم موجب هنن تہ شادي ڪئي، پر پنهنجي اِستري سان گڏ لائلپور ۾ فقط ٿورا مهينا رهيا. جڏهن هڪڙو پٽ ڪين ڄائو تڏهن هنن ڪيس چيو "هاڻي توکي رانديڪو مليو آهي، انهيءَ سان راند ڪندي رهہ." جنهن کان پوءِ هوءَ سڄي عمر نوُسي ڳوٺ ۾ ئي رهي.

انهيءَ وقت کان پوءِ سندن حياتي هڪ زاهد ۽ فقير جي زندگي تي پيئي. دنيا جا رنگ ۽ تماشي جي ڪين ڪا بہ تمنا نہ هئي ۽ نہ انهن ڪمن لاءِ ڪين ڪا فرصت ئي ملندي هئي، نہ هنن کي ڪاڻ پيئڻ جو شوق هو ۽ نڪي ڪلب يا تماشي ۾ وڃڻ جي ڪڏهن هنن جي دل هوندي هئي. هو پنهنجن فرضن جي پوري ڪرڻ ۾ ئي مشغول هوندا هئا. رڳو ڪاليج ۾ ويندا هئا ۽ انهيءَ کان پوءِ سڄو وقت مالڪ جي ياد ۾ پڇن سمرن ۾ گذاريندا هئا.

منجهند جو کاڌي لاءِ جڏهن ڪاليج کان ايندا هئا تہ جيتري ۾ سندن نوڪر کاڌو، ميز تي آڻي رکندو هو، تنهن وچ ۾ جيڪو بہ وقت ملندو هون، سو اجايو نہ

وڃائيندا هئا ۽ اهو وقت پرارٿنا واري ڪمري ۾ هليا ويندا هئا. ويھ پنجويھ منٽ جيڪي بہ انهيءَ ۾ ڪين ملندا هئا، اُهي پڇن ۾ صرف ڪندا هئا. شام جو گهمڻ ضرور ويندا هئا. ليڪن هميشہ اڪيلا ويندا هئا. ڪڏهن پروفيسر لالچند جو پهرين سندن شاگرد هو ۽ پوءِ سندن ڪاليج ۾ پروفيسر ٿيو، سو گڏ گهمڻ ويندو هون. ٻئي ماٺ ميٺ ۾ پنهنجو سمرڻ ڪندا ويندا هئا ۽ سئر تان واپس اچي وري پڇڻ ۾ وهندا هئا. سندن هلت جو حال هيٺئين شعر موجب هو.

ڪيا خاڪ سير ڪيجئَي، دنيا ئَي رنگ بوُ ڪي،
مهلت نہ آرزو ڪي، فرصت نہ جستجوُ ڪي.

يعني تہ دنيا جا رنگ ۽ تماشا، جي سڀ خاڪ تي مٽيءَ ۾ ملي ويندا، تن جي پٺيان ڇا ڊوڙيو! انهن کي هٿ ڪرڻ لاءِ نہ اسان کي دل آهي ۽ نڪي ڪي انهن کي ڳولهڻ لاءِ اسان کي ڪو وقت ئي آهي.

جيترو عرصو هو لائلپور ۾ هئا، انهيءَ وقت سندن هي طريقو هوندو هو، جو هر ڪنهن ڇنڇر جو ڪاليج بند ٿيڻ ڪان پوءِ، سڌو بياس ويندا هئا ۽ آرتوار جو سڄو ڏينهن گروءَ جي چرنن ۾ گذاري، راتو رات سفر ڪري سومر ڏينهن صبح جو پنهنجي ڊيوٽيءَ تي اچي حاضر رهندا هئا.

سڄي عمر هنن پنهنجي من ۽ سرير تي سخت ضابطو رکي ۽ سدائين تپ جي زندگي گذاري. هنن ايتري قدر خاموشي اختيار ڪئي هئي، جو سواءِ ڪنهن ضروري ڳالھ جي، ڪڏهن خاص دوستن سان بہ چپ نہ چوريندا هئا.

رپئي پئسي ۾ ايترا تہ بي پرواھ هئا جو سندن پگهار مان بہ سئو رپيا خرچ لاءِ، پروفيسر لالچند رکي، باقي رپيا سندن سوٽ سردار ڀڳت سنگھ وڪيل کي، سندن گهر جي خرچ لاءِ موڪلي ڇڏيندو هو. سندن ڀنين جي ڪمائي ۽ مڪانن جي مسواڙ بہ هو اُڳاڙيندو هو. جڏهن پينشن ورتائون تڏهن سندن پراويڊنٽ فنڊ٭ جا هزارين رپيا هنن سڌو آٽي سردار ڀڳت سنگھ کي ٻڌائڻ بنا، سندس منشيءَ کي ڏيئي هن جي (ڀڳت سنگھ جي) پاس بڪ ۾ جمع ڪرائي ڇڏيا. منشيءَ جڏهن اهو ذڪر سردار صاحب سان ڪيو تڏهن هن جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو.

دنيا جي زر، مال ۽ عهدي جي بي پرواهيءَ جو سندن بيو بہ مثال ڏجي ٿو. جڏهن سندن ڪاليج جو انگريز پرنسيپال رٽائرڊ ٿيو، تڏهن سندس جاءِ تي پرنسيپال ٿيڻ جو حق سردار بهادر جن جو هو. پر سرڪار هنن جو حق ريٽي، هڪ جونيئر مسلمان پروفيسر جو سندن شاگرد ٿي رهيو هو، تنهن کي، هڪ وزير جي مائٽ هئڻ سبب پرنسيپال ڪيوويو. انگريز پرنسيپال ۽ ٻيا سڀ اهو ڏسي حيران ٿي ويا! سيني دوستن ۽ مٽن، مائٽن، سردار بهادر جن کي زور ڪيو تہ انهيءَ بي انصافيءَ جي خلاف ضرور اپيل ڪرڻ گهرجي. بلڪہ راءِ بهادر لالا شنڪرداس سرڪاري وڪيل جو سندس

گهرو دوست هو ۽ پروفيسر لالچند هڪ اپيل بہ ٺاهي ۽ ٽائيپ ڪري رکي هئي، ليڪن هنن اها موڪلڻ کان صاف انڪار ڪيو. جڏهن انهن دوستن انهيءَ ڳالهہ جو ذڪر حضور مهاراج جن سان ڪيو، تڏهن حضور جن کين چيو "چو، جڳت سنگها تو مون سان بہ انهيءَ ڳالهہ جو ذڪر نہ ڪيو؟" تڏهن هن جواب ڏنو "حضور! منهنجي سرڪار نہ توهين آهيو، جيڪڏهن اهو حڪم ڪنهن ٻئي جو هجي ها تہ مان اپيل ڪريان ها، مون کي ڪا بہ شڪايت نہ آهي، جنهن جاءِ تي حضور جن منهنجو رهڻ مناسب خيال ڪيو آهي، اهو بلڪل دوست ۽ نيڪ آهي.

انهيءَ وقت حضور دين ديال جي رحمت ۽ بخشش جا دروازا کلي ويا ۽ فرمايائون "ٻڌاءِ تہ هن وقت توکي ڇا گهرجي؟ گهر جيڪي گهرڻو اٿيئي" هنن جواب ڏنو، "مون کي تہ توهان جي رحمت جي نظر گهرجي." انهيءَ کان پوءِ جيڪي هنن کي ڏنو سو سيني کي معلوم ٿي آهي.

جڏهن حضور مهاراجن، هڪ وقت هنن کي گريائي جي ڪم سنڀالڻ لاءِ چيو، تڏهن جا ڏينتا هنن ڏيکاري تنهن جو مثال دنيا ۾ مشڪل لڀندو! هنن اکين ۾ ڳوڙها آڻي، صاف انڪار ڪري بلڪل عاجزيءَ سان عرض ڪيو، "حضور ! اهو ڪم تہ بادشاهن جي لائق آهي ۽ حضور جن ئي بادشاه آهن، مان تہ فقط هڪ خسيس نوڪر خادم ۽ ناچيز بندو ٿي رهڻ چاهيان ٿو!" بعد ۾ ٻئي دفعي حضور مهاراج جن جي زور ڪرڻ ڪري ۽ حضور جن جي فقط حڪم مڃڻ لاءِ، اهو ڪم هنن سنڀاليو، ليڪن هنن جي ها خواهش ڪڏهن بہ نہ هئي.

هو هميشہ پنهنجي سنگروءَ کي ڪل مالڪ سمجهندا هئا ۽ هنن ڪڏهن بہ گروءَ ۾ منش ڀاوَ نہ آندو. گرو جي پريم جو هو زنده مثال هئا. سندن شرن ۽ وشواس بنسبت هڪ ڳالهہ هڪ دفعي پروفيسر لالچند ٻڌائي، تہ جڏهن سردار بهادر جن لائلپور ۾ رهندا هئا، تنهن وقت سائين ليسوڙي شاه هڪ نهايت مشهور ڪمائيءَ وارو فقير اُتي رهندو هو. پري پري کان ماڻهو هن جو درشن ڪرڻ ۽ ڪانئس ڪجهہ برڪت گهرڻ ايندا هئا. هو حضور بابا ساوڻ سنگهہ مهاراج ۾ وڏو عقيدو رکندو هو ۽ چوندو هو تہ حضور جن سڀني دنيا جي فقيرن جا بادشاه آهن. جڏهن بہ ڪو سنگتي لائلپور ۾ هن وٽ ويندو سو ... هو کيس چوندو هو تہ، منهنجا سلام حضور جن جي خدمت ۾ ضرور پهچائجو. هڪ دفعي سردار بهادر جن پنهنجي نوڪريءَ جي وقت ۾ هن وٽ ويا هئا ۽ هو کين ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پنهنجي آسڻ تان اُٿي هنن کي ڀاڪر پائي گڏيو. خوشي ۾ اچي فرمائين "چئہ تہ هن وقت سڀ مٿيون روحاني منزلون تنهنجي لاءِ کولي ڇڏيان!" سردار بهادر جن صاف انڪار ڪيو ۽ چيائون، "نہ سائين جي! توهان جي وڏي مهرباني!" اهو ٻڌي هو حيران ٿي ويو تہ ماڻهو مون وٽ هڪ ڪٽي لاءِ ڊوڙندا ٿا اچن ۽ مان هن کي تہ ساري روحاني دولت مفت ٿو ڏيان، پر هي اِها ونڻ کان صاف انڪار ٿو ڪري! وري ٻيو دفعو چيائين "هن وقت جيڪي گهرين سو ڪريان، چئہ ڇا گهرجيئي؟"

وري ٻه سردار ٻهادر جن چيو، ”سائين! جيڪڏهن توهان کي ڪجهه ڏيڻو ٻه آهي ته ٻه مون کي ڪجهه ٻه نه ڏيو. جيڪي ٻه مون کي ونڻو آهي، سو، مان پنهنجي مرشد کان وٺندس. جڏهن هنن جي مرضي هوندي تڏهن هو مون کي ڏيندا!“

اهو ٻڌي ليسوڙي شاهه قربان ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو، ”واهه! گروءَ تي پروَسو ۽ وشواس هجي ته اهڙو ئي هجي!“

انهيءَ کان پوءِ جڏهن سردار ٻهادر جن چنچر ڏينهن بياس آيا ته حضور جن هنن کي ڏسي کلي ڏنو ۽ پڇيائونس، ”ليسوڙي شاهه جو ڪهڙو حال آهي؟“ پوءِ ديا جي موج ۾ اچي سردار ٻهادر جن کي پرساد گهرائي ڏنائون ۽ انهيءَ کان ڪيترائي دفعا وڏيڪ ڪين ڏنو، جو سائين ليسوڙي شاهه کان ونڻ جو هنن انڪار ڪيو هو.

حضور جن جي حڪم سان نوڪريءَ جي وقت لائلپور ۾ هو ستسنگ ڪندا هئا. هنن جو ستسنگ مردهه دلين ۾ جان ڦوڪيندو هو. هنن جي حياتي سادگي، علميت، پڳتي ۽ روحانيت جو هڪ بي مثل نمونو هو. جنهن ڪرسيءَ يا پلنگ تي حضور جن وهندا هئا، تنهن تي هو ڪڏهن ٻه نه ويهندا هئا ۽ سدائين انهيءَ اڳيان سر جهڪائيندا هئا. گاديءَ تي وهڻ کان پوءِ جڏهن هنن حضور جن جي حويليءَ ۾ رهائش ڪئي، تڏهن صرف هڪ ننڍي ڪٽ جنهن تي هڪ فراسي ۽ وهاڻو رکيو رهندو هو، تنهن تي وهندا هئا. ڏينهن هجي يا رات هجي، جنهن ٻه وقت ڪو جڳياسو هنن وٽ ايندو هو ته هو هيٺ لهي، هن سان روحانيت تي ڳالهه ٻولهه شروع ڪندا هئا. هنن اٽڪل چوويهن هزار جيون کي نام دان ڏنو ۽ 22 آڪٽوبر 1951ع جو جوت ئي جوت ۾ سمايا. چولي ڇڏڻ کان پهرين، هو پنهنجي جڳهه تي وهڻ جو وصيت نامو مهاراج چرن سنگهه جي نالي گديءَ تي وهڻ جو ڪري ويا.

**نوٽ:** لائلپور ڪاليج وارو انگريز پرنسيپال ريٽائرڊ ڪرڻ کان پوءِ ڏيري ۾ اچي، هنن کان نام جي بخشيش وٺي ويو هو.

## سردار ٻهادر مهاراج جا چونڊ وچن

(1) رڳو گروءَ کان نام وٺڻ سان ڪو ماڻهو ستسنگي نٿو ٿي پوي، بلڪ سنت مت جي اُصولن موجب حياتي ڳاهڻ ضروري آهي.

(2) ٿورو ئي عمل، گهڻي علم کان بهتر آهي. فقط اُصولن جي خبر هئڻ مان ڪهڙو فائدو، جيڪڏهن اُنهيءَ مطابق ماڻهو نه هليو ته اُهو علم سڀ اجايو آهي. اهو ائين آهي جهڙو گڏهه جي پٺيءَ تي ڪتابن جو لڏو لڏڻ.

(3) اسان جو شرير هر مندر آهي، جنهن ۾ پرماتما رهي ٿو. انهيءَ سچي مندر کي ماس، بيضا، شراب، ڪباب سان گندو نه ڪريو. نڪي ڪوڙ، نڱي، ڪام، ڪاوڙ،

لوڀ، لالچ، نفرت، وڏائي ۽ ٻين سنساري واشنائن کي انهيءَ ۾ داخل ڪريو. انهيءَ سرير کي ڀڳوان جي رهڻ جي لائق بڻائڻ لاءِ هن کي نرمل ۽ پوتر ٿا هي رکو.

(4) ڪا به مفت شيءِ نہ حاصل ڪريو، ائين ڪرڻ سان هڪ نئين قرض ۾ پاڻ کي ڦاسائڻو آهي. جيستائين هن دنيا ۾ ڪنهن کي بہ هڪ پائي بہ ڏيڻي آهي، تہ ان جي ادا ڪرڻ لاءِ جنم وٺڻو پوندو. قيمت جي ادائي چاهي توهين نقديءَ ۾ ڏيو، يا جنس ۾ ڏيو يا پنهنجا نيڪ ڪرم ڏيڻي ڪريو، ليڪن ڏيڻ بنا اصل ڇوٽڪارو نہ آهي.

(5) نوجوان ستسنگي هڪ نوجوان وڏوا زال وانگر آهي. ٻنهي کي گهرجي تہ هميشہ گروءَ جي قلعي اندر بند رهن ۽ سدائين گروءَ جي آگيا جهلي هلن ۽ هن جي ٻڌايل اُصولن کان هڪ بہ قدم ٻاهر نہ رکن ۽ پنهنجي رهڻ لاءِ انهيءَ قلعي ۾ هڪ ننڍي ڪوٺڙيءَ جي چئن ڀتين اندر رهن. اُهي ڀتيون آهن (1) خاموشي (2) ٿورو کائڻ (3) ٿورو سمهڻ (4) اڪيلائي.

(6) ستسنگيءَ کي هميشہ ويچار ڪرڻ جي عادت هئڻ گهرجي. اسين ڪاوڙ ۾ ڇو ٿا اچون؟ ڇاڪاڻ تہ اسان جي اندر ۾ ويچار نہ آهي. ماءُ پنهنجي پٽ جي مرڻ تي ڇو ٿي روئي ۽ ورلاپ ڪري؟ مايا وڃڻ تي ماڻهو ڇو ٿا آپگهات ڪن؟ اهو سڀ انهيءَ ڪري آهي تہ اُهي سڀ ويچارن کان ڪم نٿا وٺن. هميشہ ٿڌيءَ دل سان ويچار ڪريو ۽ پوءِ قدم کڻو.

(7) چنتا ۽ فڪر ڪرڻ سان ڪو بہ مسئلو حل نہ ٿو ٿئي. چنتا جي ماءُ بي سمجهي آهي، پنهنجي دکن ۽ مصيبتن کي ڪل خوشيءَ سان اُڏائي ڦٽو ڪريو. انسان ۾ فڪر جي عادت مان اهو ٿو ظاهر ٿئي تہ، هن کي پرماتما جي ديا ۽ مهر تي ڪو بہ ڀروسو نہ آهي. پرماتما کي سندس مرضيءَ موجب هلڻ ڏيو ۽ اِها خواهش نہ ڪريو تہ پرماتما توهانجي مرضيءَ موجب هلي! بلڪ هن جي رضا ۾ راضي رهڻ جي ڪوشش ڪندا تہ ڪڏهن بہ توهين دکي نہ ٿيندا.

(8) پنهنجين ضرورتن ۽ خواهشن کي گهٽايو. جنهن اِنسان کي ڪنهن بہ شيءِ جي ضرورت نہ آهي، اُهوئي بادشاهن جو بادشاهہ آهي.

"جس ڪو ڪڇُو نہ چاهيئي ووهي شهنشاهہ"

(9) روحاني ترقيءَ لاءِ نيڪ چال چلت رکو.

"جهان ڪام وُهان نام نهين." ڪام ۽ نام اهي ٻئي هڪ ٻئي جا دشمن آهن. پنهنجي اندر مان ڪام جي خواهش ڪڍي ڇڏيو. وشيہ جي ڀوڳن جي خواهش رکڻ ۽ پوءِ سچ کنڊ ۾ داخل ٿيڻ جي اميد رکڻ، اهو پنهنجو پاڻ کي دوکو ڏيڻو آهي. اهڙي ماڻهوءَ لاءِ سچ کنڊ جو دروازو ڪڏهن بہ نہ کلندو!

(10) اسان جون ارداسون ۽ پرارٿنائون بلڪل بي فائدي ۽ اجايون آهن، جيڪڏهن اُنهن سان گڏ پرماتما جي دروازي کولڻ لاءِ اسين پوري پوري ڪوشش نہ

ڪنداسين. ستگرو جاڻي ٿو تہ اسان جي پرارٿنا سچي آهي يا بناوٽي. ياد رکو ستگروءَ کي دوکو نہ ٿو ڏيئي سگھجي، تنهن ڪري هميشہ سچائيءَ سان ڪم ڪريو.

(11) مصيبت، پريشاني، تڪليفون ۽ بيماري اهي سڀ اسان جي بهتريءَ لاءِ اچن ٿيون. اهي اسان کي وڌيڪ سنو بڻائڻ ۾ مددگار ٿي مالڪ ڏانهن زياده ويجهو ٿيون آهن آڻين.

ڪرشن ڀڳوان ڀاڳوت ۾ اوڌوَ کي فرمايو آهي تہ مان پنهنجن پيارن ڀڳتن کي ٽي وڌيون قيمتي سوغاتون ٿو ڏيان، (1) ٿوري غريبي (2) ٿوري بيماري (3) ٿوري نرآدري، انهيءَ جو مطلب اهو آهي تہ ايشور جي پراپتيءَ جي رستي ۾ سنساري پدارٿن جو موهہ، وڏائي، حشمت ۽ ايمان، اهو سڀ وڏيون رڪاوٽون آهن. حضرت عيسيٰ سچ چيو آهي تہ ”اُٺ جو سئيءَ جي ناڪي مان نڪرڻ سولو آهي، انهيءَ جي ڀيٽ ۾، هڪ امير ماڻهوءَ لاءِ مالڪ جي محل ۾ داخل ٿيڻ ڏکيو آهي.“

(12) ڪڏهن بہ ڪنهن جي نندا نہ ڪريو. اِهو مهاپاپ آهي. ڪڏهن بہ ڪنهن جي دل نہ ڏکويو. انهيءَ جهڙو پاپ ٻيو دنيا ۾ ڪونهي.

# حضور چرن سنگھ جي مهاراج

مهاراج چرن سنگھ جي (موجوده مهاراج جن) سردار هربنس سنگھ جا وڏا پٽ ۽ حضور مهاراج بابا ساوڻ سنگھ جا پوٽا آهن. سندن جنم 12 ڊسمبر 1916ع ۾ موگي ضلعي فيروزپور ۾ سندن ناناڻي گهر ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي حضور مهاراج جن جو هنن تي گهڻو پيار هوندو هو. جڏهن هو بالغ ٿيا، تڏهن حضور مهاراج جن هنن جو عقل ۽ سياڻپ ڏسي، ڏيري جي انتظام بابت يا ڏيري جي ٻيءَ ڳالھ ۾ هنن کان صلاح وٺندا هئا. هنن به ڪڏهن حضور مهاراج جن کي ڏاڏي جي پاوَ سان نہ ڏٺو، بلڪ هميشہ هنن کي پوُرن پرش جا اوتار سمجهي، سندن حڪم جي پيروي ڪندا هئا. ننڍي هوندي کان ئي کين سنگت جي شيوا جو شوق هوندو هو. اجا ڇهن سالن جا هئا تہ، سندن عمر جيڏن ڇوڪرن سان گڏ، حضور مهاراج بابا ساوڻ سنگھ جن جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيائون تہ، مان بہ ڪجھ شيوا ڪرڻ چاهيان ٿو، ٻڌايو تہ مان ڪهڙي شيوا ڪريان؟ حضور جن ڏاڍا خوش ٿيا ۽ کلي چيائون تہ توکي اُها شيوا ڏيندس جا ٻيو ڪير بہ نہ ڪري سگهندو. پوءِ پنهنجن هٿن سان هنن کي ۽ سيني ٻارن کي لڏون ورهائي ڏنائون. موجوده مهاراج جن ڏانهن نهاري چيائون تہ ڏيري ۾ رولوُ ڪتا گهڻا ٿي پيا آهن ۽ سيني کي تنگ ٿا ڪن. تنهنجي شيوا اها آهي تہ ڪنهن بہ ڪتي کي ڏيري ۾ رهڻ نہ ڏي. ٻيا ڇوڪرا تہ پرساد وٺي ٻاهر هليا ويا، مگر هي هڪ نرالو عجيب بالڪ چوڻ لڳو تہ "لٺ هٿڻ کان سواءِ اهي ڪتا نہ نڪرندا، مون کي انهن کي مارڻ جو پاپ تہ نہ لڳندو." حضور جن پيار مان هن کي گود ۾ وهاريو ۽ چيو تہ وڃ، توکي ڪو بہ پاپ نہ لڳندو، هيءَ سنگت جي شيوا آهي.

سيني اُتي سمجهيو تہ حضور جنِ ائين هن کي خوش ڪرڻ لاءِ ٺاريو آهي. مگر حيرانيءَ جي حد نہ رهي، جڏهن هڪ ڏينهن کان پوءِ ڏيري ۾ ڪو بہ ڪتو نظر نہ آيو. ڏيري ۾ داخل ٿيڻ جا ڪيترائي رستا هئا. اُنهن سيني رستن تي هن بہ ٻہ ڇوڪرا ويهاري ڇڏيا ۽ فقط هڪ دروازو خالي رکيو، جنهن مان اندرين ڪتن کي گهيري ٻاهر ڪڍيو ٿي ويو ۽ ٻہ ٻار اتي بہ ٻهاريا ويا، جيئن ڪو بہ ڪتو اندر نہ اچي سگهي. اهڙيءَ طرح سڀ ڪتا ٻاهر ڪڍيا ويا. راءِ صاحب هرنارائڻ سيڪريٽري چوڻ لڳو تہ پتا اها ڳالھ تہ اسان کي بہ پهرين سمجھ ۾ نہ ٿي آئي جا تو هيئنر ڪم آندي آهي.

انهيءَ کان پوءِ ٻي شيوا جا هنن وڏي هوندي ڪئي سا هئي جتين جي شيوا. ستسنگ محل هزارين ماڻهو جتيون لاهي ستسنگ ٻڌندا هئا ۽ ستسنگ کان پوءِ جتين ڳولهڻ ۾ گڙٻڙ ٿي پوندي هئي ۽ ڪيترن جون جتيون متجي وينديون هيون ۽ ڪئين گم ٿي وينديون هيون. هاڻوڪو انتظام جتين رکڻ جو هنن ئي شروع ڪيو، جو اجا تائين

هليو اچي. انهيءَ وقت اها خبر ئي ڪا نہ هئي تہ ڪو ست پرش اسان جي جتين جي سنڀال ڪري رهيو آهي. نهنائي ۽ حليمي تہ اهڙي هئڻ گهرجي.

هنن بي، اي، ايل، ايل، بي جو امتحان پاس ڪري 1942ع ۾ سرسي ۾ وڪالت شروع ڪئي ۽ پاڻ ڪي سيني ۾ پيارو ڪيو. 1951ع ۾ سيني ڪين وڏان سڀا جي اليڪشن ۾ بهڻ لاءِ زور ڀڏو. ليڪن اڪال پرک جي دربار ۾ ڪين، دنيا جي روحانيت جي بادشاهت ڏيڻ جو فيصلو ٿي چڪو هو. مهاراج چرن سنگهہ، سردار بهادر جڳت سنگهہ مهاراج جن جي اڳيان اها ڳالهہ رکي. هنن اهو ڀڏي ڪلي ڏنو ۽ فرمايو "انهيءَ ڪم لاءِ ڀيا گهڻيئي ماڻهو آهن. تون اهو ڪم ڪر جو ٻيو ڪير بہ نہ ڪري سگهي!" پاڻ واپس سرسي آيا. هميشہ سندن اها عادت هوندي هئي تہ جي، سندن من ۾ ڪو بہ خيال آيو ۽ پورو نہ ٿيو تہ هري اِڇا سمجهي، صبر ۾ رهندا هئا ۽ هر حالت ۾ بي فڪريءَ ۽ بي پرواهيءَ سان، من ۾ خوش رهندا هئا. خير! وقت گذرندو ويو ۽ ندين جو پاڻي پلين جي هيٺان وهندو رهيو. هڪ ڏينهن اوچتو ڪين تار ملي، تہ ڏيري ۾ هڪدم هليا اچو، جو سردار بهادر جن سخت بيمار آهن. تار جي ملڻ سان ئي، هي سرسي مان روانا ٿيا. ٻياس ڏيري ۾ پهچي ڪين معلوم ٿيو تہ سردار بهادر جن رات جو چولو ڇڏي ويا هئا ۽ پنهنجيءَ جاءِ تي ڪين ڪم ڪرڻ جي وصيت ڪري ويا آهن. سندن اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا ۽ فرمايائون تہ "ڪنهن دل جي صا حب جو بندو ٿي رهڻ ۾ جو لطف آهي، اهو صاحبيءَ ۾ نہ آهي. ڀڳتي، درويشي، بنا ڪنهن بہ مرتبي جي، هڪ نعمت آهي، جنهن جو مثال دنيا ۾ نہ ٿو ملي. بندگيءَ ۾ جا بي فڪري آهي، اها گرو گديءَ جي ذميوارين ۾ نہ ٿي ملي. جيڪڏهن سردار بهادر جن منهنجي مرضي انهيءَ باري ۾ پڇن ها تہ مان هرگز قبول نہ ڪريان ها. گرو غريب نواز سچي پاتشاهہ جي زير سرپرستي جا بادشاهي آهي، اها هينئر ڪٿي آهي؟" انهن لفظن ڪي ٻڌي سڀ حيران ٿي ويا تہ هڪ طرف هيءَ حليمي ۽ بي پرواهي، جو هي ٻنهي جهانن جي بادشاهيءَ کي لت هڻي ڦٽي ڪرڻ لاءِ تيار آهن، تہ وري ٻئي پاسي حرص ۽ هوَس ۾ ٻڌل ماڻهو گرو بڻجڻ جي لالچ ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ عار نٿا ڪن.

ديوان دريائي لال ۽ پروفيسر جڳموهن لال جي سوال ڪرڻ تي ڪيترائي سال اڳ، حضور مهاراج بابا ساوڻ سنگهہ جن هنن لاءِ، انهيءَ وڏي ذميواري سنڀالڻ جو اشارو بہ ڪيو هو. مگر جنهن روحانيت جي ڪمال ۽ الاهي صفتن جو اظهار، جو ٿوري ئي وقت ۾ هنن ڪيو، تنهن جو مثال هن زماني ۾ مشڪل ليندو.

اُنهيءَ وقت موجوده مهاراج جن فرمايو تہ، مان هن پڳ يعني دستار ٻڌڻ جي قابل نہ آهيان، جو اهڙن بزرگ هستين جي مستڪ تي رکڻ جو ئي شان آهي ۽ انهن کي ئي سونهيون ٿي، پر هينئر هي شرير منهنجو نہ آهي، اهو سنگت جو ئي آهي. انهيءَ تي ريشم وجهو يا ڳوڻ جو ڪپڙو وجهو، ائين چئي هنن اهو پٽڪو پنهنجي مٿي تي ڪٽي ٻڌو. انهيءَ وقت سڄي سنگت جي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا.

دنيا جا ماڻھو جن کي اَصليت جي خبر نہ آهي، اُهي سمجھندا آهن تہ گرو بڻجڻ کو فائدي جو سودو آهي. هن حالت ۾ خبر پوندي تہ اصليت ڇا آهي. موجوده مهاراج جن جڏهن وڪيل هئا، تڏهين سندن مهيني جي ڪمائي اٽڪل ۾ هزار رپيا هئي. سرسي ۾ هو پنهنجي گھر ۾ رهندا هئا. ۽ پنهنجون بنيون ۽ ڪنڊ جو ڪارخانو هو خود پاڻ سنڀاليندا هئا. گاديءَ تي وهڻ کان پوءِ ڪين سرسو ڇڏڻو پيو. انهيءَ ڪري انهن ڪمن جي سنڀال لاءِ سندن ڀاءُ پرشوتم سنگھ جو فوج ۾ ڪپتان هو، تنهنکي پنهنجي عهدي جي استعيفا ڏيڻي پيئي. سنگت جي پيسن جي هڪ پائي بہ پنهنجي ذاتي خرچ تي هو نہ لڳائيندا آهن. اها ڳالھ هميشہ ڏيري جي گرو صاحبن کان هلندي پئي اچي.

حضور جن جي گاديءَ تي وهڻ کان پوءِ ٿوري ئي عرصي ۾ ڏيري ۾ڏاڍي ترقي ٿي آهي. هڪ دفعي ستسنگ ۾ حضور بابا ساونڻ سنگھ جي جنم جي ڏينهن جي موقعي تي، حضور جن ستسنگ ۾ فرمايو تہ جيڪي ڌرمن ۽ مذهبن جا وڏا ٿي گذريا آهن ۽ سڀ رشي مني، وَلي، پيغمبر، ويد، پراڻ، قران، انجيل وغيره اهي سڀ انهيءَ ڳالھ کي پڪو ٿا ڪن تہ، پراماتما سڀ جو پتا آهي ۽ اسين سڀ هندو، مسلمان، سک، عيسائي وغيره هنجو اولاد آهيون. هندستان، چين، جپان جو بہ اُهوئي مالڪ آهي ۽ عربستان ، ايران، آمريڪا، آفريڪا جو بہ اُهوئي بادشاھ ۽ ڪرتا پرک آهي. اسان سيني کي هڪ جهرا هٿ، پير، نڪ ۽ اکيون آهن. سيني جي اندر اهو سروَ شڪتيوان پرماتما موجود آهي. دنيا ۾ سردي گرمي وغيره ڪري انسان جو رنگ جدا جدا آهي. ليڪن مالڪ جي بخشيش سڀ ڪنهن کي هڪ جهڙي مليل آهي. جڏهن مالڪ اسان سيني جي اندر ۾ آهي ۽ اسين سڀ هن جو اولاد آهيون، پر جي ڪو بہ شخص ڪنهن بہ انسان کان نفرت ٿو ڪري تہ گويا هوُ مالڪ کان نفرت ٿو ڪري ۽ اجا هن کي دل ۾ مالڪ جي ملڻ جو پيار پيدا ڪونہ ٿيو آهي. جيڪو انسان ڪنهن کي اوُچ نيچ سمجهي ٿو، اُهو اصل ۾ مالڪ کي اڇوُت سمجهي ٿو.

ذات پات پوڇي نہ ڪوءِ ، هر ڪو ڀڄي سو هر ڪا هوءِ.

مالڪ جي درٻار ۾ ڪير بہ نہ چوندو تہ، اچو پنڊت جي! توهين برهمڻ آهيو ۽ اڳيان اچي وهو ۽ هي شودر آهي، هن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو! مالڪ جي درٻار ۾ جيوَن جا ڪرم ڏٺا ويندا. اسين سڀ ستسنگي پاڻ ۾ ڀائر آهيون ۽ اسان ۾ ڪو بہ اوُچ نيچ نہ آهي. اسان سيني جو پتا، ست نام ۽ ذات ۽ قوم يا ڪُلُ ست ڪُلُ آهي.
ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا تہ:

نام جپت ڪوڙهي ڀلا، چوئي چوئي پڙي جس جام،
ڪنچن ديهہ ڪس ڪار ڪي، جا مک نا هين رام.

يعني اهو ڪوڙهي جنهن جي سڄي چمڙي ڪوڙهه ۾ تنگ تنگ ٿي پيئي آهي ۽ جي اهو نام جپي ٿو ته اهو هزار دفعا انهيءَ کان پوتر آهي، جيڪو انسان، دنيا جي نشي ۾، مالڪ جي ڀڳتيءَ کان دوُر آهي

ستگرو ڪمڙيءَ طرح جيوَن کي پنهنجي چرنن ۾ ڪوني ٿو، تنهنجو مثال ڏجي ٿو: مسٽر گهوشال بينگال ۾ ڪاليج ۾ فيلسوفيءَ جو پروفيسر آهي. هن پنهنجو تجربو هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيو.

"گرميءَ جي موڪل ۾ مون ڪشمير ۾ امرناٿ جي ياترا تي وڃڻ جو فيصلو ڪيو هو. هزار ڏيڍ ميلن جي مسافريءَ کان پوءِ مان اڇي سرينگر اڪيلو پهتس. سرينگر مان اٽڪل پنج ڇهه سئو ياتري، ڊاڪٽر وغيره مهنت جي لٺ سان گڏ روانا ٿيا. اُنهن ۾ ڪيترا سادو وغيره هئا، جي پيدل پئي هليا ۽ ٻيا ماٺهو گهوڙن وغيره تي سوار هئا. پروفيسر بيان ٿو ڪري ته، چندن واڙيءَ ۾ برف جي پل تائين مون کي ڪا به اهڙي ڏکيائي درپيش نه آئي، پر اڳيان برف جي جبل جي چوٽيءَ تي جڏهن پهتاسين، تڏهن منهنجي اکين جي اڳيان اوندهه ڇانئجي ويئي ۽ مان گهوڙي تي وڏي غار جي پاسي کان هلندو پئي ويس، جي گهوڙي جو پير ترڪي وڃي ته ماٺهوءَ جو جيڪر هڏو به نه بچي! منهنجو متو ڦرڻ لڳو ۽ مان گهوڙي تان هيٺ غار جي پرسان ڪري پيس. ٿورو ئي جيڪو هوش مون کي هو، تنهن ۾ رڳو ڏٺم ته هڪ سک نوجوان مون کي پنهنجي ٻانهن ۾ سنڀالي ورتو آهي ۽ جڏهن هوش ۾ آيس تڏهن ونم ته اهو شخص منهنجي متي کي مالش ڪري رهيو هو. ايتري ۾ منهنجو گهوڙي وارو جنهن کي انهيءَ ماٺهوءَ ڊاڪٽر کي وٺي اچڻ لاءِ موڪليو هو، سو ڊاڪٽر کي وٺي اُتي اچي پهتو. اِهو صاحب "اڇا! ڦر ملينگي" چئي، غائب ٿي ويو. ڊاڪٽر مون کي سوڊا جون ٽڪيون ڏيئي چيو ته ڪاڏي جي ڪري اها حالت ٿي آهي. ٽڪيون وٺڻ کان پوءِ مون کي آرام آيو. مون ڊاڪٽر کان پڇيو ته اهو ماٺهو ڪتي آهي، جنهن مون کي ڪرڻ کان بچايو هو؟ پر ڊاڪٽر چيو ته مون ته اِهو ماٺهو ڪونه ڏٺو، مون توکي رڳو زمين تي پيل ڏٺو هو. انهيءَ واقعي کي پوءِ مان پلجي ويس، ۽ آخر وڃي آمر ناٿ پهتاسين، جتي مون برف کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه ڏٺو.

"مهينو کن ڪشمير ۾ رهي مان پوءِ امرتسر آيس ۽ سکن جي دربار ڏسڻ ويس. اهو ڏينهن اماس جو هو، تنهن ڪري دربار ۾ ڏاڍي پيڙ هئي ۽ واپس وڃڻ لاءِ مون کي ٽانگو نه ٿي مليو. انهيءَ خيال ۾ هوس ته هڪ ماٺهوءَ کي اُتي هڪ موٽر وٺڻ آئي. هوُ انهيءَ موٽر ۾ ويٺو ۽ مون کي چيائين ته توکي جي اسٽيشن تي وڃڻو آهي ته، مون سان هل مان توکي اُتي لاهي ڇڏيندس. مون کي ٻيو ڇا کپندو هو ۽ خوشيءَ سان موٽر ۾ ويهي رهيس. رستي ۾ هن مون کان پڇيو ته تون پنجاب ۾ ڪهڙي خيال کان آيو آهين؟ مون چيو ته گهمڻ آيو آهيان. ڪشمير، امرناٿ وغيره ڏسي آيو آهيان ۽ چيم ته رستي ۾ امرتسر به ڏسندو وڃان. هن چيو ته چڱو، جيڪڏهن صرف سير ڪرڻ جي خيال کان آيو

آهين تہ هڪ ٻي بہ ويجهي جڳهہ ڏسڻ لائق آهي، اُها بہ ڏسندو وڃ. مان اوڏانهن وڃان ٿو. جي تنهنجو خيال هجي تہ خوشي ءَ سان هل. مون هاٿو ڪئي ۽ ڪلاڪ کن ۾ مون ڏيرا بياس (راڌا سوامي ڪالونيءَ) اندر پاڻ کي ڏٺو. اُتي لائبريريءَ وٽ ٻاهر ستسنگ ٿي رهيو هو، جنهن ۾ انڪل بہ سئو کن ماڻهو ويٺا هئا. ستسنگ ڏانهن تہ مون گهٽ خيال نہ ڏنو، ڇاڪاڻ تہ مان پاڻ ويدانت جو پروفيسر هوس ۽ ڪٽ شاستر ۾ ماهر ليکيو ويندو هوس. پر مون ڏٺو تہ جيڪو اُتي ٿلهي تي ستسنگ ڪري رهيو هو، سو اُهو ئي شخص هو، جنهن مون کي امرناٿ جي رستي تي، غار ۾ هيٺ ڪرڻ کان بچايو هو! اسان ٻنهي جون اکيون پاڻ ۾ مليون ۽ هن مشڪيو ۽ مون هن جي پريم جي ڌارا پنهنجي اندر ۾ محسوس ڪئي. ستسنگ ۾ هينئر وهڻ ئي منهنجي لاءِ مشڪل ٿي پيو. مون پنهنجي ساٿيءَ کان پڇيو تہ "ستگرو جن ڪڏهن ڪشمير مان واپس آيا آهن؟ هن جواب ڏنو تہ هن سال تہ هو اتي ڪونہ ويا هئا. مون کيس ڇيو تہ مون کي تہ هي امرناٿ جي رستي تي گڏيا هئا.

ستسنگ پوري ٿيڻ تي، مان گرديوَ جي طرف وڌيس. مگر هنن مون کي چرنن ۾ ڪرڻ نہ ڏنو ۽ مون کي ڀاڪر ۾ ورتو، منهنجو هردو پريم ۾ پرجي ويو ۽ مان هٿ ٻڌي ڀي رهيس. گرديو فرمايو "توهين اچي ويا، تمام سٺو ڪيوَ. هينئر ٿڪل آهيو ۽ آرام وڃي ڪريو." ٻئي ڏينهن ستگرو جن سان ملاقات ٿي ۽ هنن فرمايو تہ اسان جو ڀڳتي مارگ آهي ۽ ويدانت کان ٻيءَ طرح آهي. ويدانت ۾ اسين خوديءَ کي ايترو مٿي ٽا ڪٽي وڃون جو، پاڻ کي خود خدا ٿا چوايون. سنت مت ۾ خوديءَ کي ايترو ماريو وڃي ٿو جو انهيءَ ۾ پرماتما کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ٿو رهي. مون کي گروءَ جي هٿ لڳائڻ سان اهري تہ چت ۾ مستي اچي ويئي هئي، جو سڄي رات مون کي ننڊ نہ آئي ۽ منهنجي هردي ۾ خوسي پري پيئي هئي. آخر مون هنن کان پڇيو تہ امرناٿ جي رستي تي توهين مون کي گڏيا هئا؟

هنن فرمايو "نہ، مان ڪڏهن بہ امرناٿ نہ ويو آهيان."

انهيءَ تي مان ماٺ ۾ اچي ويس ۽ سڄي دنيا مون کان وسري ويئي. اهڙي قسم جا ڪي ئي واقعا آهن جي ڪيترا لکي ڪيترا لکجن.

گرو نانڪ صاحب ۽ ٻين مهاتمائن بابت تاريخ لکيل آهي تہ هنن جي هردي ۾ جيون جي اڌار ڪرڻ جو ايترو تہ خيال هو جو مسافرين جي تڪليفون بہ برداشت ڪري سيڻي سمهيل جيون کي اٿاري سندن اُڌار ڪندا هئا.

حضور چرن سنگهہ مهراڄ جن بہ نہ رڳو پنجاب پر هندوستان جي سيني حصن ۾ وڃي مسافريءَ جون تڪليفون سهي، سمهيل جيوَن کي اُٿاري سندن اُڌار ڪري رهيا آهن. نہ رڳو، ايترو پر ٻاهرين ملڪن ۾ بہ وڃي اُتي سنتن جو پيغام پهچائي رهيا آهن.

سنت ڪنهن خاص قوم يا ملڪ خاطر هن دنيا ۾ نہ ٿا اچن. اهي سيني جيوَن جي اُڌار ڪرڻ لاءِ ديهہ ڌارڻ ڪن ٿا. حضور بابا ساوڻ سنگهہ مهاراج جن اڪثر

فرمائيندا هئا تہ سنت مت اجا چا ڦهلي آهي! اِها يورپ، آمريڪا، جپان، آفريڪا وغيره ۾ ڦهلجندي.

پهريون ٻاهرين ملڪن جو سفر هنن 8 مئي 1961ع ۾ شروع ڪيو. سينگاپور، سئگان، بئنڪاڪ، هانگ ڪانگ، توڪيو وغيره ۾ ستسنگ ڪري هنن امرت ورشا ڪئي ۽ نام دان ڏيئي ڪيترن ئي جيوَن جو اُڌار ڪيو. اُنهن مان فقط هڪ واقعو جو هانگ ڪانگ ۾ هڪ رُوسي عورت جو هو، سو هت درج ڪجي ٿو.

هانگ ڪانگ ۾ حضور جن ڪجهہ ڏينهن رهيا ۽ اُتي ٻہ ٽي ستسنگ بہ ڪيا. اُتي هڪ رُوسي زال جا ڪاليج ۾ پروفيسر هئي، تنهن پنهنجو، حضور جن وٽ پهچڻ جو قصو ٻڌايو.

حضور جن جي هانگ ڪانگ اچڻ کان ڪجهہ ڏينهن پهرين ئي، هن کي حضور جن جو درشن پراپت ٿيو. پر هنکي اها خبر ئي ڪانہ هئي تہ هيءَ ڪنهنجي شڪل آهي جا هن کي سامهون اچي رهي آهي. هن جي ڏاڙهي ڊگهي ۽ مٿي تي پٽڪو ٻڌل هو ۽ اِها شڪل هن اڳي ڪڏهن بہ ڪانہ ڏٺي هئي. انهيءَ خيال ۾ هن جا ڪي ڏينهن گذري ويا. آخر هڪ ڏينهن صبح جو هن اخبار ۾ حضور جن جو فوٽو ڏٺو، جنهن جي هيٺان لکيل هو تہ هندستان جو هڪ سنت مهاراج چرڻ سنگهہ هانگ ڪانگ ۾ سک گردواري ۾ اڄ شام جو پنجين وڳي ستسنگ ڪندو. هڪدم هوءَ اخبار ڪٽي اخبار جي ايڊيٽر جي آفيس ۾ آئي ۽ پڇيائينس تہ هي مهاتما ڪٿي اچي لٿو آهي؟ تنهن تي ايڊيٽر چيس تہ مون کي خبر نہ آهي تہ هو ڪٿي لٿو آهي، پر تون سک گردواري مان وڃي اِهو پتو ڪڍ. پڇا ڪندي گردواري ۾ آئي، اُتي جي مئنيجر کيس چيو تہ مون کي بہ پورو پتو نہ آهي، پر توکي امريڪن ايڪسپريس هوٽل مان شايد هن جو پتو ملي سگهي! ڳوليندي ڳوليندي اُتي وڃي پهتي. انهيءَ وقت شام جا چار لڳا هئا. حضور جن انهيءَ وقت ڪمري جي ٻاهر ورانڊي ۾ چانهہ پي رهيا هئا، هڪ يورپين ليڊيءَ کي پنهنجي طرف ايندو ڏسي، حضور جن اُٿي بيٺا ۽ ڪانئس پڇيائون "مان توهان جي ڪهڙي خدمت ڪري سگهان ٿو."

اکين ۾ پاڻي آڻي هن جواب ڏنو تہ، ڇهن ڏينهن کان وٺي مون کي توهان جو درشن ٿيندو ٿو رهي.

حضور جن فرمايو "مون کي انهيءَ جي ڪابہ خبر نہ آهي." تنهن تي انهيءَ ليڊيءَ چيو "توهان کان سواءِ ٻئي مون کي ڪنهن بہ درشن نہ ڏنو آهي." حضور جن کلي ڏنو ۽ چيو "بس جڏهن توهان کي معلوم آهي، تہ پوءِ انهيءَ باري ۾ مان ڇا ٿو چئي سگهان."

اُنهيءَ کان پوءِ هوءَ حضور جن جي ستسنگ ۾ ايندي رهي. هن پنجابي زبان ۾ ستسنگ جو هڪ بہ لفظ نٿي سمجهيو پر هڪ ٽڪ حضور جن جي چهري ڏانهن نهاريندي پئي رهي. جيڏانهن بہ حضور جن ويندا هئا، اُتي هوءَ پهچي ويندي هئي. هوءَ

ڪوبہ سوال نہ پڇندي هئي، صرف مهاراج جن جي چهري ڏانهن پيئي نهاريندي هئي.
جڏهن حضور جن هانگ ڪانگ مان هوائي جهاز ۾ وڃڻ وقت ويٽنگ رُوم ۾ ويٺا هئا،
تڏهن هن چيو ”بيشڪ توهان منهنجو ڪرائيسٽ آهيو.“ حضور جن فرمايو ”مان اُن جي
چرنن جي خاڪ برابر بہ نہ آهيان.“

ليڊيءَ چيو، ”ڪرائيسٽ نہ، تہ توهان خود خدا آهيو، منهنجو روحاني پيءُ
آهيو.“

حضور جن بياس مان هن ليڊيءَ کي انگريزيءَ ۾ ڪي ڪتاب پڙهڻ لاءِ
موڪليا. ڪجهہ وقت کان پوءِ هوءَ بياس نام وٺڻ آئي هئي. هن هڪ چٺي حضور جن کي
لکي تنهن جا ٿورا لفظ هيٺ ڏجن ٿا: ”مان هڪ نهايت دلڪش تجربو ڏسي رهي آهيان
تہ ڪيئن پيار ۽ دلاسي سان منهنجي روح کي بي بيان ۽ بيحد جي طرف سڏي رهيو
آهي. ڪڏهن ڪڏهن رنگارنگي روشني منهنجي سامهون ٿي اچي ۽ ڪڏهن وري گهنڊ
جو آواز مون کي ٻڌڻ ۾ ٿو اچي. مان پاڻ کي ڀاڳ واري ٿي سمجهان جو توهين مون کي
ڳڌيا. مان ڄاڻان ٿي تہ توهين خود خدا آهيو. مون کي اُنهيءَ ڳالهہ ۾ هينئر ڪو بہ دوکو
نہ ڏيئي سگهندو ............. نام وٺڻ کان پوءِ مون تان ڪرمن جي قرض جو گهڻو
بوجو لهي ويو آهي. پهرين مون سان هڪ سخت حادثو ٿيو. پوءِ نمونيا ٿي ۽ هينئر
ڊائبٽيز (مٺي پيشابن جو مرض) اٿم. مون کي انهن جي ڪا بہ پرواهہ نہ آهي. هن وقت
منهنجي 60 ورهيہ عمر آهي، هينئر مان هڪ ڏينهن بہ پڄن بنا رهڻ نٿي چاهيان.“

حضور جن واري 1962ع ۾ يورپ جي سفر تي وڃڻ. پروفيسر جڳن ناٿ پوري
بہ ساڻن گڏ ويو هو. 21 اپريل 1962ع تي بمبئي مان هوائي جهاز رستي روانا ٿيا.
رستي ۾ بيروت ليبنان، ايران، ترڪي، سئٽزر لنڊ، اٽلي، جرمني ۽ سئيڊن جي
ستسنگين کي درشن ڏيندا، 8 جون لنڊن پهتا. اُتي هوائي اڏي تي ستسنگين جي جمع
ٿيڻ لاءِ منع ڪئي هئائون، تڏهن بہ 50 کن ماڻهو اُتي آيا هئا. حضور جن لنڊن ۾ ايئر
وائيس مارشل سونڌيءَ جي گهر اچي رهيا. درشن لاءِ اٽڪل 250 ستسنگي هڪ هال
۾ اچي ڪٺا ٿيا هئا ۽ حضور جن ويهہ منٽ کن سنگت کي درشن ڏنو. ڪيترن ٻين
ملڪن مان بہ ستسنگي آيل هئا.

سرڪالن گاربٽ، جو هڪ پراڻو ستسنگي آهي ۽ مسٽر ساموسا ڏهن بارهن
ڏکڻ آفريڪا جي ستسنگين سان گڏ ۽ ڪيترا آمريڪا، سئٽزر لنڊ، هالنڊ، نيوزيلنڊ
وغيره مان اُتي آيل هئا. 9 جون کان25 جون تائين حضور جن لنڊن ۽ اُنهيءَ جي
آسپاس ٻين شهرن ۾ ستسنگ ڪيو ۽ نام دان پڻ ڏنو. هڪ هنڌ لنڊن کان 50 ميل پري،
حضور جن ستسنگين جي زور آٽڻ تي هڪ گارڊن پارٽي تي وڃڻ قبول ڪيو، جنهن لاءِ
هنن بہ ڪلاڪ کين ڏنا هئا.

جڏهن حضور جن اُتي پهتا تہ اُتي انهيءَ پارٽيءَ جي ليڊر کين عرض ڪيو تہ،
ٽي چار ماڻهو هت نام بہ وٺڻ چاهين ٿا. ڇاڪاڻ لنڊن ۾ نام ڏيڻ وقت هو اُتي اچي نہ

سگهيا هئا. تنهن تي حضور جن فرمايو تہ، مون کان هڪ ڪم ڪرايو، يا هنن ڪيِ نام ڏياريو يا پارٽيءَ جو تماشو پورو ڪريو. تنهن تي هنن چيو تہ حضور جن جي هت اچڻ سان ئي اسان جي پارٽيءَ جي دل پوري ٿي آهي ۽ توهين پلي هنن ڪي نام دان ڏيو. فقط هڪ چانهہ جي پيالي پيئڻ سان ئي پارٽيءَ جو ٻن ڪلاڪن جو ڪم پورو ڪيو ويو.

حضور جن جو آخرين ستسنگ، جو هنن انگريزيءَ ۾ ڪيو، تنهن جي پوري ٽيڻ ڪان پوءِ ڪرنل ساندرس، مهاراج جن جو شڪر ادا ڪيو ۽ هڪ موهيندڙ تقرير ڪئي. حضور جن جو جواب، ديا ۽ مهر جي رحمت هئي. انهيءَ ۾ سندن آخري لفظ هي هئا، "رستو بلڪل صاف آهي، جيڪڏهن توهين سڌا هليا هلندا تہ پوءِ رستو بہ سڌو ۽ سولو رهندو." اِنهيءَ ميٽنگ جو نظارو درد وارو ۽ دلڪش هو. ڪيترن جي اکين مان ڳوڙها پئي وَهيا . مبارڪ آهن اُهي ڳوڙها جي گروءَ جي پيار مان پيدا ٿين ٿيا.

حضور جن 6 جولاءِ 1962ع لنڊن مان روانا ٿي 8 جولاءِ دهليءَ پهتا. ڪيترن ئي ستسنگين جون چٺيون جن ۾ عجيب ڳالهيون هنن لکيون آهن، سي ڪتاب جي وڏي ٿي وڃڻ سبب هتي نٿيون ڏجن.

ڪيترن سالن کان آمريڪا جي ستسنگين حضور جن تي آمريڪا ۾ اچڻ لاءِ ڏاڍو زور پئي رکيو. آخر مهاراج جن 1964ع ۾ اُتي وڃڻ جو ارادو ڪيو. ايئر وائيس مارشل سونڌي، حضور جن جو پرائيويٽ سيڪريٽري ٿي، اُنهن سان گڏ روانو ٿيو.

25 اپريل 1964ع ۾ حضور جن آمريڪا طرف وڃڻ لاءِ دهليءَ مان هوائي جهاز ۾ روانا ٿيا. اٽڪل 10 : 40 صبح جو بئنڪاڪ پهتا، اُتي حضور جن ٿي ستسنگ ڪيا ۽ اٽڪل 8 جڻن کي نام دان ڏنو. بہ ڏينهن اُتي رهي پوءِ سينگاپور روانا ٿيا ۽ اُتي ٻن ڪلاڪن ۾ اچي پهتا. هت هوائي اڏي تي ڏاڍي پيڙ هئي. هت بہ بہ ڏينهن رهيا ۽ چوويهن جڻن کي نام دان ڏنائون. پهرين مئي تي سينگاپور مان روانا ٿي سئگان پهتا. اُتي بہ هڪ ڏينهن رهي، 5 مئي جو هانگ ڪانگ پهتا. اُتان پوءِ ٽوڪيو ويا. جتان 7 مئي روانا ٿي هونولولوُ پهتا. جتي ڪن ماڻهن نام وٺڻ جي خواهش ڏيکاري ۽ انهن کي نام دان ڏنو ويو. 9 مئي هتان روانا ٿي حضور جن آمريڪا ۾ لاس اينجلس ۾ پهتا. اُتي جي هوائي اڏي تي نہ فقط اُتي جا رهاڪو ۽ ستسنگي آيا، پر سئنفرنسڪو، آرزونا، ٽيڪساز، جهڙن شهرن جا پريان پريان کان بہ ماڻهو آيل هئا. حضور جن جي لهڻ سان ئي جڻ تہ اُتي پريم پيار جو سيلاب اچي ويو. جنهن ۾ سڀ حاضرين وهي ويا.

هتي هر روز صبح جو ساڍي 8 وڳي کان ساڍي 12 وڳي تائين ۽ شام جو 6 وڳي کان رات جو 10 وڳي تائين حضور جن ڊاڪٽر مسيناجي گهر، ستسنگين کي گڏبا هئا. جنهن ۾ ستسنگ، ملاقاتون، گروپ ميٽنگون بہ ٿينديون رهيون، اسين هندستاني رڳو زماني جمع خرچ تا ڪريون. پر اُتي جا ماڻهو پڙهيل ۽ سچا کوجي آهن. هو ڪا بہ ڳالهہ پوري چنڊ ڇاڻ کان سواءِ نہ مڃيندا آهن، ليڪن جيڪڏهن هڪ دفعو ڪين پوري سوچ ويچار کان پوءِ، ڪنهن ڳالهہ لاءِ پڪ ٿي وڃي، تہ پوءِ هو اُنهيءَ مطابق

پورو عمل ڪندا آهن. جڏهن سنت ڪل مالڪ پنهنجن جيون جي اُڌار لاءِ گروءَ جو روپ وٺي پرٿويءَ تي اچي ٿو، تہ پوءِ جڏهن گرو انهن جي سامهون ايندو، تڏهن هو هن کي خود خدا سمجهي تصور ڪندا.

لاس اينجلس ۾ حضور جن 45 ماڻهن کي نام ڏنو. اتان پوءِ موٽر رستي ديگوڪو لاءِ روانا ٿيا. رستي ۾ سيني ستسنگين سان گڏجندا وهايٽ واٽر جي بستيءَ ۾ پهتا. جتي پام سپرنگ ۽ يوڪا وئليءَ جي ڏهن ستسنگين هندستان جي رشين وانگر اتي هڪ ايڪانت واري جڳهہ ۾ ڪٽيا ٺاهي آهي، جتي سواءِ پڇن ۽ ستسنگ جي هو پيو دنيا جو ڪو بہ ڪم نہ ڪندا آهن ۽ دنيا ڏانهن ڇڪڻ جي ڪا بہ شيءِ هنن وٽ نہ آهي. حضور جن اُهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. تنهن کان پوءِ واپس لاس اينجلس ۾ آيا. هتان پوءِ هوائي جهاز ۾ 21 مئي جو سئنفرئنسڪو روانا ٿيا. حضور جن جو پروگرام سڀ جڳهہ ساڳيو رهيو ۽ نام بہ ڏيندا رهيا. هتي ٿي ڏينهن رهي پوءِ ڪئناڊا ۾ وينڪوور هوائي جهاز رستي ويا. جتي بہ ڏينهن جتيندرڪنا ۽ دروپدي ڪنا (ڪنا بياس جي سيڪريٽريءَ جي پٽ ۽ ڪرشن ڀاپاڻي بمبئيءَ ۾ سيڪريٽريءَ جي ڌيءَ) جي گهر رهيا. اتان پوءِ خشڪيءَ رستي، ڪرنل برگ جي شهر ميناپولس ۾ 26 مئي جو پهتا. 28 مئي تي جيڪا تقرير ڪرنل برگ يونيٽرين سوسائٽي ميناپولس ۾ ڪئي، تنهن جو ٿورو احوال هيٺ ڏجي ٿو.

"اسان جي زندگيءَ جي سفر ۾ ڪيترا ئي دفعا اهڙا واقعا ٿا ٿين جي اسان جي حياتيءَ جو رخ ئي بدلي، بئي پاسي ٿا ڪري ڇڏين. منهنجي زندگيءَ جا اهڙا ٽي واقعا آهن جن منهنجي ڪايا ئي پلٽي ڇڏي آهي.

(1) پهريون اهڙو موقعو منهنجي سامهون اُنهيءَ وقت آيو جڏهن ڊاڪٽر جانسن جو لکيل ڪتاب پاٿ آف ماسٽرس (Path of masters) منهنجي هٿ آيو. ڊاڪٽر جانسن ڪيترا ئي سال هندستان ۾ هڪ ڪامل مرشد جي قدمن ۾ رهيو هو. اهو ڪتاب مون ڪيترائي دفعا پڙهيو ۽ آخر مان انهيءَ نتيجي تي پهتس تہ مون کي انهيءَ جڳهہ جي تلاش ڪرڻ گهرجي جتي ڪتاب جي لکندڙ اها تعليم حاصل ڪئي آهي، جا هن پنهنجي ڪتاب ۾ لکي.

(2) ٻيو موقعو اهو هو، جڏهن نومبر 1959ع ۾ مان هندستان لاءِ روانو ٿيس ۽ مون کي اهو بہ پتو نہ هو تہ اهو ننڍڙو ڳوٺ جنهن جو ذڪر ڪتاب ۾ ڪيل آهي، سو ڪٿي آهي؟ مان فوجي هوائي جهاز ۾ سفر ڪندو، اچي دهليءَ پهتس. جتان پوءِ بياڙس ڏيري ۾ اچي پهتس. منهنجو ٽانگو سيڪريٽريءَ جي دروازي جي سامهون اچي بيٺو. سيڪريٽري مون کي ڏسي، وڌي آيو ۽ مون هن کي پنهنجونالو ٻڌايو. انهيءَ مون کي گرو مهاراج جن جي گهر موڪليو.

مون کي ڏسي مهاراج جن ٻاهر نڪري آيا ۽ مون کي پيار سان اندر وٺي ويا. مون کين ٻڌايو تہ ڪيئن مون کي ڊاڪٽر جانسن جي ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ، هت اچڻ جو

شوق ٿيو آهي ۽ مان نام وٺڻ ٿو چاهيان. هنن مون کان پڇيو تہ گوشت کي ڇڏئي توکي گهڻو وقت ٿيو آهي؟ مون چيو تہ اٽڪل ٻہ ڪلاڪ. جنهن تي گرو جن فرمايو تہ نام ملڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٽي مهينا ماس شراب پهرين ڇڏڻ ضروري آهي. مان ڏاڍو مايوس ٿيس تہ هاڻي ڇا ڪريان؟ مهاراج جن ڏهن ڏينهن لاءِ ٻاهر وڃي رهيا هئا ۽ مون کي مهمان گهر ۾ رهايائون ۽ چيائون تہ واپس اچڻ کان پوءِ وري ڳالهہ ۾ گڏباسين.

حضور جن جي ٻاهر وڃڻ جي ٻئي ڏينهن، مان بيمار ٿي پيس ۽ بستري تي پيو هوس. کير کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ مون نہ کاڌو. جڏهن مهاراج جن واپس آيا تہ مان چڱو ڀلو ٿي پيس، مون سمجهيو تہ اها بيماري منهنجي ڪرمن جي صاف ڪرڻ لاءِ بلڪل ضروري هئي.

(3) هاڻي مون فيصلو ڪيو تہ مهاراج جن جي مڪان تي وري وڃان ۽ وڃي پنهنجي قسمت جو فيصلو ڪريان تہ مون کي نام ملندو يا نہ! انهيءَ منهنجي عرض ڪرڻ تي حضور جن مشڪي چيو تہ اڄ شام جو توکي نام ڏنو ويندو. اهو پنهنجي زندگيءَ جو ٿيون واقعو هو، جنهن منهنجي زندگي بدلي ڇڏي.“ هن وڌيڪ چيو تہ ”اسان جا موجوده ستگرو مهاراج چرن سنگهہ جن، پنهنجن ششن جي زندگيءَ ۾ تمام گهٽ دست اندازي ڪندا آهن. هنن جو اهو چوڻ آهي تہ شش کي مالڪ جي رضا تي، هر حال ۾ راضي رهڻ گهرجي. جا ڳالهہ روحاني ترقيءَ ۾ وڏي مدد ٿي ڪري. هو هن ڳالهہ تي زور ٿا ڏين تہ، دک سک، ڪاميابي ۽ ناڪامايابي، بيماري ۽ تندرستي، مان اپمان، رنج ۽ خوشي ۾، هڪ سمان هلندا رهو ۽ هر حالت ۾ پڇن سمرن کي سڀ کان وڌيڪ سمجهو. جيڪڏهن ماڻهو دولت ۽ طاقت جي وقت خوشي ۾ ڦولجي يا غريبي ۽ مصيبت ۾ تنگ ٿي پڇن ۽ بندگي وساري ڇڏيندو، تہ پوءِ هو پڇن ڪهڙي وقت ڪندو؟ هندستان جا مهاتمائون هن ڳالهہ تي زورڻا ڏين تہ ڪامل گروئي جيو کي ذر ذام پهچائي سگهي ٿو، هنن جي تعليم موجب گرو ۽ پرماتما هڪ ئي آهي. پرماتما جنهن ڪروڙن روحن کي هت مرت لوڪ ۾ موڪليو آهي، اهو خود ئي گرو ٿجي هنن کي هتان ڪڍڻ لاءِ اچي ٿو.“

”مان آمريڪا ۾ پرچارڪ يا مذهبي پيشوا ٿجي ڪونہ آيو آهيان، بلڪ پنهنجي ڪيترن ئي دوستن جي ڪيتري وقت کان خواهش تي، هن ملڪ ۾ آيو آهيان ۽ سنت مت جي اُصولن کي توهان جي سامهون رکڻ لاءِ آيو آهيان. سنت مت ڪا نئين فيلسوفي نہ آهي۽ نہ ڪي اُها ڪنهن خاص ملڪ يا قوم جي جائداد آهي. سڀ انسان هڪ ئي پتا جو اولاد آهن ۽ سيني مذهبن جي اصليت ساڳي آهي، پر اسين انهيءَ اصليت کان پري رهجي ويا آهيون، ڇاڪاڻ تہ اسان جو سڄو خيال مادي دنيا (Material World) جي ترقيءَ ڏانهن وڃي رهيو آهي. رڳو مادي ترقي يا دنيا جي دولت جمع ڪرڻ ۾ سچي شانتي ۽ دلي خوشي ڪانهي. توهان جو ملڪ جنهن ۾ هر قسم جو دنيوي آرام ۽ مال آهي، تنهن جي ماڻهن جي دلين ۾ مون ڪنهن وڏي، اعليٰ ۽

روحاني آدرش جي کوج جي خواهش ڏني آهي؛ انهيءَ ڳالهه جي زندهه ثابتي اها آهي ته، سنت مت جي فيلسوفي ڪنهن خاص ملڪ يا قوم تائين محدود نه آهي، بلڪ اها عام ماڻهن جي ميراث آهي. سڀني مذهبن جي ته ۾ اها سچائي موجود آهي. جيڪڏهن اسين دل جي سچائيءَ سان ويچار ڪنداسين، ته باوجود دنيائي ترقي ۽ عيش آرام جي، اسين امن ۽ شانتيءَ جي بلڪل ويجهو نه پهتا آهيون، بلڪ روز دنيا ۾ اشانتي ۽ بي امني وڌندي پيئي وڃي. انهيءَ جو اهو ڪارڻ آهي ته اسين شانتيءَ جي تلاش هميشه ملڪي (Political) يا ڀنگتي (Social) پليٽفارم تي ٿا ڪريون. پر اسان دنيا جي شانتي، روحاني نقطه نظر سان اصل نه ڪئي آهي. **روحانيت ئي آهي جا سڀني جي دلين ۾ پريم پيار جا ٻج پوکي سگهي ٿي. پرماتما هڪ آهي ۽ اهو اسان سڀني اندر موجود آهي.** اها اهڙي سچائي آهي، جنهن لاءِ ڪير بہ انڪار نٿو ڪري سگهي. جيترو گهڻو اسان جي دل ۾ مالڪ جو گهڻو پيار هوندو، اوترو وڌيڪ اسين هڪ ٻئي کي ويجهو محسوس ڪنداسين. جيترو اسين ڪل مالڪ کان دور ويندا سين، اوترو زيادهه اسان جي دل ۾ قومي تفاوت وغيره وڌندا ويندا. جيترو گهڻو اسين دنيا ڏانهن ڊوڙون ٿا، اوترو وڌيڪ اسين ناڪام ۽ بيزار پاڻ کي محسوس ٿا ڪريون. اسين سچي راحت ۽ خوشي هن دنيا ۾ رهي به حاصل ڪري سگهون ٿا، ليڪن اهو سڀ ڪل مالڪ جي ڀڳتيءَ جي ذريعي ٿي سگهندو.

انهيءَ ڪري جيسين اسين پنهنجي اندر ۾ سک ۽ شانتيءَ جي تلاش نه ڪنداسين، تيستائين ٻاهران ڪڏهن به اسان کي شانتي حاصل نه ٿيندي. سنت چون ٿا ته جيستائين اسان جي آتما پنهنجي نج ديش واپس نه پهتي آهي، اوستائين اسان جي شانتيءَ جي ڳولا ڪڏهن به پوري نه ٿيندي............"

مينياپولس کان پوءِ حضور جن شڪاگو، الي نوايس، ڊيٽرائيٽ، ٻسبرگ، واشنگٽن، نيويارڪ ۾ ستسنگ فرمايو ۽ نام دان ڏنو. نيويارڪ مان حضور جن ساموندي جهاز، ڪئين ميري (Queen Mary) جي رستي، انگلينڊ ۾ 30 جون تي پهتا. هڪ هفتو لنڊن ۾ ستسنگ ڪري ۽ نام ڏيئي 14 جولاءِ دهليءَ ۾ اچي پهتا.

هندستان کان ٻاهر ٽيون دفعو وري حضور جن سن 1966ع جي مئي مهيني ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ ويا، جتي 18 ڏينهن رهيا. اُتي ٽرانسوال، نتال، ڪيپ پرونس، آرينج فري سٽيٽ ۽ سوازيلئنڊ ۾ ستسنگين کي گڏيا ۽ ستسنگ ڪيائون. ڪل 88 مردن ۽ زالن کي نام بخشيائون. اُنهيءَ وقت تائين اُتي ڪل ستسنگين جو تعداد 487 هو.

ستسنگ ۾ اتي سوالن جي جواب ۾ حضور جن فرمايو، "جڏهن توهين پيار ٿا ڪريو، تڏهن دنيا توهان لاءِ هڪ گيت (Melody) مثل آهي. توهان کي رڳو گروءَ جي ٻاهرين سروپ سان محبت نه ڪرڻي آهي، پر پنهنجي اندر وڃي، ستگروءَ جي نُوريءَ سروپ سان گڏجڻو آهي، جو ديهه سروپ کان به توهان کي ويجهو آهي؛ اهو نُوري سروپ، توهان کان ڪڏهن به جدا نه ٿيندو. گروءَ جي اچڻ وقت ستسنگي، هڪ ٻئي سان

ڪيئن نہ پيار ۽ محبت ڏيکارين ٿا، پر هو پنهنجي اندر ۾ گروءَ جو نوري سروپ ڏسن تہ پوءِ هنن ۾ پاڻمرادو هڪ ٻئي لاءِ پيار ۽ محبت پيدا ٿيندي.“

اتي هڪ هنڌ حضور جن فرمايو تہ جي توهان پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان پيار ٿا ڪريو تہ پوءِ اٿين ڪرڻ سان توهان پاڻمرادو گروءَ جي ويجهو آهيو.

هڪ ستسنگيءَ مهاراج جن کان سوال ڪيو تہ ”توهان ڪيترييون ٻوليون ڄاڻندا آهيو؟ تنهن تي حضور مهاراج جن جواب ڏنو تہ ”مان فقط هڪ ٻولي ڄاڻان، جا آهي **پيار جي ٻولي**. سنت مت پيار جو مارگ آهي. توهان ڪي جي سچ پچ، ستگروءَ جي ويجهو وڃڻو آهي تہ پوءِ توهان سندس ٻولي ڳالهايو، جا آهي **پيار جي ٻولي**.“

هندستان کان ٻاهر چوٿون دفعو وري جيون جي اُڌار ڪرڻ لاءِ حضور مهاراج جن، 6 مئي 1968ع سينگاپور، هانگ ڪانگ، جپان، انڊونيشيا، آسٽريليا ۽ نيوزيلئنڊ ويا. تنهن کان پوءِ بہ هو ٻاهر ويندا رهيا آهن.

26 آڪٽوبر 1953ع کان وٺي 1982ع تائين حضور جن ڪيترن ئي لکن مردن توڙي زالن کي نام جي بخشيش ڪئي آهي، جنهن ۾ اٽڪل چار هزار کن غير هندستاني آهن.

جڏهن ڪڏهن، ستسنگين تي ڪشٽ يا ڪا آپدا ٿي اچي تہ پوءِ، سنت پنهنجي ديا ۽ ڪرپا سان، اُنهن جي ڪرمن جو بوجو کڻي، انهن جي رکشا ڪندا آهن. هندستان جي ورهاڱي مهل 1947ع ۾، حضور مهاراج بابا ساون سنگهہ جن، پنهنجن شِشن جي سنڀال ڪري، هنن کي سلامتيءَ جي جاءِ تي پهچايو ۽ انهن جي ڪرمن جو بار پنهنجي سر تي کڻي، بيماري ڪٽي سرير تياڳيو.

6 سيپٽمبر 1965ع ۾ جڏهن هندستان ۽ پاڪستان جي لڙائي لڳي، انهيءَ وقت حضور چرن سنگهہ صاحب جن ڊلهائوسيءَ ۾ هئا. ريڊيو تان اها خبر ٻڌي، هو موٽر ۾ چڙهي بياس ڏيري اچي پهتا. اهو رستو لڙائيءَ جي ويجهو هو ۽ اتي بم گولن جا آواز پئي آيا، پر مهاراج جن خطري جي ڪابہ پرواهہ ڪانہ ڪئي. ڏيري پهچڻ تي، اتي جي رهندڙن جي دلين مان لڙائيءَ جوڊپ ئي نڪري ويو.

امرتسر، پٺانڪوٽ، گرداس پور، ٻٽالا، جمون وغيره مان ستسنگي پڇي ڏيري ۾ اچي پهتا. چوڌاري ڳوٺن جي ماڻهن ۾ گهٻراهٽ ڪري سندن ساهہ مٺ ۾ هو. پر ڏيري ۾ هميشہ وانگي شانتي ۽ بي فڪري هئي. روزانو ستسنگ ۽ شيوا ٿيندي هئي. جنهن ۾ حضرو مهاراج جن پوري وقت تي اچي وهندا هئا. کلئي ميدان تي ستسنگ ٿيندو هو. رات ڏينهن اتي بم گولن جي ڦاٽڻ جا زوردار آواز ٿيندا هئا ۽ گهرن جا در ۽ دريون پيا ڏڏندا هئا. رات جو اوندهہ ۾ ڪاري ٻاٽ لڳي پيئي هوندي هئي. رات جو حضور مهاراج جن چپ چاپ اڪيلي سر، ڏيري ۾ چڪر لڳائي ڏسندا هئا تہ بليڪ آئوٽ جا نيم پورا ٿين ٿا يا نہ. ستگروءَ جن سنگت کي ايترو تہ حوصلو ڏنو، جو ڪنهن کي بہ گهٻراهٽ ۽ فڪر جو نالو نشان ئي ڪين هو. ڪو بہ زال يا ٻدو ڏيري مان وڃڻ تي

راضي نہ هو. هنن جو پنهنجي ستگروءَ ۾ پورن وشواس هئو ۽ هرڪو نت نيم سان پڇن سمرن پيو ڪندو هو.

هڪ ڀيري فوجي عملدارن صلاح ڏني تہ ڏيرو خطري جي حد اندر آهي، تنهنڪري چڱو ٿيندو جو هتي جا رهواسي ۽ سنگت ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي رهن ۽ ستسنگ جو بندوبست ڪن. پر حضور مهاراج جن جي ديا سان هميشہ وانگر اتي ستسنگ ٿيندو رهيو.

نومبر 1972ع جي پوئين هفتي ۾ حضور جن مهاراج جن اجمير ۾ ستسنگ ڪرڻ کان پوءِ دهليءَ آيا. جتي مهاراج جن کي سخت دل جو دورو (Heart attack) پيو. تنهن ڪري بمبئيءَ ۽ چنديگڙه وڃڻ جو سندن پروگرام رد ڪيو ويو. 3 ڊسمبر تي جڏهن هندستان ۽ پاڪستان جي لڙائي لڳي، تڏهن حضو ر مهاراج جن دهليءَ ۾ اسپتال ۾ زير علاج هئا. ڊاڪٽرن کين پوري آرام ڪرڻ جي صلاح ڏني، ڊاڪٽرن جي صلاح سان، ڪنهن بہ ماڻهوءَ، مهاراج جن سان لڙائي لڳڻ جي ڳالهہ نہ ڪئي ۽ نکي اخبار هنن کي پڙهڻ لاءِ ڏيندا هئا ۽ ڪمري مان ريڊيو پڻ هٽايو ويو.

پر 4 ڊسمبر صبح جو حضور جن ريڊيو گهرائي، سماچار ٻڌو، لڙائيءَ جي خبر ٻڌندي ئي، حضور مهاراج جن بياس ڏيري وڃڻ جو اِرادو ڪيو. سيني ڊاڪٽرن کين بستري ڇڏڻ ۽ چرپر کان منع ڪئي ۽ سيني متن مائٽن ۽ دوستن، مهاراج جن کي عرض ڪيو تہ هنڙيءَ حالت م توهين بياس نہ وڃو. پر حضور جن فرمايو تہ هن وقت سندن ڏيري ۾ سنگت وٽ رهڻ فرض آهي ۽ هو هاڻي دهليءَ ۾ نہ ترسندا. هو موٽر ۾ 4 ڊسمبر جو بياس ڏيري ۾ پهچي ويا.

ڇمب، نوشيرا، ماڌوپور، جمون، پٺاڻ ڪوٽ ۽ ٻين ڳوٺن ۾ ڪيترا ستسنگي رهندا هئا. اُتي لڙائيءَ جي ڪٺن وقت تي جيڪا حضور جن ستسنگين جي رکشا ۽ سهائتا ڪئي، تنهنجا ڪئين مثال آهن ۽ اُنهن جو بار کين ڪڏهن ڪٿو پيو.

هن لڙائيءَ جي وقت بہ ڏيري ۾ پورن شانتي ۽ بي فڪري هئي. اُنهيءَ وقت ڏيري جي رهواسين کان سواءِ ٻاهرين ملڪن جا ستسنگي، جيڪي آمريڪا، يورپ، انگلينڊ، ڏکڻ آفريڪا وغيره ملڪن جا 60 – 50 ستسنگي بہ اُتي رهيا هئا. جڏهن انهن کي ڪنهن ٻئي هنڌ سلامتيءَ جي جڳهہ تي رهڻ لاءِ چيو ويو، تڏهن هو اُتان وڃڻ لاءِ راضي نہ ٿيا. اُنهن کي سندن متن مائٽن جون تارون بہ آيون تہ لڙائيءَ وقت بياس ۾ نہ رهو ۽ ڪنهن ٻئي شهر وڃي، واپس پنهنجي ملڪ هليا اچو، مگر هو اتان وڃن لاءِ تيار نہ هئا.

شري دريائي لال ڪپور، ريٽائرڊ سيشن جج، پنهنجي هڪ مائٽ ۽ سندس ڌرمپتنيءَ جي گروءَ ۾ وشواس جي ڳالهہ ٿو ڪري تہ، هنن 5 ڊسمبر 1971ع حضور مهاراج جن کان ٽيليفون تي هنن جي صحت جي باري ۾ پڇيو ۽ بياس ڏيري ۾ اچڻ جي اجازت گهري. مهراج جن کين چيو تہ لڙائي پوري ٿيڻ تي توهين ڏيري هليا اچجو. تنهن

تي هنن چيو تہ مهاراج جي توهين اسان کي تاريخ ٻڌايو تہ اُنهيءَ تاريخ جي گاڏيءَ جي رزرويشن ڪرائي ڇڏيون جو هن وقت ڪيتريون ئي گاڏيون بند آهن ۽ رزرويشن بنا اچڻ مشڪل ٿيندو. حضور مهاراج جن فرمايو تہ 17 ڊسمبر جي رزرويشن ڪرائي ڇڏيو ۽ هنن انهيءَ تاريخ جي رزرويشن ڪرائي ڇڏي.

جڏهن انهن جي ماءُ پيءُ ۽ ڀين گهر جي ڀاتين کي، انهن جي بياس وڃڻ جي ڳالهہ جو پتو پيو تہ پوءِ هو چوڻ لڳا تہ اهڙي خطري جي وقت بياس نہ وڃو جو گاڏين تي بم بازي پيئي ٿئي ۽ هنن کي نہ وڃڻ لاءِ سمجهائڻ لڳا. پر هنن کي گرو مهاراج جن جي وچن تي وشواس هئو، تنهنڪري هنن ٽڪيٽ رد ڪا نہ ڪرائي. تڏهن ڪين خبر پيئي تہ لڙائي بند ٿي آهي.

شري دريائي لال صاحب وڌيڪ ڳالهہ ٿو ڪري تہ انهن ٻنهي پاڪستان وارين لڙاين جي وقت ۾ مون کي حضور مهاراج جن جي ويجهو رهڻ جو سوڀاڳيہ ۽ شرف مليو هو. مون هڪ ڏينهن بہ حضور مهاراج جن جي چهري تي، چنتا ۽ فڪر جي ڪا بہ نشاني نہ ڏٺي. مون سندن مک مان ڪنهن بہ ديش جي طرفداريءَ بابت ڪا بہ نندا نہ ٻڌي. هو سدائين مالڪ جي موج تي خوش رهيا. جيڪڏهن ڪو بہ اهڙي ڳالهہ ڪندو تہ حضور مهاراج جن فرمائيندا هئا تہ، جيڪي بہ ڪجهہ ٿي رهيو آهي، سو سڀ ڪرمن جي حساب موجب ٿي رهيو آهي. اسان کي پنهنجي ديش ۽ سماج لاءِ پنهنجا فرض پاڙڻ گهرجن ۽ ڪنهن لاءِ بہ نفرت ۽ ڌڪار نہ ڪرڻ گهرجي. ماڻهن، پرماتما جي نالي تي، هڪ ٻئي سان دشمني ۽ دوش ڪرڻ تہ سکيو آهي پر، انهن بدران اسان کي ايشور جي نالي تي، هڪ ٻئي سان پريم پيار ئي سکڻ گهرجي.

# بابا لال ديال ۽ دارا جي گفتگو

بابا لال ديال هڪ سنو اپياسي مهاتما پنجاب ۾ ٿي گذريو آهي. شاهه جهان بادشاهه جي پٽ دارا شڪوه جي. سنتن ۽ فقيرن سان صحبت هوندي هئي. ٻنهي جي هڪ دفعي لاهور ۾ ملاقات ٿي هئي. جنهنجو اثر دارا تي ڏاڍو ٿيو. جيڪي سوال جواب ٻنهي جي وچ ۾ ٿيا. سي ڏاڍا اثرائتا آهن. تن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا.

سوال: ساڌوءَ جي آد ۽ انت ڇا آهي؟

جواب: آد فنا يعني نيستي آهي انت بقا يعني مريد آهي.

سوال: ساڌوءَ جي سربلندي (وڏائي) ڪهڙيءَ ڳالهه ۾ آهي؟

جواب: سرجهڪائڻ ۾ يعني پاڻ کي هيٺ رکڻ ۾.

سوال: جگياسوءَ جي عقلمندي ڪهڙيءَ ڳالهه ۾ آهي؟

جواب: مالڪ کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان به دل نه لڳائڻ

سوال: جگياسوءِ جو ٻل ڪهڙيءَ ڳالهه ۾ آهي؟

جواب: پنهنجو ٻل وساري، دين اڌين ٿي، مالڪ جي طاقت ۾ ڀروسو رکڻ.

سوال: هر ڪنهن جي اڳيان ۽ پٺيان ڇا آهي؟

جواب: اڳيان رزق ۽ پٺيان موت آهي.

سوال: مالڪ جو ملڪ ڪهڙو آهي؟

جواب: مالڪ جو نام مالڪ جو ملڪ آهي.

سوال: جگياسوءَ کي ڪهڙيءَ ڳالهه جو فڪر هوندو آهي؟

جواب: پنهنجي ستگروءَ جي شيوا جو.

سوال: جگياسوءَ کي ڪهڙيءَ ڳالهه جو شڪ هوندو آهي؟

جواب: انهيءَ ڳالهه جو نه. جا عبادت (بندگي) مان ڪري رهيو آهيان. سا قبول پوندي يا نه.

سوال: جگياسوءَ لاءِ ڪهڙي ڳالهه سٺي آهي؟

جواب: ننڊ ۽ آلس کي نه اچڻ ڏئي.

سوال جگياسو کي آلس يا سستي ڪهڙيءَ ڳالهه مان ٿي ٿئي؟

جواب: گهڻي کائڻ مان.

سوال: ساڌوءَ جي وهڻ ۽ سمهڻ جي ڪهڙو هنڌ آهي؟

جواب: زمين.

سوال: جگياسوءَ کي هميشه ڇا ڪرڻ گهرجي؟

جواب: ديندا ۽ شڪر.

سوال: بي فائدي ڪهڙو ڪم آهي؟

جواب: گذريل ڳالهه تي افسوس ڪرڻ ۽ ايندڙ ڳالهه کان ڊڄڻ.

سوال: ڪهڙو نشو سٺو آهي؟

جواب: معرفت الاهي يعني نام جو.

سوال: من مارڻ ڪنهنکي چوندا آهن؟

جواب: من کي سيني طرفن کان ڇڪي، هڪ هنڌ ٻهارڻ ۽ مالڪ جو ڌيان ڪرڻ.
سوال: جڳياسو جي سلامتي ڪهڙيءَ ڳالھ ۾ آهي؟
جواب: ملامت يعني نندا کي دوست رکڻ ۾.
سوال: جڳياسوءَ جي ذلت ڪهڙيءَ ڳالھ ۾ آهي؟
جواب: دنيا جي پرپنچ ۾ پوڻ.
سوال: جڳياسوءَ کي ڪهڙي ڳالھ پسند آهي؟
جواب: اها تہ هو دنيا جي پرپنچ ۾ نہ ڦاسي ۽ اُنهيءَ ۾ تڪليف نہ ڪري.
سوال: جڳياسوءَ جو علم ڇا آهي؟
جواب:گروءَ جي آڳيا موجب هلڻ.
سوال: جڳياسوءَ جي چالاڪي ڪهڙي آهي؟
جواب: دنيا جي صحبت کان بچي هلڻ.
سوال: ڪهڙيءَ ڳالھ ۾ ساڌوءَ جو پورو نقصان آهي؟
جواب: ڪپٽ سان ورتڻ ۾.
سوال: جڳياسوءَ جو شوق ڪهڙو آهي؟
جواب: هر ڪنهن کان ادب سکڻ.
سوال: جڳياسوءَ جو ڪهڙو ارادو هوندو آهي؟
جواب: پرماتما جي بندگي ڪرڻ.
سوال: رزق لاءِ تلاش ڪرڻ لازم آهي؟
جواب: تلاش ڪرڻ واجب آهي. دنيا جي هر شيءِ جو تعلق، ڪوشش ۽ تلاش ۾ آهي، پر ٿيندو اُهو، جو نصيب ۾ آهي. ڏيڻ وارو مالڪ آهي.
سوال: ساڌوءَ کي ڪنهن سان دوستي رکڻ گهرجي؟
جواب: پرماتما ۽ مالڪ جي پيارن سان.
سوال: ۽ دنيا دارن سان؟
جواب: دنيادارن سان دوستي ۽ دشمني سني نہ آهي.
سوال: جڳياسوءَ لاءِ گوشت کائڻ منع آهي.
جواب: گوشت کائڻ سڀ لاءِ برو آهي.
سوال: فرض ڇا آهي؟
جواب: قرض کي ادا ڪرڻ.
سوال: جيڪڏهن قرض رهجي ۽ ڏيئي نہ سگهجي تہ پوءِ؟
جواب: آخر مرڻ وقت، اهو مرض ٿيو پوي.
سوال: سڀ کان برو ڪم ڪهڙو آهي؟
جواب: ناحق ڪنهنجي دل دکوئڻ ۽ ڪنهنجو احسان برباد ڪرڻ.

انهيءَ گفتگو ڪرڻ مهل بابا لال ديال ۽ دارا، ٻئي هڪ وَڻ هيٺ ويٺا هئا. اُتي زمين تي هڪ ڪک پيل هو. دارا سوال ڪرڻ بند ڪري، اُهو هٿ ۾ ڪٽي ٻہ اڌ ڪيو. اهو وقت سوامي جن اکيون بند ڪري ڌيان ۾ ويٺا رهيا. شهزادي وري سوال پڇڻ شروع ڪيا. باباجيءَ جواب

ڏنس تہ پهريائين ڪل پچ ۽ پوءِ گفتگو ڪر. چاڪاڻ تہ وقت هر ڪنهن لاءِ، خاص ڪري بادشاهن لاءِ تمام قيمتي ٿو ٿئي. جنهن ڪي اجايو وڃائڻ نہ گهرجي. ڪڪ پڇي وقت وڃائڻ مان ڇا ٿو حاصل ٿئي؟

دارا بلڪل ادب سان خاموش ٿي ويهي رهيو. تنهن تي باباجيءَ چيو تہ، برو نہ سمجهج، طبيب جو قاعدو آهي تہ، ڪنهن بہ دوا ڏيڻ ۾ گهٽتائي نہ ڪري! دارا جواب ڏنو تہ، مريض جا وڏا ڀاڳ آهن، جيڪو انهيءَ حڪيم ڪان شفا پائي. تنهن تي باباجيءَ چيو نہ، مالڪ وٽ پهچڻ لاءِ مالڪ لاءِ پريم جي ضرورت آهي. انهيءَ درجي جي پراپت هئڻ سان بہ توڪي فقيرن جي صحبت هجي، تہ پوءِ تنهنجي انهيءَ گڏ ڪري، توڪي هو پريم جي درجي تي پهچائڻ جو خيال ڪري سگهن ٿا. مگر آپي يعني هومئہ ناس ڪرڻ گهرجي ۽ ايماني نہ ٿيڻ گهرجي ۽ مالڪ جي اپار موج جو طلبار ٿيڻ گهرجي.

تنهن ڪان پوءِ دارا هڪ گلدستو پيش ڪيو ۽ چيائين نہ صحبت جو اثر ضرور ٿيندو آهي. پرائين ڇو آهي جو گلن جي پنن مان گلن جي خوشبوءِ نہ ٿي اچي؟ انهيءَ جو ڪهڙو سبب آهي. باباجيءَ چيو تہ، پنن ۽ گلن کي ڪجهہ وقت گڏي، پاڻ ۾ ملائي رک. ائين ڪيو ويو ڪجهہ دير ڪان پوءِ ڏٺو ويو تہ، پن خوشبوءِ سان ڀريا پيا هئا. تنهن تي سوامي جن فرمايو تہ. جڏهن ڪابہ شيءِ گڏ ٿي ٿئي، تڏهن صحبت انهيءَ ۾ اثر ٿي ڪري. انهيءَ ڪري پرمارٿ جي واڌاري لاءِ سچن سنتن ۽ فقيرن جو سنگ ضروري آهي.

# لوچڻ سبي لهڻ

1 ـ پرمي من مت تي متان، ڪو بہ پلي سنسار،
ستگر ملاح ملڻ بنا، ٻيڙي لنگهي نہ پار.

2 ـ ستگر دل دٻلي ۾، رکيو مالڪ پاڻ،
هيرو امولڪ رتن، گرو ڪري ڇاڻ.

3 ـ ستگر سوئي چئجي، جو هجي شبد سروپ،
تو ڏاري خود شبد ئي، ستگر مانش روپ.

4 ـ شبد گجي اَندر ۾، ڪل مالڪ ظهور،
روم روم ستگر جي، شبد سان پرپور.

5 ـ گرو ميلي شبد سان، شبد ملائي يار،
ڪنجي هٿ گروءَ جي، کولي بجر ڪپار.

6 ـ طالب جو نہ واسطو، ڪنهن ديوَ ديويءَ سان،
هن جا ڪارج سڌ ٿيا، سارا گروءَ منجهان.

7 ـ تاجي پيتو شبد سڀ، شبد رهي پرپور،
شبد ڏسي ٻولي ٻڌي، گهٽ اُن جي ٿور.

8 ـ ٻوڙا اَنڌا جيوَ جي، شبد نہ سڻن ڏسن،
ٻلهار ستگر تان ٿيان، جو کولي اکيون ڪن.

9 ـ موهت ٿيو معشوق، هڪ لعلون لعل گلزار،
اندران لڌو عاشقن، ٻاهر ڊونڊي گنوار.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاڻو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌُڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، پَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجھَ ۽ ڏاھپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھہ ڏيندي انھن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيھاريو آھي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آھن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، ھو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاھا ڪن ٿا، موٽي مَنجھہِ پھاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالھہَ ھُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھہ نيلا پيلا آھن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آھن........
... ... ... ...
ھي بيتُ اَٿي، ھي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنھي ۾ فَرَقُ نہ آ، ھي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنھن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنھن ھَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلھہ جي پاڻَ تي اِھو سوچي مَڙھڻ تہ ”ھاڻي ويڙھہ ۽ عمل جو دور آھي، اُن ڪري پڙھڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آھي.

پَڙَھڻ جو پڙھڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ ھوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلھہ ۽ نادانن جي ھٿن ۾ رھنديون. پَڙَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان ڳڻ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)